# تذڪره لطفي

## ٻيو ڀاڱو



مصنف

لطف الله بدوي

سابق پروفيسر گورنمينٽ ڪاليج

شڪارپور (سنڌ)

دفعو ٣ ]　　　１٩٦٧-١٩٦٨ع　　　[ تعداد ١٠٠٠

قيمت Rs. 6

ڇپائيندڙ :-

آر - ايڇ - احمد اينڊ برادرس

بوڪسيلرس شاهي بازار حيدرآباد سنڌ.





## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

**Cell No: 0344 - 3919786**

**Cell No: 0300 - 3404488**

ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽




واٽس ايپ گروپ

# "انتساب"

* شمس العماء ڊاڪٽر
* عمر بن محمد دائود پوٽہ
* جي اسم گرامي سان
* منسوب ڪريان ٿو.

"لطف الله بدوي"

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# تمهيد

## طبع اول

هن ڪتاب جي پهرين جلد کي لکي گهڻو وقت گذري چڪو هو ۽ وڌيڪ لکڻ جي تمنا دل ۾ محفوظ ٿي رهي. مگر جيئن ته پهرين جلد جي طباعت جو ڪو خاص طرح بندوبست ٿي نه سگهيو هو. ان ڪري ٻي جلد جي لاءِ منتشر خيالات کي گڏ ڪرڻ گران ٿي لڳو. مگر سرڪار سنڌ جي ”مرڪزي صلاح ڪار بورڊ“ (سنڌي ادب) جو ٿورائتو آهيان جنهن ٻن سون جو گرانقدر عطيه ڏيئي، مونکي طباعت جي بار کان سبڪدوش ڪري ڇڏيو ۽ مون ۾ اڳتي وڌڻ جي همت پيدا ڪئي.

”تذڪره“ جي لکڻ جي مراد ۽ مفهوم جنهن نيڪ نيتي تي رکيل آهي، اهو اڄ جي منهن مان ظاهر آهي. منهن جي هن ڪاوش جو صحيح مقصد آهي. ”سنڌي شاعري“ جي هڪ محقق ۽ مڪمل تاريخ پيش ڪرڻ؛ ۽ انهن بزرگن کي سنڌ وارن جي ڏيان تي آڻڻ، جن جي ادبي ڪارنامن کان سنڌ واسين جو وڏو طبقو اڻ ڄاڻ آهي.

هتي آءٌ هن افسوسناڪ ذڪر کي ڇيڙڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان ته "سنڌ وارن" پنهنجي "وطني شاعرن" ڏانهن نهايت بي اعتنائي جي رهت روا رکي آهي. جنهن ڪري ڪيترائي شاعر ۽ سندن ڪلام، اسان کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويا آهن. هن کان زياده ملڪ جي ڪور ذوقي ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟ منهنجي سامهون ڪي برگزيده هن "جهار" سان سوڪلائي ويا ۽ ٿورن سالن جي بعد نه سندن زندگي جو صحيح احوال حاصل ٿو ٿي سگهي نه ڪلام. هن بي اعتنائي جو نتيجو هي نڪتو، جو ڪي جوهر قابل اسان کان وسري چڪا. هي ۽ آهي اسان جي سرد مهري، مگر ٻين زبانن ڏي جيڪڏهن اسين نگاهه ڪنداسون، ته هو اهڙن تذڪرن سان مالا مال ۽ پرپور آهن.

جيئن ته فطرتاً منهنجي طبيعت جو ميلان "شاعري" جي طرف رهيو آهي. اَن ڪري آءٌ "سنڌ" جي هن منتشرفن کي ڳڇا ڪرڻ جو گران بار پنهنجي سر ورتو آهي. جتي هي ڪم حڪومتن جي طرفان سر انجام ٿيندا رهيا آهن، اُتي هي ڪم سنڌ جي هڪ مسڪين گروه جي فرد پنهنجي سر تي کنيو آهي، مون کي اُميد آهي ته "وطن" جي خود حڪومت، ديس جي يادگار کي قائم ۽ زنده رکڻ لاءِ منهنجي ۽ اهڙي قسم جي مصنفن جي اِمداد فرمائيندي رهندي:-

هي جلد فقط "ميرن جي صاحبي" سان تعلق رکي ٿو. جنهن دور ۾ ٻڻ نامور ۽ شهر آفاق شاعر ٿي گذريا آهن. جن مان گهڻا اهل دل ۽ صاحب عرفان آهن. تحقيق ۽ تفتيش ڪندي ٻين تصنيفن ۾ جي ڪمي ۽ بيشيون نظر آيون آهن، اُنهن کي گهڻي قدر صاف ڪيو ويو آهي، جتي جتي تنقيد جي لحاظ کان صاف گوئي کان ڪم ورتو ويو آهي، اُتي ڪنهن جي دل

آزاري مقصود نہ آهي، مگر صحيح حقيقت کان پڙهندڙ کي واقف ڪرڻ. ”حڪيم رومي“ عليہ الرحمہ تنقيد لاءِ کهڙو نہ عمدو نڪتو بيان فرمايو آهي:-

نڪتہ ها چون تيغ پولاد است تيز
چون نداري تو سپر واپس گريز
پيش اين الماس بي اسپرميا
ڪز بريدن تيغ را نبود حيا.“

هن فيصلي هوندي بہ هڪ علمي تصنيف لکندي، جائز نڪتہ چيني کان بہ گريز ڪئي اٿم. ڪتاب جي شروعات ”ميرن جي صاحبي“ جي تاريخي احوال سان ڪئي اٿم. جنهن جي مفصل حالات لکڻ لاءِ ڪيترن ئي ڪتابن جو مطالع ڪري صحيح حقيقتون درج ڪيون ويون آهن. اُن کان پوءِ پارسي گو شاعرن جو مختصر ذڪر ڏنو اٿم. جنهن بابت ڪن معزز همدردن جو خيال هو تہ ”سنڌي شاعرن“ جي تذڪري ۾ سندن احوال درج ڪرڻ، اجائي طوالت ٿيندي. مگر مونکي افسوس آهي، جو سندن راءِ سان متفق نہ ٿيو آهيان. حقيقت ۾ اهو ذڪر آهي، جو مون تذڪره جي ٻهرين جلد ۾ پارسي گو شاعرن تي تمام ٿورو ڏيان ڏنو آهي. جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي تہ اُنجي ٻي ايڊيشن ۾ اها گهٽتائي نہ رهندي. ڇو تہ سنڌ جي شاعري جو اهو بہ هڪ پاڱو آهي. ملڪ جي هن ايڏي ساري لٽريچر کي ڪاغذن جي اندر سانڍڻ، اِنهي کان گهڻو ضروري هو، جو هو دستبرد زماني کان برباد ٿي وڃن. جيڪڏهن ڪن صاحبن کي پارسي گو شاعرن سان پيار نہ هجي تہ اُن حصي کي واگذار ڪري سگهن ٿا.

اُن کانپوءِ مون لاءِ ضروري آهي تہ آءٌ پنهنجي همدرد دوستن ۽ شفيقن جو شڪريہ بجا آڻيان، جن مونکي هن عظيم‌الشان ڪم ۾ اِمداد فرمائي آهي.

۱- سيد حسام الدين شاهه راشدي بهنوي،
۲- عزيزم ميان غلام علي مسرور- شڪارپوري،
۳- عزيزم عبدالعلي فتح علي قلباني- روهڙي،
۴- لعل محمد لعل بي- اي- سٽوڊنٽ سيتلداس ڪاليج شڪارپور،

۵- شفيع احمد علوي ڪلارڪ پوسٽ آفيس ڪراچي.

آميد اٿم ته منهنجي هن علمي ڪاوش جي قدر افزائي ٿيندي جا مونکي ٽئين جلد جي وسيع ڪم جي همت ڏياريندي، وما توفيقي اِلا بالله.

ٽنڊو پور ۱۵ نومبر ۱۹۴۱ع

**لطف الله بدوي**

## تمهيد

## (طبع ثاني)

تذڪره جي ٻي جلد ڪي ڇپي، قريباً نون سالن جو عرصو گذريو. ڪتاب، جنھن تہ محدود انداز ۾ شايع ٿيو هو، ان ڪري ٿوري وقت ۾ ختم ٿي ويو. افسوس جو انجي ٻي طباعت جو جلد بندوبست ٿي نہ سگھيو. ملڪ جي هر گوشي ڪان ڪتاب جي طلب وڌندي رهي. جنھن مان سمجھيم تہ منھنجي محنت جو ملڪ وارن وٽ احساس آهي. اگرچہ ڪن صاحبن نہ ڇاڻان ڇو، منھنجي محنت ۽ مشقت کي نظرانداز فرمائي، پنھنجي تعصب جو مظاهرو بہ ڪيو. مونکي انھن دوستن لاءِ ڪابہ شڪايت نہ آهي، ڇو تہ اسان وٽ اڃا صحيح ادبي ذوق پيدا نہ ٿيو آهي ۽ اسين تنقيد جي ابتدائي منزلن کي بہ طي نہ ڪري سگھيا آهيون. ورنہ جن حالتن هيٺ مون پنھنجي تذڪره جي نگارش ڪئي هئي، هي ايتريون تہ همت شڪن هيون جو آءٌ جيڪر، پنھنجي تصنيف کي ڪاغذ تي آڻڻ کان دست بردار ٿي وڃان ها. مگر آءٌ انھن سڀني کي صبر سان برداشت ڪيو ۽ پنھنجي تصنيف کي تڪميل تي آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيس. مون کي خوشي آهي تہ منھنجي تصنيف ڪان عوام ۽ خاص بھره اندوز ٿيندو رهيو آهي ۽ منھنجي هن ڪاوش ملڪ ۾ صحيح ادبي ماحول پيدا ڪيو آهي.

ڪتاب ۾ ڪجھ اضافو بہ ڪيو اٿم، جو بلڪل ضروري هو. نظر ثاني ڪرڻ بعد، ڪتاب پريس ۾ ڏنو اٿم، جنھنجي طباعت ۽ صحت لاءِ هاڻي مطبع جوابدار آهي. خدا ڪري تہ هو، مطبع جي محنت سان ظاهري طرح بہ جاذب نظر ۽ دلڪش بڻجي.

**لطف الله بدوي**

شڪارپور ۱۴ آگسٽ ۱۹۵۵ع

# تمهيد

## (اشاعت ٻئين)

تذڪره حصي ٻي جي هيءَ ٻئين اشاعت آهي، جا شايع ٿي رهي آهي. هن ايڊيشن ۾ اڳي ڪان ڪجهه وڌيڪ مضمون ڪي شامل ڪيو ويو آهي، تانجو سنڌي ادب جي چاهڻ وارن لاءِ وڌيڪ ڪتاب ڪارائتو ٿي سگهي. مونکي اميد آهي ته هيءَ حصو به پهرئين حصي وانگر، سنڌي علم ادب جي مطالع ڪرڻ وارن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

ڪتاب ۾ پريس جو غلطيون رهجي ويون آهن، جن کي اميد ته درست ڪري، هن گهٽائي لاءِ معاف ڪيو ويندو.

٩- مئي ١٩٦٧ع مصنف

# فهرست مضامين

| مضمون | پيج نمبر |
|---|---|
|  |

مضمون | پيج نمبر



## ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌي شاعري

| مضمون | پيج نمبر |
|---|---|

# ميرن جي صاحبي

## ١٧٨٣-١٨٩٣ع

### مير صاحبن جو اوائلي احوال

ٽالپرن جي قوم، بلوچن جي وسيع قومن جي هڪ شاخ آهي. چيو وڃي ٿو ته بلوچ عربي نسل مان آهن، ١- ۽ محمداڪبر شهنشاهه هند جي حڪومت جي دور ۾، سال ٩٥٥ هه برابر سال ١٥٨٦ع ۾ حلب جي ملڪ کان اچي، بلوچستان جي حدن ۾ رهيا. جتي سندن مکيه ڏنڏو پوک هو. مگر ٻي روايت آهي ته بلوچ قديم ايراضين جي نسل مان آهن، جو ذڪر فردوسي پنهنجي تصنيف شاهنامه ۾ ڪيو آهي. هي خلافت راشده جي دور ۾ مسلمان ٿيا ڪٿن به هجي، مگر هي جنگجو قوم، سنڌ جي اتر ۽ اولهه ۾ قديم وقت کان رهندي آئي آهي. موجوده وقت ۾ اگرچه، هو ۽ سنڌ جي هرهڪ ڳڪر ۾ پکڙجي چڪي آهي، تڏهن به سندس گهڻو تعداد اتر ۽ اولهه ۾ ئي رهي ٿو.

بلوچن جي قوم مان هڪ ٽالہ نالي بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي نالي پوئتان تاريخ ۾ سندس اولاد کي ٽالپر سڏيو ويو آهي. هنجي اولاد مان ئي، حڪمران ميرن جو ڏاڏو ڪڪو خان عرف سليمان خان پيدا ٿيو. سليمان کي اٺ پٽ هئا، جن

---

١- مير نصير خان جو تذڪرو.

مان هوتڪ خان ۽ مالڪ خان سنڌ جي تاريخ ۾ مشهور آهن ۱.
هوتڪ خان جي اولاد مان حيدرآباد ۽ خيرپور جا مير يا حاڪم
پيدا ٿيا ۽ مالڪ خان جي اولاد مان ميرپور جا مير ٿيا، جن ڪي
مانڪاڻي سڏجي ٿو.

## شهداد خان

هوتڪ خان کي لائق فرزند ٿيو، جنهن جو نالو شهداد
خان رکيو ويو. جنهن جي پوين پاڻ کي، سندس نالي تي
شهدادائي مير سڏايو. هيءُ ٿي پهريون ٽالپر هو، جنهن سنڌ ۾ اچي باقاعده رهڻ
شروع ڪيو. ڪن خانگي ڳالهين جي تڪرار تي هو پنهنجي
چاچي صوبيدار ڪان رسي اچي، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي
نوڪريءَ ۾ گهڙيو. جتي آهستي آهستي ترقي ڪري
وڃي سپه سالار جي عهدي تي پهتو. هن کان پوءِ ڪي
پيا به ٽالپر سنڌ ۾ آيا، جن جو هي رئيس يا پڳ ڌڻي چونديو
ويو. تاريخ جي هيءَ به حقيقت آهي ته مخدوم عنايت الله شاهه
جهوڪ واري جي شهادت ۾ به سندس گهڻو هٿ هو. شهداد پور
جو شهر، سندس ئي آباد ڪيل آهي۱. هي نامور شخص سنه ۱۱۴۷
هه برابر سنه ۱۷۳۳ع ۾ فوت ٿي ويو ۽ کيس سندس آباد ڪيل
شهر ۾ دفنايو ويو.

## مير بهرام خان

**مير بهرام ۽ سرفراز خان- راڄو ليکي- مير بهرام ۽
صوبيدار جي شهادت- خداآباد کي بروچن جو گهيرو-
ميان سرفراز جي ياچ- گرفتاري.**

مير شهداد خان جي وفات کان پوءِ، سڀني بروچن گڏجي
سندس ٽئين فرزند، مير بهرام کي پڳ ٻڌائي ۽ حڪومت جي
طرفان به کيس سندس والد وارو عهدو يعني سپه سالار عطا ٿي،
ميان نور محمد جي فوت ٿيڻ کان پوءِ، جي گهرو جهڳڙا پيدا
ٿيا، انهن جي تاريخ ۾ مير بهرام جو گهڻو هٿ هو. ميان محمد
مراد ياب کي گادي تان لاهي، مير بهرام خان، ميان غلام شاهه

۱- لب تاريخ سنڌ ص ۱۳۰

ڪئي مسند نشين ڪيو. غلام شاهه جي حياتي جي دور ۾ مير بهرام حڪومت جون وڏيون خدمتون ادا ڪندي، ميان جو رازدار بڻيو. ميان غلام شاهه جي فوت ٿيڻ ڪان پوءِ، ميان محمد سرفراز تخت تي ويٺو. اگرچ هو گهٽوئي، عالم ۽ نيڪدل ۽ شريف طبع حاڪم هو، مگر سندس طبيعت ۾ حاڪماڻي طرز گهٽ هئي، سياسي تدبر جي نه هئڻ سبب، ڪائنس وڏيون غلطيون سر زد ٿيون. جنهن ڪري سندس حڪومت ديرپا ثابت نه ٿي. انهن وڏين غلطين مان سندس هڪ وڏي غلطي هئي، مير بهرام جي طرف ڪان بدگماني. جيتوڻيڪ شروع ۾ مير بهرام سان سندس لاڳاپا وڌندڙ هئا، مگر اوچتوئي، سندس دل ۾ وڏو انقلاب پيدا ٿيو، جنهن انقلاب پيدا ڪرڻ جي سڄي جوابداري راڄو ليکي، نالي سندس، هڪ امير ۽ درباري تي پوي ٿي.

راڄو ليکي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ترقي جي ڏاڪڻ تي پير رکيو جنهن ته سندس قوم ان وقت بيحد طاقت واري هئي، ان ڪري هو پنهن جي ابتدائي زماني ۾ ئي نالي وارو ٿي ويو. ميان نورمحمد جي دور ۾ هو خاص درباري جي درجي تي پهتو. ميان غلام شاهه جو نه نڍي هوندي کان طرفدار ۽ دوست هو. ان وقت جڏهن ميان پنهن جي ڀائرن عطر خان ۽ احمد يار جي دنگن ۽ فسادن ڪري سنڌ ڇڏي، تڏهن ۽ مارواڙ ڏي هليو ويو هو. تڏهن به راڄو ليکي هڪ وفادار ملازم جي حيثيت ۾ سانس ڏک ۽ سک جو شريڪ ٿي رهيو. موٽي اچڻ تي جڏهن ميان سنڌ جو حاڪم بڻيو، تڏهن راڄو ليکي کي قلمدان وزارت سپرد ڪيائين. ميان جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ميان محمد سرفراز ٻڻ سندس قدر شناسي فرمائي کيس ساڳي عهدي تي قائم رکيو. مير بهرام ۽ راڄو ليکي، ان وقت ڪلهوڙن جي حڪومت جا ٻه ٿنڀا هئا، مير بهرام تي ميان سرفراز جون وڌندڙ مهربانيون

١ـ لب تاريخ سنڌ: ص ـ ١٣٠

ڏسي، فطرتاً راڄو ليکي جي دل ۾ بدگمانيون پيدا ٿيون ۽ هو حسد جي چار ۾ ڦاسي، هڪ نيڪ طبيعت جي سر جو دشمن ٿي پيو. هن ٽئين تاجدار کي جو جهانباني جي شطرنج ۽ انجي فريب پريل مهرن کان اڃا ناتجربه ڪار هو - پنهن جي پراڻي سپه سالار کان بدظن ڪرڻ شروع ڪيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو ميان جي صاف دل، ڪدورت جي زنگ سان ڪٽجي وئي. اگرچه ميان چاتو ٿي ته مير بهرام کي ماري هڪ وڏو فساد خريد ڪرڻو پوندو، مگر راڄو ليکي جي شرارت آثارينڙ تقريرن جي انديشا پيدا ڪيس، تن کان مرعوب ٿي، هو نيڪ نهاد مير جي مارائڻ واسطي تيار ٿي ويو قضا هن تي ڪلي رهي هئي، ڇو ته هڪ بي گناه جي موت ۾ ظالم جو موت لڪل هو. مگر ناعاقبت انديش ميان سرفراز هوڏ تي قائم رهيو، هوڏانهن مير بهرام به اندروني غصي کان واقف هو، هن پنهنجي پٽن مير بجار ۽ مير صوبيدار کي گهرائي وڏندڙ خطري کان آگاه ڪيو ۽ کين سنڌ ڇڏي وڃڻ جي صلاح ڏنائين. مير بجار ته پيءُ جي امر کي ماه سان سانديي، عرب ڏانهن حج جي ارادي سان نڪري ويو، مگر مير صوبيدار پيءُ سان گڏجي مرڻ ۾ ئي نجات دارين چاتو.

ميان سرفراز ظاهر ۾ مير بهرام کي گهڻيون ئي تسليون ڏنيون، مگر گجهي ريت، پنهنجي گناه جي تحريڪ کان باز نه آيو. نيٺ هڪ رات جو، ميان سرفراز پنهنجي سازش ۾ ڪامياب ٿيو. خاص خدمت گار حسين مورڙائي کي حڪم ڏنائين ته جنهن وقت مير بهرام ڪچهري ۾ اچي ته ان کي ترار هڻي ماري ڇڏجانءِ اتفاق سان ان ڏينهن مير صوبيدار بيمار هو انڪري اڪيلو ميان جي ڪچهري ۾ سلام لاءِ آيو. مير کي رات ئي ميان جي سازش جي خبر پئجي وئي مگر موت کان بي پرواه پنهنجي ولي نعمت جي دربار ۾ اچي حاضر ٿيو. ان وقت سائس فقط هڪ خدمتگار عرضي نالي هو. هوڏانهن مير صوبيدار کي جڏهن پيءُ جي اڪيلي وڃڻ جي خبر پئي، تڏهن هو بيماريءَ جي بستري تان بي آرام ٿي اٿيو ۽ سڌو ميان جي

ڪچهريءَ جي ٻاهران اچي ويٺو، ڇو ته ان وقت دربار جو دروازو بند هو. ٻاهر راڇو ليکي جو ڀائٽيو الله بخش ليکي به ويٺل هو. مير صوبدار انجي تلوار، ڏسڻ جي بهاني سان قابو ۾ رکي ۽ نتيجي جو منتظر ٿيو.

دربار ۾ ميان، مير بهرام کي هڪ هٿرادو مير بجار جو خط پيش ڪيو، هو جهڙوئي انجي پڙهڻ ۾ مشغول ٿيو، تهڙوئي ميان جي اشاري تي حسين بي گناه تلوار جو ڀرپور هٿ هنيو، ۽ ڳالهائيندڙ سمي اک ڇنڀ ۾ وڃي بي سر جسم جي جهولي ۾ ڪري، عرضي روئندو ٻاهر نڪتو. مير صوبدار معاملي جي نزاڪت کي سمجهي ويو. ڀرين ڏک سان الله بخش جي سمي لاهي دربار ۾ گهڙيو. ميان ته دربار مان ڪڍهن جو اٿي ويو هو، مگر مير صوبدار دربار جي ٻن نامي پهلوانن هاشم ۽ سبڙ کي ماري وڌو. پر پوءِ پاڻ به ٻن رفيقن ڪمال رند ۽ غلام محمد لغاري* سان گڏجي مارجي ويو. مير بهرام جي شهادت جو واقعو سال ١١٨٩ هجري برابر ١٧٧٥ع ۾ ٿي گذريو. ڪنهن شاعر ان واقعي جي تاريخ هيئن لکي آهي:-

زهي مير بهرام بهرام رزم ڪه نمز مش سر نيزه بر ماه زد
بباريچهٔ در عرصه گاه نبرد اگر رخ زدي بر رخ شاه زد
و گر نه ڪچند بيچه اهل خرد ڪه با شير سر پنجه روباه زد
وليکن چو تدبير بود اين چنين قضا از قضا تيغ ناگاه زد
به سال و صالش ملڪ بر فلڪ
بگفتا بفردوس خر گاه زد.
١١٨٩ هجري

شهيد مير بهرام ۽ سندس فرزند جي لاشن کي خداآباد جي ڀرسگردائيءَ ۾ دفن ڪيو ويو. مير بهرام جي شهادت جي واقعي

* نواب ولي محمد لغاريءَ جو پٽ

وڏي شورش پيدا ڪئي. مير فتح خان، جو شهيد ميرن ڪانپوءِ بروچن ۾ برک هو. پٽر تي ويهي ڪلهوڙن کان بدلي وٺڻ جو نهراءُ پنهنجي پاڙن جي اڳيان رکيو. رات جي وقت بلوچن جي فوج خداآباد ۾ ميان جي ڪوٽ کي گهيرو ڪري وئي، انڪري چور دروازي کان ڀڄي هزار خرابي سان حيدرآباد جي قلعي ۾ اچي پهتو، مگر بلوچن جو لشڪر اتي به اچي پهتس. ميان نهايت عاجزي ۽ پشيمانيءَ سان مير فتح خان جي اڳيان پيش پيو، جنهن کئي قيد ڪيس. ڪنهن شاعر سچ فرمايو آهي:

ديدي ڪه خون ناحق پروانه شمع را.
چندان امان نه داد ڪه شب را سحر ڪند.

## مير بجار خان

[ميان غلام نبي- مير بجار جو سنڌ ۾ موٽڻ- مير بجار ۽ ميان غلام نبيءَ جي جنگ- ميان عبدالنبي ڪلهوڙو- مير بجار جون خدمتون.]

## مير بجار جي شهادت

ميان سرفراز جي قيد ٿيڻ ڪانپوءِ ٽالپرن سندس ننڍي ڀاءُ محمد ابا کي تخت تي ويهاريو. مگر جئن ته هو به حڪومت جي ڪاروبار کان قطعي بي خبر هو، ان ڪري ڪيس تخت تان لاهي ميان نور محمد جي پٽ غلام نبي کي تخت تي وهاريائون. ميان غلام نبي پنهنجي سڄي فوج جي سپه سالاريءَ جو عهدو فيروز پٽافيءَ کي ڏنو ۽ وزير اعظم جي عهدي تي ساڳي ريت راڄو ليڪي قابض رهيو. ايتري ۾ ميان کي خبر پيئي ته مير بجار سنڌ ڏانهن موٽي رهيو آهي. ميان هيءَ خبر ٻڌي بيحد هراس ۾ آيو ۽ فيروز پٽافيءَ جي مصلحت سان مير بجر جي وڙهڻ لاءِ فوج وٺي نڪتو. هوڏانهن راڄو ليڪي جڏهن مير بجار جي آمد جي خبر ٻڌي، تڏهن دلشڪستو ٿي پيو ۽ زهر کائي خودڪشي

کيائين. مير بجار ٻه قلات مان لنگهي اچي سنڌ جي سرحد تي پهتو، مگر طرفين مان ڪابه چرپر نه ٿي، انڪري مير بجار چپ چاپ ۾ اچي خداآباد ۾ پهتو. ميان صاحب مير صاحب سان وڙهڻ جو خيال لاٿو هو، مگر راڄو ليکي جو پٽ تاجو ليکي، جو پيءُ جي آپگهات ڪانپوءِ وزيريءَ جي عهدي تي پهتو هو، ميان صاحب کي اپاريندو رهيو، جنهنجو نتيجو اهو نڪتو، جو ميان صاف طرح مير کي لکي موڪليو: ”سنڌ ڇڏي وڃ.“ مگر مير ان رقعي تي ڪوبه ڌيان نه ڏنو ۽ وڃي عمرڪوٽ جو قلعو وسايو. مگر ميان جي ماڻهن ساده دل مير صاحب کي اوچيون نيچيون پڙهائي قلعو خالي ڪرائي پنهنجي قبضي ۾ آندو. مير صاحب کي پوءِ پنهنجي غلطي محسوس ٿي ۽ سمجهيائين ته جنگ ناگريز آهي.

ميان صاحب پنهنجون فوجون وٺي ”لانياري“ (تعلقه شهدادپور) ۾ پهتو. مير صاحب جيتوڻيڪ جنگ لاءِ تيار نه هو، مگر مستقبل تي غور ڪرڻ ڪانپوءِ هن ڏٺو ته مقابلي ڪانسواءِ ٻيو چارو نه آهي. ٿوري فوج وٺي وڃي سامهون ٿيو. جٺن ته فتح مير صاحب جي طرف هئي، ميان جي فوج هارايو ۽ سنڌس سپه سالار فيروز جنگ جي ميدان ۾ قتل ٿيو ۽ خود ميان صاحب سخت زخمي ٿي، مير صاحب جي هٿ ۾ آيو ۽ ٿوري وقت ڪانپوءِ فوت ٿي ويو.

مگر سيد عظيم الدين ٺٽوي پنهنجي ڪتاب ”فتح نامي“ ۾ ٻي روايت ڏني آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته ميان لانياري جي جنگ ۾ شڪست کائڻ بعد مير بجار وٽ پيش پوڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو نه ڏٺو. هو جهڙوئي قرآن شريف مٿي کڻي صلح لاءِ مير صاحب ڏي ٿي آيو، ته تاجو ليکي ترار هڻي کيس ماري وڌو. واقعات ڪيئن به هجن، مگر پوئين روايت البت شڪ گڏيل نظر اچي ٿي. قبول ڪجي ته تاجو ليکي پنهنجي بچاءَ ۾ ائين ڪيو هجي، مگر پوءِ به ته مير صاحب وٽ گرفتار ٿي پهتو هو. ان

ڪان سواءِ تاريخ مان پتو پويٿو تہ مير صاحب، ميان صاحب جي قاتل يا و فراش تي بيحد ڪاوڙيو هو، تہ هن ميان صاحب تي ڇو قاتلانہ حملو ڪيو هو. مگر جيڪڏهن يارو نہ، ۽ تاجو ميان صاحب جو قاتل هو، تہ مير صاحب ان ڪان قصاص ڇو نہ ورتو؟ تاجو تہ مير صاحب جي دشمنن مان مکيہ دشمن بہ هو. حيرت اها لڳي ٿي تہ مير صاحب تاجوءَ سان ميان صاحب جي قتل بابت ڪابہ ڇيڙڇاڙ نہ ڪئي.

ميان صاحب جي قتل ٿيڻ جي خبر جڏهن سندس ڀاءُ عبدالنبي کي پئي، تڏهن هن قيدخانہ ۾ وڃي انهن ٽيني شهزادن ۽ تخت جي وارثن کي شهيد ڪيو، جي وقت بوقت انقلاب زماني ڪان تخت ۽ تاج وڃائي، بنديخاني ۾ ٻاندي ڪيا ويا هئا. تاريخ انهنجو تعداد چار تي ٻڌائي. ڪنهن شاعر قتل جي تاريخ هيٺين ريت لکي آهي:-

”از گل باغ عباسي پنج* کم“

۱۱۹۱ هه

عبدالنبي هي سڀ ڪارروائي تخت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪئي. مير بجار سندس ظلمي ڪاررواين جي ٻڌندي بہ سنڌ جو تخت کيس سپرد ڪرڻ چاهيو. اگرچ ميان عبدالنبي جي والدہ مير بجار کي پنهنجي پٽ جي تخت نشينيءَ ڪان باز آڻڻ چاهيو، مگر مير بجار قاتل ڪلهوڙي کي تاج پهرايو.

مير بجار، عبدالنبي کي تخت تي وهاري گهڻيون ئي خدمتون سرانجام ڏنيون. هن تيمور شاہ والي افغانستان جي فوجن

* شهيدن جا نالا هي آهن: محمد ابا خان، محمود ۽ عطر خان. شاعر پنجون، ميان غلام نبي ورتو آهي، جو ٻن ساڳئي سال ۾ شهيد ٿيو هو.

کي شڪارپور جي پسگردائي ۾ هٽايو. افغانن جي ٻي چڙهائيءَ ۾ مير صاحب نهايت دانشمنديءَ کان ڪم وٺي کين صلح سان وطن اماٺيو. مير صاحب جي وڌندڙ طاقت ۽ دانشمندي ڪالهي ميان جي اکين ۾ ڪنڊڪڻ لڳي ۽ هو مير کان بدظن رهڻ لڳو. جنهنجو نتيجو اهو نڪتو، جو ميان صاحب جوڌپور جي راجا بجيسنگ سان سازباز ڪري ۾ راجپوت گهرايا، جن کي هدايت ڪئي وئي ته مير صاحب کي شهيد ڪري ڇڏين. راجپوت رات ڏينهن تاڙ ۾ رهيا. نيٺ هڪ ڏينهن خلاصي احوال ٻڌائڻ جي فريب سان، مير صاحب تي سندن حملو ڪامياب ٿيو. راجپوتن پنهنجا ڀالا مير صاحب جي جسم ۾ داخل ڪري ڏنا. مير صاحب ٽپ ڏيئي اٿيو. هڪ کي ته ماري وڌائين، باقي ٻيو ڀڄي ويو. مير صاحب ٻه ٽوري وقت ڪنهوءَ زخمن وگهي وفات ڪئي. هڪ شاعر ان منحوس واقعي جي تاريخ هيٺين ريت لکي آهي:-

از سر افسوس گفتا هاتفم
مير شد از جمد هر هندو شهيد.

---

١١٩٤ هجري

## هالاڻي جي جنگ

[مير عبدالله - ميان عبدالنبيءَ جي ڀاڄ - ميان صادق علي جو تخت تي وهڻ - جوڌپور جي راجا سان جنگ - قلات سان جنگ - مدد خان جو سنڌ ۾ اچڻ - ميان عبدالنبيءَ جي وري تخت نشيني - ميرن جو قتل - مير فتح علي جي پڳ ٻڌڻ - عبدالنبي سان ٻهرين جنگ.]

## هالاڻي جي جنگ

مير بجار جي قتل جي خبر ٻڌي، ٽالپر غيظ و غضب ۾ ڀرجي ويا. رئيسيءَ جي پڳ مير بجار جي لائق پٽ مير عبدالله

ڪي ٻڌائي وئي. جنهن جي سرڪردگيءَ هيٺ ٽالپرن ميان عبدالنبي
ڪان پاڙو جهاڙو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. هن فيصلي جي خبر ميان
کي به پهچي وئي، جنهن پنهنجا پٽ جوڌپور جي راجا ڏي موڪليا
۽ پاڻ وڃي قلات جي خان وٽ پناهگير ٿيو.

ميان عبدالنبيءَ جي ڀاڄ جي خبر ٻڌي ٽالپر سردارن
ڪنهن کي ڪلهوڙن مان تخت تي وهارڻ مناسب ڄاتو. منهنجي
نگاه انتخاب هڪ صادق علي نالي فقير تي پئي، جو دنيا جا
لاڳاپا ٽوڙي فقيري حال ۾ گذاريندو تي رهيو. هيءَ ميان
غلام حسين ڪلهوڙي جو پٽ هو ۽ تخت و تاج سان سندس
ڪا به ويجهائي ڪانه هئي. مگر نصيب کيس فقيريءَ تان اميريءَ
تي پهچايو. صادق علي فقير ۱۷۸۰ع ۾ سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو.
هن تخت نشين ٿيڻ کان پوءِ رعيت جي آسودگيءَ لاءِ گهڻوئي
پاڻ پتوڙيو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ مير عبدالله جوڌپور جي راجا
کان بي گناه مير بجار جي خون جو بدلو وٺڻ گهريو. فقير
صادق علي وڏي فوج وٺي جوڌپور تي ڪاهي هليو. هوڏانهن راجا
بجيسنگ به زبردست فوج وٺي ميان جي مقابلي لاءِ هليو. جوڌپور
جي سرحد تي هڪ خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان سوڀارو
ٿيو. گهڻي لٽ جي سامان سان گادي جي هنڌ ڏانهن موٽيو.
ميان عبدالنبي به قلات ۾ ماٺ ڪيو نه ويٺو هو. جوڌپور جي
جنگ جي نتيجي کيس گهڻو مايوس ڪيو. ناچار وانگر وٽ ڪائي
اٿيو. قلات جي حاڪم محمد نصير خان کان مدد گهريائين،
جنهن گهڻي رد بدل ڪانپوءِ پنهنجي نائي ريزڪ خان جي هٿ
هيٺ لشڪر سنڌ تي چاڙهي موڪليو. ميان صادقعلي ميرن جي
همراهي سان لاڙڪاڻي جي ٿوري پنڌ تي بروهين جي فوج جي
سامهون ٿيو. سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ ريزڪ خان مارجي ويو
۽ ميان عبدالنبي جنگ جو ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. فقير صادقعلي
وري به مظفر ۽ منصور دارالسلطنت ڏي ويو.

هن ناڪاميابي کان مجبور ٿي، ميان عبدالنبي وڃي قنڌار پهتو. افغانستان جي تخت تي ان وقت نامور بادشاه احمد شاه ابداليءَ جو فرزند تيمور شاه هو. جيتوڻيڪ تيمور شاه ٻهريائين ميان جي امداد کان انڪار ڪيو، پر پوءِ ان جي گهڻي روڄ راڙي تي ڪيس گهڻو رحم آيو ۽ وڏي فوج پنهنجي سردار مدد خان جي هٿ هيٺ سنڌ تي چاڙهي موڪليائين. مدد خان جي اچڻ جي خبر ميرن کي پئي. هنن هڪ مشاورتي مجلس ڪوٺائي: مير فتح خان ۽ مير مرزو خان جي راءِ هئي ته بادشاهي لشڪر سان وڙهڻ اڻ سهائيندڙ آهي، مگر صوبدار خان جي لائق فرزند مير فتح علي خان* زوردار لفظن ۾ مخالفت ڪئي ته بادشاهي لشڪر جي پيش پوڻ جي معنيٰ آهي، ميان جي پيش پوڻ. مير عبدالله خان، جو انوقت ٽالپرن جو رئيس هو، هي آخرين فيصلو ڪيو ته: ”نه جنگ ڪجي، نه پيش پئجي. ڪنهن نامعلوم هنڌ تي وڃي گوشه نشين ٿجي.“ جيئن ته هي خيال خود حفاظت جي لاءِ موزون هو، مير صاحب ديره جات ڏي هليا ويا. مگر مير فتح خان ۽ مير باگو خان ٻئي عمرڪوٽ ۾ وڃي رهيا. مدد خان به تيزيءَ سان وڌندو اچي عمرڪوٽ ۾ پهتو. پناهگير ميرن پاڻ ۾ وڙهڻ جي جرات نه ڏٺي، مدد خان جي پيش پوڻ ۾ بهتري سمجهي ۽ عمرڪوٽ جو قلعو مدد خان کي سپرد ڪيو ويو. مدد خان به هنن ٻنهي کي ڪٺي قيد ۾ وڌو. مير فتح خان ته ڪنهن حيلي قيد مان ڇڄي ويو، مگر باگو خان نڪري نه سگهيو.

مدد خان هاٿي پڙ پالهو ڏسي، ميان عبدالنبي کي وري تخت تي ويهاريو ۽ ڪانئس ان دولت جي گهر ڪيائين، جنهنجو هو وعدو ڪري آيو هو. ميان، ٻهريائين ته هن کي چالاڪيءَ سان دفع ڪرڻ گهريو، مگر مدد خان جي اکيان هنجي هڪ نه هلي. نيٺ عبدالنبي مدد خان کي سنڌ ۾ عام قرلت جي اجازت

* هالاڻي جي جنگ جو فاتح.

ڏني. بس پوءِ ته مدد خان سنڌ ۾ ڪيس ڪري ڇڪو. سيد عظيم ٺٽوي پنهنجي تاريخ ۾ ان واقعي جي اهميت هيئن ٿو ڏيکاري:-

”چنان هول در ملڪ سنده اوفتاد
ڪه هول قيامت بداده به ياد.“

مدد خان سنڌ کي ويران ۽ برباد ڇڏي ڪابل موٽيو، جتي بنا اولاد مري ويو. مدد خان جي هيبت، ويچارن سنڌين تي ايتري ته ويٺل هئي، جو اڄ ڏينهن تائين ضرب المثل آهي ته ”ڪو مدد نه چڙهيو آهي.“ هڪ شاعر ان واقعي جي تاريخ لکي آهي:-

”اي داد از ظالم بي دادي منحوس“

١١٤١ ھ

مدد خان جي طوفان تري وڃڻ ڪان پوءِ ميان عبدالنبي هڪ عاجزيءَ پريل خط مير عبدالله ۽ ٻين ڏي لکي موڪليو ته هو موٽي ماڳن تي اچن. اگرچ نوجوان ميرن هن ۾ فريب ڏٺو، مگر مير عبدالله، مير فتح خان ۽ مير مرزو خان جهڙن ساده دل ميرن وٺاءِ کي ويڪرو ڪرڻ مناسب نه ڄاتو، ميان جي سڏ تي موٽيا. مگر فريبي ۽ بدنصيب ميان پنهنجي قول کي نه پاڙيو. هڪ ڏينهن وجهه وٺي، هن مير فتح خان، مير عبدالله خان ۽ مير مرزو خان کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. تنديا مير جيسٽائين ماڳين رسن ٿي رسن، هي بد خبر سندن پيشوائيءَ لاءِ پهتي. ٿئون ڪهرام مچي ويو. ٽالپر ڪارن ڪپڙن ۾ اچي مير فتح علي وٽ پهتا، جيئن ته مير عبدالله جا فرزند ننڍا هئا، ان ڪري رئيسيءَ جي پڳ مير فتح علي کي ٻڌايائون.

مير فتح علي خان پنهنجن ٻين ميرن جهڙوڪ: ”مير سهراب خان ۽ مير ٺاري خان“ سان گڏ وڏي فوج وٺي عبدالنبي ڏي هليو.

هوڏانهن ميان به ڏگاڻي جتوئي جي هٿ هيٺ مقابلي لاءِ لشڪر موڪليو. مگر ڏگاڻو پنهنجي لشڪر جو گهڻو حصو وڃائي ڀڳو. عبدالنبي کي جڏهن شڪست جي خبر ملي، تڏهن ڪهاوڙن جي مدد سان اچي هالاڻي ۾ ميرن جي سامهون ٿيو، جتي مير اڳيئي منزل انداز هئا.

هالاڻي جي ميدان تي هڪ خونريز جنگ وڙهي وئي، جنهن ۾ سنڌ جو نامور دلير محمد حسين ڪهاوڙ، ميان جي طرف وڙهندي مارجي ويو. ٻئي طرف سهراب خان به سخت زخمي ٿي پيو. گهڻي وقت جي مقابلي ڪانپوءِ عبدالنبي ميدان ڇڏي ڀڳو ۽ فتح مير فتح خان جي حصي ۾ آئي. هن جنگ ڪلهوڙن جي صاحبي جو سنڌ ۾ هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو.

(سدائين رهيو نالو الله جو.)

# هڙٻر جنگ — مير فتح علي خان

## ١٧٨٣ - ١٨٠٢ع

هالاڻي جي جنگ ڪانپوءِ - حڪومت جو جوڙ جڪ - عمرڪوٽ تي جوڌپور جي راجا جي ڪاهه - ميان عبدالنبي جون ناڪام ڪوششون. حيدرآباد جي فتح - بهاولپور تي چڙهائي - حيدرآباد جو تخت گاهه ٿيڻ - سڪرنڊ ۾ سڪونت گاهه مير جي وفات.

---

هالاڻي جي فيصله ڪندڙ جنگ (١٧٨٢) ڪانپوءِ مير صاحب منزل ڪٽي اچي نوشهري فيروز ۾ رهيو، جتي هن پنهنجي فوجي عملدارن ۽ سپاهين کي خوب انعام ۽ اڪرام ڏنا. ميان عبدالنبي جا گهڻا طرفدار هتي اچي سندس پيش پيا. جن جي دلجوئي ڪري، کين عزت ۽ مان سان رخصت ڪيائين.

حڪومت کي زياده پايدار ڪرڻ لاءِ مير صاحب پنهنجي ڀين ڀائرن مير غلام علي، مير ڪرم علي ۽ مير مراد علي کي ٻه رياست جي ڪاروبار ۾ شريڪ رکيو. جنهن حڪومت کي 'چوياري' جو نالو مليو، ۽ حڪومت ڪندڙن کي 'چار يار' ڪري سڏيندا هئا.

حڪومت جي ڦير گهير جي حالتن ڪان جوڌپور جي راجا کي هشي آئي ۽ چاهيو ته انقلاب واري زماني جو فائدو وٺجي. انڪري هن وڏي فوج عمرڪوٽ جي فتح ڪرڻ لاءِ چاڙهي

مڪي. مير فتح علي جي فوج "هالاڻي" جي جنگ ڪاڻپوءِ ٽڙي پکڙي وڃي هئي. باقي جا ونس فوج هئي، ان جو ڪجهه حصو مير سهراب خان جي پاءُ مير غلام محمد جي ماتحت راجپوتن جي مقابلي ۾ ڏياري موڪليائين. مير غلام علي نهايت دليري سان وڙهيو مگر شهيد ٿيو. سندس سڄي فوج ميدان ۾ ئي ڪم آئي. مير فتح علي کي جڏهن هن واقعي جي خبر پهتي، تڏهن پاڻ فوج وٺي، راجپوتن تي چڙهي ويو. راجپوت مهندار کي جڏهن هيءَ خبر پهتي ته مير پنهنجي سر مٿي تي اچي رهيو آهي، تڏهن عمرڪوٽ کي ڇڏي، فوج کي واپس وٺي جوڌپور پهتو. پر تنهن هوندي به عمرڪوٽ راجپوتن کان وٺي نه سگهيو. هيڏانهن مير فتح علي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو، هيڏانهن ميان عبدالنبي هالاڻي هار کائي، قلات جي حاڪم نصير خان وٽ وڃي پهتو. اڳي وانگر ڪيس مدد لاءِ منٿ ميڙ ڪيائين. نصير خان پهريائين ته ڪيس مدد ڏيڻ کان انڪار ڪيو، پر پوءِ دلاسو ڏنائين؛ ساڳئي وقت مير فتح علي ڏي پنهنجي مجبوري جو سڄو احوال لکي موڪليائين. جنهن ۾ ڪيس ڄاڻايائين ته "قلاتي لشڪر ميان کي فقط خدا آباد ۾ پهچائيندو. انڪان پوءِ اوهان ڄاڻو ۽ ميان. اسين هن معاملي ۾ بي طرفدار رهنداسين".

مير هن خط جي جواب ۾ "خان قلات" کي سختيءَ سان لکيو ته سندس فوجون ڀلي ميان کي خدا آباد پهچائي وڃن، مگر هو ڪنهن به حالت ۾ درياهه پار نه ٿين. ميان هي وٺي جڏهن سيوهڻ جي نزديڪ آيو، تڏهن قلاتين ڪانئس ڪاڌ ۽ خوراڪ جو خرچ گهريو؛ ميان صاحب وٽ پيسو ڪين هو، هن چاهيو ته بروهي به پٺاڻن وانگر لٽ مار شروع ڪن، مگر بروهين هن کان انڪار ڪيو ۽ ميان جو ساز و سامان اڇلائي، واپس قلات موٽي ويا. ميان پاڻ کي اڪيلو ڏسي، وري اتر طرف منهن ڪري هلندو ۽ منزلون ماريندو وڃي "تيمور شاهه" جي خدمت ۾ پهتو. "تيمورشاهه" وري به سندس حال ڀائي ٿيو ۽ وڏي فوج پنهنجي مکيه سردار

"بوستان خان" ۽ "اخلاص خان" جي هٿ هيٺ سنڌ تي ڌاڙهي موڪليائين. هوڏانهن مير صاحب به پٺاڻن جي آمد جي خبر ٻڌي اهي روهڙي منزل انداز ٿيو.

اوچتو تيمور شاهه پنهنجي سردارن کي واپس ورڻ جو حڪم ڏنو، جو ڪنهن اندروني جهڳڙن جي ڪري قنڌار جي طرف فسادَ جا آثار ٿي نظر آيا. ميان به ان لشڪر سان ناڪام ٿيو. هن واقعي کان ٿورو وقت پوءِ ميان وري به تيمور شاهه کي هرکايو، جنهن هڪ فوج "احمد خان" نورزئي جي هٿ هيٺ ڏياري موڪلي. مگر جي پسگردائي ۾ مقابلو ٿيو، جنهن ۾ پٺاڻن سخت شڪست کاڌي ۽ فتح، مير صاحب جي حصي ۾ آئي، هن فتح تي خداآباد ۾ وڏي خوشي ملهائي وئي. هن واقعي کان ٿورو پوءِ تيمور شاهه به فوت ٿي ويو ۽ قنڌار، گهرو جنگين جو مرڪز بڻجي ويو، جنهن ڪري عبدالنبي هميشه لاءِ پٺاڻن جي مدد کان مايوس رهجي ويو. ميان عبدالنبي جي ناڪام ڪوشش کانپوءِ "مير فتح علي خان" سنڌ جي حڪومت کي سٺن ڀاڱن ۾ ورهايو، جنهن جا چار ڀاڱا سندس قبضي ۾ آيا، باقي ٽن ڀاڱن مان هڪ حصا "مير سهراب خان کي مليا ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي مليو. آئينده لاءِ سنڌ ٽن حصن ۾ ورهائجي وئي ۽ سنڌ جا ٽي تختگاهه خيرپور، خداآباد ۽ ميرپور خاص مقرر ٿيا.

حيدرآباد جو قلعو هنوقت تائين ميرن جي قبضي ۾ نه آيو هو. ميان عبدالنبي جي طرفان قلعي جو نگهبان "شاهمين" نالي شيدي هو. ميان عبدالنبي جي ناڪامين جو اثر قلعي جي بهادر نگهبان تي ڪجهه به نه پيو. هن دلاور شخص قلعي کي ويتر مضبوط ڪيو ۽ مقابلي لاءِ تيار ٿي ويٺو. مير فتح علي خان پنهنجي هڪ دلير سردار، سردار حاجي احمد کي وڏو ڪٽڪ ڏيئي، قلعي جي فتح لاءِ موڪليو. شاهمين، قلعي جا دروزا بند ڪرائي پختو ٿي ويٺو. سانده ٻه ورهيه حاجي احمد قلعي کي گهيرو ڪيو ويٺو هو، مگر سندس

ڪوبہ چاڙهو نہ ٿيو. آخر موڙاطي ذات جا ماڻهو جي قلعي جي اندر هئا، تن کي حاجي احمد پاڻ سان ملايو. هنن بارود کي باه ڏني، جنهن ڪري قلعي جي اڀرندي واري پت ڪري پئي. حاجي احمد موقعي کي غنيمت سمجهي قلعي ۾ ڏوڪي پيو ۽ دلاور شالمين کي گرفتار ڪري، مير صاحب ڏي ڏياري موڪليائين. مير صاحب شالمين جي وفاداري جو قدر ڪندي، ڪيس ڪرسي تي ويهاريو ۽ سندس نمڪ حلالي تي آفرين چيائين.

هڪ روايت ۾ آهي* تہ مير صاحب ان کي قاسيءَ تي چاڙهيو. ٻي روايت ۾ آهي تہ هن کي آزاد ڪيو، جو پوءِ وڃي ميان عبدالنبي سان گڏيو. مير صاحب حيدرآباد جي قلعي جي ناتح کي بيحد نوازيو ۽ گهڻي قدر داني ڪئي.

بهاولپور جي رئيس "فضل علي دائود پوٽي" کي بختيار ٿالي هڪ دائود پوٽي ملڪ مان تڙي ڪڍيو هو. هو مير صاحب وٽ مدد لاءِ ڪهي آيو هو. مير صاحب کي سندس گڻ ياد هئا، جو هن هڪ دفعي مير صاحب جي خدمت ڪئي هئي. مير صاحب کي سندس ڏکئي حال تي ترس آيو. وڏو لشڪر وٺي دوست جي مدد لاءِ بهاولپور چڙهي ويو: بختيارخان مقابلي جي طاقت نہ ساري ڀڄي ويو ۽ حق حقدار کي مليو.

مير صاحب هاڻي جنگي ڪارروائي کان فراغت لهي، ملڪي جوڙجڪ ڏي توجهہ ڏنو. هن خدا آباد کان گادي ڦيرائي حيدرآباد ڪئي، جو هن خدا آباد جي شهر کي منحوس ڄاڻي سمجهيو، جتي ٽالپرن جا ڪيترائي نامي رئيس ماريا ويا. قلعي کي درست ڪرايو ويو، ۽ پوءِ پنهنجي سموري آناني سان اچي حيدرآباد ۾ رهيو. دَر جي آخرين چيڙي وٽ ہہ مضبوط قلعا فتح ڳڙه تيار ڪرايائين. پوئين کي هينئر اسلام ڪوٽ ۽ پهرئين کي نئون ڳوٺ سڏجي ٿو.

* سنڌ جو شاهنامہ ص ٦٨.

اُن کان سواءِ سکرنڊ جي ڊنڍ ۾ هڪ عاليشان محلات تعمير ڪرائين جنهن ۾ وقت بوقت پاڻ سندس پويان مير صاحب رهندا هئا مير صاحب جي هوندين وقت ۾ سنڌ کي بيحد آرام ۽ اَمن حاصل ٿيو. پر اوچتوئي اوچتو مير صاحب کي "سرطان" جي ڦرڙي پيدا ٿي. جيتوڻيڪ ۾ دفعا اڳ ۾ کيس اهڙو ڦرڙ پيدا ٿيو هو، مگر هن دفعي مهلڪ ثابت ٿيو. حڪيمن گهڻائي حيلا ڪيا، مگر موت جو علاج ڪهڙو؟ ١٠ محرم ١٢١٧ ھ جي رات هئس، مير صاحب موت جي بستري تي آخري پساه کڻي رهيو هو، جو سجاول نالي خاصخيلي کيس فرزند تولد ٿيڻ جي خبر ڏني. خداتعاليٰ جا شڪرانا ادا ڪيائين. سجاول کي پرسان رکيل جوهردار تزار انعام ڏنائين ۽ پٽ تي پنهنجي شهيد پيءُ جو نالو صوبدار رکيائين. جيئن ته کيس پنڌ ڪرڻ جي طاقت نه رهي هئي، پٽ کي ڏسڻ لاءِ پٽ پيڻ جو حڪم ڏنائين. مگر حڪم جي تعميل کان اڳ، بي هوش ٿي ويو ۽ وري موت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي نه سگهيو. سندس لاش وصيت موجب خداآباد سندس وڏن جي پرسان دفن ڪيو ويو ڪنهن شاعر سندس فوت ٿيڻ جي تاريخ لکي آهي:-

جائي جنت نصيب فتح علي

١٢١٧ ھ

مير فتح علي، سنڌ جي گذريل حاڪمن مان ناموَر حاڪم ٿي گذريو آهي، جهڙوئي دلير هو، تهڙوئي علم سان شوق هوس. سندس دربار هميشه علم وارن جي توجهه جو مرڪز بڻي رهي.

## مير غلام علي خان

١٨٠٢ع - ١٨١٢ع

مير ٿاري سان جنگ شڪارپور ۽ ڪراچي جي فتح- دائود پوٽن سان جنگ. شاهه شجاع الملڪ جو ڏيل جي وصولي لاءِ اچڻ- انگريزن سان صلح- مير صاحب جو انتقال.

هي مير فتحعلي خان جو پاڻ هو، ۽ اُن جي فوت ٿيڻ کان پوءِ حيدرآباد جي پاڳي جو ۽ سڄي ٽالپرن جو رئيس ڪري سڏجڻ ۾ آيو. حڪومت جو انتظام هلائڻ لاءِ هن مير فتحعلي خان وانگر پنهنجي ٻن ڀائرن مير ڪرمعلي خان ۽ مير مراد علي خان کي به پاڻ سان شريڪ رکيو.

مير غلام علي جي اوچتو ميرپور خاص جي حاڪم مير ٺاري خان سان جنگ لڳي جنهن جنگ جو سبب ”سنڌ جو شاهنامو“ جي مصنف هيٺين ريت ڏيکاريو آهي:

گهنور نالي هڪڙي لغاري بروچ جو اُٺ مهيم سري جي گدرن جي واڙي ۾ اچي پيو. مهيم ان کي ٻڌي ڇڏيو. هي خبر جڏهن گهنور کي پيئي، تڏهن هو مهيم وٽ آيو ۽ ڪجهه پئسن جي رقم آڇ ڪري اُٺ گهريو ۽ مهيم ڪجهه اُٺ ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ اٽلو گارگند ڪئي. گهنور کي سندس بدزباني تي چڙ لڳي تڏهن هٿ مهيم کي ماري وڌائين ۽ اُٺ ڇوڙي راهي ٿيو. بروچن وڃي مير ٺاري کي داتهن ڏني . هن ٻنا ڪنهن تحقيقات جي پنهنجا سپاهي لغاري تي واڙهي مڪا جن لغارين جي گهرن کي باهيون ڏنيون ۽ ڪيترن کي ماري وڌائون. لغاري، جي شهدادائي ميرن جي نوڪريءَ ۾ هئا. تن گڏجي سموري حقيقت وڃي مير غلام علي کي ڪئي. مير ٺارو جيتوڻيڪ مير غلام علي جو عزيز ۽ سالو هو، تڏهن به حڪومت جي انتظام رکڻ لاءِ مير صاحب، مير ٺاري جي گوشمالي ڪرڻ ضروري سمجهي. تنهن ڪري پنهنجي سپهه سالار مير محمود خان جي هٿ هيٺ وڏو لشڪر ڏياري موڪليائين. هي لشڪر ڳوٺي جو طرف ڏئي اچي ”وهاڻي“ ڳوٺ ۾ ٻهتو. هوڏانهن مير ٺاري کي به خبر پهتي. هو به وڏو لشڪر وٺي اچي مير محمود خان جي سامهون پهتو. مير سهراب خان خيرپور جي حاڪم مير ٺاري خان کي هڪ نصيحت ڀريو خط لکيو، مگر مير ٺاري ان نصيحت کي اُٿ ڀڏو ڪري مقابلي جي تياري ڪئي.

سانده پنج ڏينهن جنگ لڳي، جنهن ۾ شهدادائي فوج جا ڪيترائي نامور سردار قتل ٿي ويا. مير ٺارو سخت ڦٽجي پيو ۽ سندس ناقي فوج جنگ جو ميدان ڇڏي ڀڄي وئي- مير ٺاري کي حيدرآباد ۾ آندو ويو، جتي سندس علاج ڪرايو ويو. جڏهن تندرست ٿيو، تڏهن مير غلام علي کيس گهڻي عزت سان ڪيڏي راوانو ڪيو. هن واقعي کانپوءِ مير ٺاري ۽ شهدادائي ميرن جي وچ ۾ هميشه لاءِ چڱو سلوڪ ٿي ويو.

شڪارپور جو شهر داڻود پوٽن ۽ مهرن جي مشهور جنگ * (١٦٠٣) کان پوءِ داڻود پوٽن آباد ڪيو هو. سو اوائل داڻود پوٽن جي قبضي ۾ رهندو آيو. ايستائين جو ميان يار محمد سنه ١٧٠١ع ڌاري ڪائن کنهن تجويز سان فتح ڪري ورتو. * مگر هي شهر گهڻو وقت ڪلهوڙن جي قبضي ۾ نه رهيو. ميان نور محمد جي وقت ۾ جڏهن ايران جو مشهور تاجدار نادر شاهه سنڌ تي چڙهي آيو، تڏهن شڪارپور وارو ڀاڱو ڪلهوڙن کان کسي، پنهنجي ملڪ سان ملائي ڇڏيائين. نادر شاهه جي قتل ٿيڻ کان پوءِ شڪارپور جو شهر ابدالي خاندان جي پائي رکندڙ "احمد شاهه" جي قبضي ۾ آيو. جنهن جا مامور ڪيل نواب هن ڀاڱي تي حڪومت ڪندا رهيا. جن مان "نواب صديق خان" هڪ مشهور ناليوار، نواب ٿي گذريو آهي. جنهنجي نالي پوئتان شڪارپور جو هڪ محلو "صديق ماڙي" سڏيو وڃي ٿو. احمد شاهه ابدالي پاڻ به وقت بوقت شڪارپور ايندو ٿي رهيو.

* هي مشهور جنگ (تعلقه سکر) جي پرڻان لڳي، جنهن ۾ داڻود پوٽن کٽيو. لکي جي پرڻان جو "ڳاڙهو مقام" سڏجي ٿو، سو هن جنگ جو يادگار آهي.

* داڻود پوٽن شڪارپور، وڏيءَ خونريزيءَ کان پوءِ ڪلهوڙن کي ڏني هئي. جتي داڻود پوٽن جو قتلعام ٿيو هو، ان کي اڄ به "ماهو" سڏجي ٿو. جتي هاڻي کٽي رهن ٿا.

تيمور شاه جي وقت ۾ به شڪارپور ابدالن جي قبضي ۾ رهي. مگر تيمور شاه جي وفات کان بعد جڏهن سندس پٽن قيصر مرزا ۽ زمان شاه جي وچ ۾ تخت لاءِ ڪشمڪش هلي، تڏهن مير غلام علي آن موقعي جو فائدو وٺي، مير سهراب جي مدد سان شڪارپور پنهنجي قبضي هيٺ آندي ساڳي وقت "ڪراچي" جو شهر جو ميان عبدالنبي مدد جي عيوض "قلات" جي نواب کي ڏيئي ڇڏيو هو، سو مير غلام علي قلاتين کان کسي ورتو. قلات جي خان محمود خان، ميرصاحب جي وڌندڙ طاقت ڏسي، ساڻس دوستي جو ناتو ڳنڍيو ۽ پنهنجي نياڻي مير صاحب جي نڪاح لاءِ ڏني. هي شادي "ٻاگــ" ۾ نهايت تجمل ۽ دٻدٻي سان ٿي گذري.

مير غلام عليءَ جي ڏينهن ۾ بهاولپور جي مشهور نواب محمد صادق دائود پوٽي سان جنگ لڳي، جنهن جو ڪارڻ هو اچ جي جيلاني سادات سان نواب جي نا سازي. اچ جي قديم شهر ۾ گهڻي وقت کان جيلاني سادات رهندا هئا. انوقت فقيري ۽ پيري جي مسند تي مخدوم گنج بخش جنگ آور ويٺل هو، جنهن کي ڪن خانگي ڳالهين تان نواب موصوف آزارڻ شروع ڪيو. جنگ آور ساڻس مقابلو ڪاڏو، پر ناڪامياب ٿيو ۽ اچ ڇڏي پنهنجي جاگير قادرپور، [تعلقه گهوٽڪي] ۾ اچي رهيو. جتان مدد لاءِ پنهنجي خاص مريد شادي* کي خيرپور جي مير سهراب خان ڏي موڪليائين. مير سهراب، مخدوم صاحب جي مدد لاءِ وڏي فوج رواني ڪئي، جا احمد پور جي نزديڪ پهتي. مير جي فوج هڪ واه جي ترِي ۾ وڃي آڙ ورتي. نواب موقعي کي غنيمت

* فقير شادي بروچ هو، جو پوءِ پنهنجي پير جي خدمت ڪندي شهيد ٿيو. هيئنر ڪيس شادي شهيد سڏجي ٿو. سندس تربت خيرپور کان ٿوري مفاصلي تي آهي.

سمجھي، واھ جو منھن ڪواي ڇڏيو. پاڻيءَ جي اوڇتي حملي ڪري ميرن جي فوج سامان سڙو وڃائي، پنھنجو سر بچائي ڀڳي. نواب ٿلولي طور پچي ويلن جو سامان مير غلام علي ڏي حيدرآباد ڏياري موڪليو. مير صاحب کي ھي ڏسي بيحد غصو آيو ۽ وڏي فوج بھاولپور رياست تي چاڙھي موڪليائين. لشڪر جي سپھسالار طاھر خان وڏي مقابلي ڪانپوءِ احمد پور تي قبضو ڪيو. ھي ڏسي نواب صلح لاءِ درخواست ڪئي، جنھن موجب سبزل ڪوٽ جو پاڳو مير صاحب کي مليو. پارھن ھزار ڍل بہ ساليانہ نواب ڏيڻي ڪئي، ۽ اُچ جي مخدوم صاحب کي بہ پرچائي ويو. طاھر، سندس پٽ بھاول خان غمال طور مير صاحب وٽ پھچايو. مير صاحب تنھن سوپ ڪانپوءِ طاھر کي نوابي جو خطاب عطا ڪيو. حيدرآباد ۾ اڄ بہ طاھر بازار نواب طاھر خان جي نالي کي جيئرو رکندي ٿي اچي.

جئن مٿي ڏيکاريو ويو آھي، تيمور شاھ جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ سندس ٻن فرزندن قيصر مرزا ۽ زمان شاھ جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ خونريزي ٿيندي رھي. ھن ڇڪتاڻ جي سبب سنڌ جو ھرڳنو ٿوري وقت لاءِ افغانستان جي محڪومي کان آزاد ٿي ويو. نيٺ زمان شاھ غالب ٿيو ۽ افغانستان جو تاج سندس نصيب ۾ آيو. پنجاب، جو ھن خانہ جنگي جي ڪري، درانين کان باغي ٿي ويو ھو، اُن کي وري ھٿ آڻڻ لاءِ زمان شاھ وڏي فوج وٺي افغانستان ڇڏيو. مگر بغاوت جي باھ افغانستان ۾ ٻئي دکي. بادشاھ جيَ غير حاضريءَ ۾ سندس ڀاءُ وڏي فوج وٺي ڪابل تي چڙھي آيو ۽ ڪابل فتح ڪري بالاحصار جي قلعي مان "قيصر مرزا" کي آزاد ڪيائين. مگر قيصر مرزا ھاڻي ڪنھن ڪم جو نہ ھو، ڇو تہ زمان شاھ مظلوم ڀاءُ جي اکين ۾ ڳرم لوھي سرائي ڦيرائي کيس ھميشہ لاءِ انڌو بڻائي ڇڏيو ھو.

محمود جي بغاوت جي خبر پڙهي زمان شاهه نهايت تيزيءَ سان ڪابل ڏي وڌيو. ڪابل جي پسگردائيءَ ۾ ٻنهي ڀائرن جي خونريز لڙائي ٿي گذري، جنهن ۾ زمان شاهه قيد ٿي پيو ۽ محمود ان جي اکين ۾ گرم لوهي سرائي گهمارائي کيس هميشه لاءِ انڌو بڻائي ڇڏيو. انهيءَ ڪري ٿي ڪنهن عاقل فرمايو آهي:

"زماني جي بلاءِ کان بيخبر نه رهه،
ڪڏهن ڪان ڪڏهن سلي ٿي ۽ جوءِ ڪان جو."

محمود کي به گهڻو وقت تخت ماڻڻ نصيب نه ٿيو. اميرن جي مخالفت نيٺ رنگ لاتو، جن محمود کي تخت تان لاهي شجاع الملڪ کي تخت تي ويهاريو. جنهن کي عام طرح شاهه شجاع سڏيو ويندو آهي. افغانستان جي بادشاهه گردي جي زماني ۾ سنڌ بلڪل آزاد رهي. مگر شجاع الملڪ تخت تي وهڻ سان قلات ۽ سنڌ ڏي ڌيان ڏنو. جيئن ته سنڌ ڏي گهڻي وقت کان ڍل رهندڙ هئي، شاهه شجاع ان جي وصولي لاءِ سنڌ ۾ پهتو. مير غلام علي به وڏي فوج وٺيو، شاهه جي مقابلي لاءِ اچي شڪارپور جي سامهون پهتو. مگر جلدئي سنڌن ناهه ٿي ويو ۽ شجاع الملڪ ڏهه لک رپيا وٺي، مير کي سنڌ جي حڪومت جي سند عطا ڪئي. جنهن جي عيوض ميرصاحب کيس ساليانو پنج لک رپيا ڍل ڏيڻ منظور ڪئي.

هن مير صاحب جي ڏينهن ۾ مکيه واقعو آهي: انگريزن ۽ ميرن جو عهدنامو. اگرچه سنڌ سان انگريزن جي ڏيٺ ويٺ سورهين صدي عيسويءَ ۾ ٿي هئي، مگر جيئن ته سنڌ جي ملڪ ۾ سندن واپار کي ايترو فروغ حاصل ٿي نه سگهيو، پڻ ميان سرفراز ۾ کين شڪي نگاهه سان ڏسڻ لڳو، ان ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپني پنهنجي تجارتي ڪوٺي کي ٺٽي ۾ بند ڪرڻ مناسب سمجهيو. ان کان پوءِ جا انگريزي تعلقات تفصيل طلب آهن، جي "انگريزي دور" ۾ ڏيکاريا ويندا. مگر هتي ايترو ڏيکارڻ ضروري آهي ته ميرن ۽ انگريزن جو پاڻ ۾ ڪهڙي ريت سنبند ٿيو.

مير فتح علي جي زماني ۾ ١٧٩٠ع ڌاري ايسٽ انڊيا ڪمپني ابوالحسن نالي هڪ ديسي سوداگر کي سنڌ حڪومت ڏانهن ڏياري موڪليو ته وڃي ساڻن انگريزن جا تعلقات قائم ڪري. اگرچ ظاهر ۾ هي هڪ واپاري ناتو هو، مگر باطن ۾ ان جي اندر هڪ سياسي حڪمت هئي، جنهن جو مطلب هو ته سنڌ جي دربار کي فرينچن ۽ ميسور جي مجاهد سلطان فتح علي ٽيپو کان دور رکيو وڃي، ڇو ته فرانس ۾ ان وقت وڏو انقلاب اچي چڪو هو ۽ انقلابين جو مشهور سپه سالار ”نيپولين بونا پارٽ“ مصر فتح ڪري هندستان تي ڪاهه ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيو هو ۽ سلطان ٽيپو سان هن جا گهرا لاڳاپا ٿي چڪا هئا. مير فتح علي انگريزن جي وفد کي گهڻي عزت ڏني ۽ بمبئي جي گورنر کي محبت ڀريو خط لکي کيس اجازت ڏني ته پل ڪراچي ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني پنهنجي ڪوٺي وجهي. ”مسٽر ناٿن ڪرو“ ڪراچي ۾ انگريزن جو ڀهريون ايجنٽ ٿي رهيو. مگر هو گهڻو وقت سنڌ ۾ نه رهيو ۽ ڪمپني کيس جلدئي گهرائي ورتو، ڇو ته زمان شاهه، مير کي مجبور ڪيو ته انگريزي ايلچي سنڌ ۾ نه رهايو وڃي. سنه ١٨٠٧ع ۽ ١٨٠٨ع ۾ نيپولين جو خطرو گهڻو وڌي ويو هو. ان ڪري انگريزي حڪومت ضرور چاتو ته افغانستان ۽ سنڌ ڏي پنهنجا ايلچي موڪلي ۽ اتان جي اميرن سان دوستي جو ناتو ڳنڍي. افغانستان ڏي ”ماٺونٽ ايلفنسٽن“ (جو پوءِ بمبئي جو گورنر ٿيو، جنهن جي هندستان جي تاريخ لکيل آهي) ۽ سنڌ ڏي مسٽر ميٺن موڪليو ويو، مگر ڪوبه خاطرخواه عهدنامو نه ٿي سگهيو.

هن وقت ڌاري ڪڇ ۾ ڏڪار پيو، جنهنڪري اتي جا ماڻهو سنڌ ۾ لڏي آيا، جتي هنن پنهنجا ٻچا وڪڻي، پيٽ قوت جو سامان پئي حاصل ڪيو. انگريزي پريزيڊنٽ جي عرض تي مير غلام علي پنهنجي خاص ملازم فقيري کي حڪم ڏنو ته ڏڪار جي ستايلن کي ان مفت ڏنو وڃي ۽ وڪاڻل زالن ۽ ٻارن کي ڇڪ ملڪ ڏانهن موٽايو وڃي. جنهن حڪم جي تعميل فقيرو خان

نهايت عمدي طرح سان ادا ڪئي. وڪائل زالون ۽ ٻار پنهنجي وطن ڏانهن موٽايا ويا.

سنه ١٨٠٧ع ۾ جيتوڻيڪ مسٽر ميٿن جي سفر مان ڪو خاطرخواه نتيجو نه نڪتو هو، تنهن هوندي به انگريزي حڪومت سنڌ جي حالتن کان بيخبر رهڻ مناسب نه ٿي سمجهيو ١٨٠٩ع ۾ هڪ وفد سنڌ ڏي موڪليو ويو. ٢٧ اپريل ١٨٠٩ع ۾ اهو ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن تي مسٽر سمٿ ۽ ان جي جماعت هڪ "ميريا" نالي جهاز ۾ سوار ٿي بمبئي جو بندر ڇڏيو. ٩ مئي تي "ميريا" ڪراچي پهتو، جتان جي نواب توپن سان سندن سلامي ڏني ۽ مهماني لاءِ خوراڪ جو سامان موڪليو، مگر دن مهمان نوازي جي بدلي ۾ سنڌين کي سختي سان جواب مليو. هي حالت ڏسي نواب کي خوف لڳو، جنهن حيدرآباد جي دربار کي خبردار ڪيو. ميرصاحب وٽان هڪ محبت ڀريو خط پارٽي جي اڳواڻ کي لکيو ويو ۽ آخر هي وفد حيدرآباد پهتو. جتي مسٽر سمٿ دربار ۾ ڪرسي تي ويهڻ جي گهر ڪئي، ڇوته کيس خبر هئي ته مشرقي درٻارن ۾ ڪرسي جو نه ملڻ حاڪم جي بيعزتي آهي. مگر انهن ڳالهين هوندي به سندس عاليشان آجيان ڪئي وئي. ڌرين جي وچ ۾ هڪ دوستانو عهدنامو ٿيو، جنهن ۾ مضبوط دوستي، ايلچين جي رهڻ ۽ فرينچن کان پري رهڻ جون مکيه ڳالهيون هيون. هي عهدنامو ٢٢ آگسٽ سنه ١٨٠٩ع تي حيدرآباد ۾ صحيح ٿيو.

هن عهدنامي کان ٻه سال پوءِ، سنه ١٨١١ع * ڌاري

* ميرغلام علي جي وفات جو سال "شاهنامه سنڌ" جو مصنف ١٨٢٢ع ٿو وٺي. لب تاريخ وارو ١٨١٣ع ۽ مرزا قليچ بيگ مرحوم ١٨١١ع. حقيقت ۾ مير صاحب ١٢٢٧ هجري ۾ وفات فرمائي، جنهن سان لب تاريخ جو مصنف به اتفاق ڪري ٿو. ان ڪري ميرصاحب جي وفات جو عيسوي سنه ١٨١٢ع ٿيندو.

مير غلام علي فوت ٿيو. ڇو ن ٿا ته مير صاحب هڪ ڏينهن جبل ۾ شڪار ڪرڻ ويو، جتي تمام گهڻا هرڻ شڪار ڪيائين. هڪ هرڻ کي مير صاحب پاڻ حلال ڪيو مير صاحب اتي ئي بيٺو هو حلال ٿيل هرڻ جو سڱ ڇڙي ويو، جنهن ڪري ان جي سڱ جي چهنب سندس پير ۾ وڃي لڳي ۽ هڪ زخم ٿي پيو. اهو زخم ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندو ويو، ڪيترائي علاج ٿيا، مگر ڪوبه اثر ڪونه ٿيو ۽ نيٺ اُن مهلڪ زخم وڪوڙي مير صاحب وفات ڪئي. مير غلام علي پنهنجي پوٽن مان هڪ فرزند مير محمد خان ڇڏيو.

## مير ڪرم علي خان ”سرڪار عظمت مدار“

### ١٨١٢ع – ١٨٢٨ع

## شجاع الملڪ ۽ سنڌ- عمر ڪوٽ جي فتح
## رني ڪوٽ جو قلعو- ڪڇ تي ڪاهه
## راجا رنجيت سنگهه جي ڪاهه

شاه شجاع الملڪ کي افغانستان جي تخت تي اٺ سال حڪومت ڪندي مس گذريا هئا، جو بي قرار قوم پنهنجي شاهه جي بر خلاف ٿي پئي. ”فتح خان بارڪزئي“ جي مهنداري هيٺ انقلابين شاهه کي افغانستان ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. شاهه پنهنجي حرم سان گڏ جان بچائي قلات جي رستي سنڌ ۾ پهتو ۽ شڪارپور ۾ اچي رهيو. افغانستان ۾ محمود کي وري تخت تي ويهاريو ويو. مگر جلد ئي محمود پوڙهي وزير فتح خان جون اکيون ڪڍرائي، کيس مارائي ڇڏيو. هن جي ظلم ڪري بارڪزين محمود ۽ ان جي پٽن کي ملڪ مان ڀڄي وڃڻ لاءِ لاچار ڪيو ۽ ڪابل جي تخت تي فتح خان جي ڀاءُ ”دوست محمد“ کي ويهاريو ويو. امير دوست محمد درانين کي تباه ڪرڻ جي نيت رکي، محمود جو فيصلو ڪري، شاهه شجاع جي پوٽن پيو ۽ لاڙڪاڻي وٽ اچي پهتو. مير صاحب به هي خبر پئي اچي هن فوج جي مقابل لٿو. اڃا جنگ يا صلح بابت ڪوبه فيصلو نه ٿيو هو، جو افغاني ۽ سنڌي چوڪيدارن

جي وچ ۾ تلوار هلي پئي، هن معاملي مان وڏيڪ خرابي جي پيدا ٿيڻ جي امڪان کان ڊڄي ٻنهي ڌرين جا وڪيل اچڻ وڃڻ لڳا. ميرن جي طرفان نواب ولي محمد خان لغاري ۽ سيد آغا اسماعيل شاھ وڪيل هئا. آخر ڳالهه ٻولهه پڄاڻان هن شرط تي ٺهيو ته شاھ شجاع کي سنڌ ۾ نه رهڻو پوندو. مير صاحب اهو شرط قبول ڪيو ۽ شاھ شجاع کي پنجاب اماڻي ڇڏيائون، جتي هن وڃي راجا رنجيت سنگهه جي پناھ ورتي.

شاھ شجاع جي معاملي کان فراغت لهي، مير صاحب موٽي حيدرآباد آيو، جتي مير صاحب کي مير سهراب جو خط پهتو، جنهن ۾ عمر ڪوٽ جي فتح لاءِ کيس ترغيب ڏياري وئي هئي. مير خوشيءَ سان دعوت کي قبول ڪيو ۽ سبزل ڪوٽ جي فتح نواب طاهر خان ۽ نواب ولي محمد سان وڏي فوج چاڙهي مڪائين. هوڏانهن ميان سهراب خان به پنهنجي فوج سيد گوهر شاھ جي سرداري هيٺ رواني ڪئي. هوڏانهن جوڌپور جي راجا جنهن جي هٿ ۾ عمرڪوٽ جو قلعو ٿي رهيو، وڏي فوج مقابلي لاءِ ڏياري موڪلي. راجپوتن قلعي جي اندر ترسي ميرن جي لشڪر کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. مگر نواب طاهر خان قلعي کي بارود سان اڏائي ڇڏيو ۽ قلعي جي اندر دست بدست لڙائي کان پوءِ راجپوتن جي فوج ۾ ڀڄ پئي ۽ قلعو ميرن جي قبضي ۾ اچي ويو.

ڪوهستان جي علائقي ۾ مير ڪرم علي خان هڪ مضبوط ڪوٽ اڏايو، جنهن کي رني ڪوٽ چئجي ٿو. هو مشهور ڪوٽ

اڄ به پنهنجي سالم حالت ۾ بيٺو آهي. اندر البت نهر جي پاڻيءَ جي زور ڪري ڪي جايون برباد ٿي ويون آهن.

گهڻي وقت کان ڪڇ جي راجا جي سنڌ جي ميرن سان خصومت هلندي ٿي آئي. مير ڪرمعلي خان اُن جهڳڙي کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ ٿي گهريو هن وڏي فوج ڪڇ جي راجا

تي چاڙهي سگهي. مگر جيئن ته ڪڇ جو راجا انگريزن جو دوست هو، انڪري انگريزن ميرن کي ڪڇ تي ڪاهه کان باز رکيو.

جلد ئي مير صاحب کي معلوم ٿيو ته پنجاب جو سک حاڪم راجا رنجيت سنگهه سنڌ تي ڪاهڻ وارو آهي. ڇو ته ان وقت ۾ راجا رنجيت سنگهه ملتان جي حاڪم مظفر خان کي هڪالي ملتان هٿ ڪري ورتو هو ۽ هن جون اکيون مزارين (بلوچن) جي ملڪ تي هيون. جنجو شهر روجهان به جلد ئي سندس قبضي ۾ اچي ويو. جيئن ته روجهان سنڌ جي سرحد تي هو. ان ڪري ميرن پنهنجون فوجون شڪارپور موڪلي ڏنيون جيئن راجا رنجيت سنگهه جي اوچتي حملي جو جواب ڏيئي سگهن. سرچارلس نيپئر سنڌ جي فاتح انوقت ميرن جي طاقت جو نقشو هن ڪڍيو آهي. "انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته هو سنڌ فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها، مگر پٺي طرف مير به ڪنهن ڏاري طاقت جا محتاج نه هئا." مگر انگريزن هي تماشو ويهي ڏسڻ نه گهريو، وچ ۾ پئي هنن راجا رنجيت سنگهه کي سنڌ تي حملي ڪرڻ کان باز رکيو.

مير ڪرمعلي ١٦ ورهين جي حڪومت ڪان پوءِ ولاد فوت ٿي ويو. سندس وفات جي تاريخ "بادابهشت بارگاه" مان سال ١٢٠٤ هجري برابر سال ١٨٣٨ع نڪري ٿو. مير ڪرمعلي خان پنهنجي دؤر جو وڏو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. انجي علم ادب جي رهاڻ "پارسي ادبيات" ۾ ئي هند ڏني وينديي.

## مير مراد علي خان (سرڪار جهان مدار)

### ١٨٢٨ع - ١٨٣٣ع

### سرا ليگزنڊر برنس جو سفر - انگريزي عهدناما - ڪرڙي جلگ ، - وفات

مير ڪرمعلي خان جي وفات کان پوءِ مير مراد علي خان حيدرآباد جي گادي تي ويٺو. سنہ ١٨٣٠ع جي پڇاڙي ۾ انگلنڊ

جي بادشاهه ڪئي. سوکڙيون راجا رنجيت سنگهه ڏانهن موڪليون، جنهن کي پهچائڻ جو حڪم سر اليگزنڊر برنس* کي مليو ويو. بمبئي کان لاهور تائين پهچڻ جو سولو رستو سنڌونديءَ رستي هو، جو سر برنس کي حڪم ڏنو ويو ته اهوئي قريبي رستو پنهنجي سفر لاءِ اختيار ڪري. هن حڪم جي ملنديئي سر برنس عربي سمنڊ کان سنڌوندي جي منهن تي پهتو. ميرن جي ايجنٽ گهڻوئي کين منع ڪئي، پر آخر مير مراد علي جي اڌوري مرضي سان هي قافلو سلامتي سان حيدرآباد پهچي ويو، جتي ميرن جي طرفان سندن چڱي آڌرڀاءُ ٿي. مير رستم خان جنهن تازو خيرپور جي اميري جي پڳ ٻڌي هئي، هنن انگريزي مسافرن جي دل وڻڻ لاءِ پنهنجا خاص مقرب سندن آجيان لاءِ روانا ڪيا. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته اليگزنڊر برنس جي هيءَ مسافري ڏاڍي ڪمائتي ٿي ۽ مغرب جي رهندڙن کي "مهراڻ جي وادي" بابت پهريون دفعو مڪمل حالات هٿ لڳا. مگر هن حالت کان سنڌي عارفن جون اکيون بيخبر نه هيون. انهن مان هڪ ته چئي ڏنو:-

افسوس سنڌ ميرن کان وئي- بس فرنگين مهراڻ ندي
ڏسي ورتي جا فتح جو دروازو آهي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته هي پيشنگوئي پوءِ حرف بحرف سچي نڪتي. سر اليگزينڊر برنس جي هن مسافريءَ کانپوءِ جلدئي انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ سنه ١٨٣٢ع ۾ هڪ واپاري عهدنامو ٿيو. مگر جنهن ته ان ۾ گهڻيون سهوليتون نه هيون، انڪري انگريزن سنه ١٨٣٤ع ۾ هڪ نئون عهدنامو پيش ڪيو. لارڊ وليم بينٽڪ جو انوقت هندستان جو گورنر جنرل هو، سو پنهنجي سر سنڌ جي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو ۽ هن ڪرنل

---

* سر اليگزنڊر برنس پوءِ ڪابل ۾ پٺاڻن جي هٿان مارجي ويو.

پاڻ جو ڪي جو مير برنس سان گڏ رهيو هو، ٿئين عهدنامي جي تڪميل لاءِ سنڌ ۾ موڪليو جنهن ڪري انگريزي جهازن کي سنڌي درياه ۾ اچڻ وڃڻ کان روڪ لٿي؛ مگر ساڳئي وقت ميرن جي طرفان جي شرط ڏنا ويا، سي به انگريزن قبول ڪيا، جي هيٺيان شرط هئا:-

١- ڪوبه انگريز سنڌ ۾ بيٺڪ ڪري نه وهندو.

٢- ڪوبه واپاري هٿيار پاس سنڌ ۾ نه ايندو.

٣- انگريزي لشڪري جهاز سنڌي درياه تي نه ايندو، نه وري جنگي سامان سنڌ ۾ آندو ويندو.

انگريزن ۽ ميرن جي هن پوئين عهدنامي جو سال ١٨٣٤ع معلوم ٿئي ٿو، مگر "لب تاريخ" جو مصنف انجو سال ١٨٣٣ع لکي ٿو. مرزا قلچ بيگ صاحب به ٻه عهدناما ٿو وٺي. انهن مخالف روايتن کي مد نظر رکندي، پوئين عهدنامي جو تفصيل مير مراد علي جي دور ۾ ڏنو اٿم. اميد ته هن کي تاريخي غلطي تصور نه ڪيو ويندو.

جلدئي شاه شجاع ٽڪندو، بهاولپور رياست کان لنگهي، شڪارپور ۾ پهتو ۽ هڪ دفعي وري شڪارپور جو قلعو ۽ انجي پسگردائي سندس هٿ ۾ اچي وئي. مير صاحب جڏهن هي خبر ٻڌي، تڏهن وڏي فوج شاه جي مقابلي لاءِ رواني ڪيائون. مير رستم خان جون فوجون به حيدرآبادي لشڪر ساڻ اچي گڏيون. هي فوجون گڏجي سنڌوندي جي پرسان ڪرڙي (سکر پراڻي) وٽ اچي خيمه انداز ٿيون.

هوڏانهن شجاعي فوجون به يلغار ڪنديون اچي سامهون ٿيون. هڪ خونريز لڙائي لڳي، جنهن ۾ حيدرآبادي ۽ خيرپوري ڪاليرا امير مارجي ويا. سخت جنگ کانپوءِ ميدان شاه شجاع جي هٿ آيو. شاه، فتح لهي اچي شڪارپور جي قلعي ۾ لٿو. جيئن

تہ مير، بادشاھ جي فتح ڪان ھراسان ٿي ويا ھئا. آڏڪري ڪس وڏي رقم نظراني طور ڏنائون ۽ ڪس فوجي امداد جو بہ يقين ڏنائون، مگر مير مراد علي جي حياتي وفا نہ ڪئي.

مير مراد علي خان پنھنجي پونئتان چار پٽ. مير نور محمد خان، مير نصير خان، مير محمد خان، ۽ مير يار محمد خان ڇڏي سنہ ١٨٣٣ع ۾ وفات ڪئي. * کيس مير ڪرم علي خان جي نزديڪ حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو.

## مير نور محمد خان

### ١٨٣٣ع - ١٨٤١ع

### ڪرنل پاٽنجر جي سروي - لارڊ جان ڪين جي آمد - سنہ ١٨٣٨ع جو عھدنامو - وفات

مير مراد علي جي وفات کانپوءِ سندس وڏو پٽ مير نورمحمد رئيس ڪري ليکجڻ ۾ آيو. ھن حڪومت جي ڪاروبار ۾ ھنئين مير صاحبن کي بہ پاڻ سان شريڪ رکيو.

---

* سنڌ جي شاھنامي ۾ مير مراد علي جي وفات جو سنہ ١٨٣٢ع ڏيکاريل آھي. مگر "لب تاريخ سنڌ" جو مصنف سندس وفات جو سال ١٨٣٣ع ٿو ڏيکاري. شمس العلماءِ قليچ بيگ بہ ١٨٣٣ع ٿو ڏيکاري. سنڌ جي رنگين تاريخ ۾ بہ سال ١٨٣٣ع ڏيکاريل آھي. مگر عجب ٿو لڳيم تہ "سنڌي شاھنامي" ۾ مير صاحب جي سال وفات تي ھن ٿنين تحقيقات لاءِ ڪوبہ اشارو نہ ڪيو ويو آھي. شايد ١٨٣٣ع جي بدران ١٨٣٢ع پڙھس جي غلطي ھجي.

١- مير نصير خان سندس پاڻ.

٢- مير صوبدار خان ولد مير فتح علي خان (سوٽ).

٣- مير محمد خان ولد مير غلام علي خان (سوٽ).

هن گذريل حڪومت ڪي تاريخ ۾ ميرن جي ٻي چوباري سڌجي ٿو. سنه ١٨٣٥ع ۾ انگريزي سرڪار جي طرفان ڪرنل پاٽنجر سنڌو درياهه جي سروي ڪرڻ گهري، جيتوڻيڪ ميرصاحبن جي مرضي نه هئي، مگر لاچار ڪين انگريزن جي طلب اڳيان جهڪڻو پيو. انگريزي ايجنٽ هڪ خانگي جهاز ۾ چڙهي هي ڪم پورو ڪيو، جو ڇيو وڃي ٿو ته هڪ سوداگر آغا محمد رحيم جو هو. هن سروي ڪانپوءِ انگريزن ڪي سنڌ جو تفصيلوار حقيقتون معلوم ٿيون. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته هن مير صاحب جي ذهنن ۾ انگريزي مداخلت جو ملڪ ۾ ظاهر ظهور مظاهرو ٿي رهيو هو ۽ فاتح فرنگي پنهنجيون ابتدائي منزلون خاموشيءَ سان طي ڪري رهيا هئا.

سال ١٨٣٧ع جي ڀرواڙي ڌاري راجا رنجيت سنگهه وري ۾ سنڌ تي چاڙهائيءَ خيال ڪيو. هنجي دشمنيءَ جون ڪارروايون اڃا شروع نه ٿيون هيون، جو انگريزن ڪرنل پاٽنجر کي انوقت ڪڇ ۾ رهندو هو، راجا ڏي موڪلي ڏنو ته ميرن جي برخلاف جنگي ڪارروائن کي بند رکي. راجا وري به انگريزن جو چيو مڃي پنهنجي وڌندڙ فوجي سيلاب کي روڪي ورتو. شڪرگذار ميرن انگريزن جي امداد تي بيحد خوشي ڏيکاري. لارڊ آڪلنڊ جو انوقت هندستان جو گورنر جنرل هو، ميرن کي آڇ ڪئي ته هو انگريزي سنبال هيٺ اچن، جنهن کي ميرن قبول ڪيو ۽ پهريون ايلچي ڪرنل پاٽنجر مقرر ٿي آيو. هي عهدنامو ٢٠ اپريل ١٨٣٨ع تي صحيح ٿيو.

هن عهدنامي تي صحيح ٿيڻ کان ٿورو پوءِ يعني جون ١٨٣٨ع شاهه شجاع پڪندو لڏياڻي ۾ وڃي انگريزن جي پناهه هيٺ پهتو. انوقت انگريزن کي ايران جي طرف کان روسي حڪومت جو خوف لڳل هو، هنن چاهيو ٿي ته افغانستان جي تخت تي ڪو دوست ويهاريو وڃي. جئن هندستان اولهه واري خطري کان بچاءِ ۾ رهي. آخري سال ١٨٣٨ع ۾ انگريزن، راجا رنجيت سنگهه ۽ شاهه شجاع الملڪ جي وچ ۾ عهدنامو ٿيو. جنهن موجب انگريزن شاهه شجاع کي افغانستان جي تخت تي ويهارڻ لاءِ ڪوشش شروع ڪئي. ڪيتري قدر ته اها منحوس گهڙي هئي، جنهن گهڙي انگريزن مدبرن کي هي خيال دل ۾ پيدا ٿيو. بنگال مان هڪ وڏي فوج تيار ڪئي وئي، جنهن کي حڪم ڏنو ويو ته بمبئي جي فوجن سان ملي، جنهن جو عهدار "سرجان ڪين" مقرر ڪيو ويو هو، جنهن کي حڪم هو ته شڪارپور کان ٿيندو، بولان رستي قندار پهچي. اگرچه هنن فوجن لاءِ پنجاب جو رستو گهڻو آسان هو، مگر راجا رنجيت سنگهه باوجود تازي دوستاني عهدنامي جي هي ڪڏهن به نه ٿي چاهيو ته سندس ملڪ مان هڪ مضبوط ۽ طاقتور فوج پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪندي لنگهي. نه وري انگريزن راجا سان ڦٽائڻ گهريو ٿي، انڪري هي سڄو بار سنڌ جي مٿان اچي پيو. هي فوجون سمنڊ رستي اچي سنڌونديءَ جي منهن وٽ پهتيون.

هنن فوجن جي پهچڻ کان اڳ ۾ ڪرنل پاٽنجر ميرن سان ايندڙ فوجن جي بندوبست لاءِ مليو. مير نورمحمد ٻين ميرن جي مخالفت هوندي به ڪرنل کي رستي ڏيڻ جو دلاسو ڏنو. مگر انگريزن جي هن نئين گهر ملڪ ۾ بي آرامي آندي ۽ حيدرآباد شهر جي گهٽين ۾ ڪرنل پاٽنجر تي پٿر اڇلايا ويا. اُن ۾ پيو سامان "ڪرنل آئوٽرام" ڪڇ جي راجا سيٺ نائونمل (ڪراچي واري) جي مدد سان گڏ ڪري ورتو. بنگالي فوجون هنوقت لٿيون

جي نزديڪ ۾ پهچي ويون هيون. ڪرنل آئوٽرام ۽ ايسٽوڪ صاحب کي حيدرآباد موڪليو ويو ته مير صاحبن جي راءِ معلوم ڪري وٺي.

٢٢ جنوري ١٨٣٩ع تي هي ٻئي ايلچي ميرن جي دربار ۾ پهتا. مير نورمحمد پيتيءَ مان اڳيان ۽ پوءِ سڀئي دستاويز ڪڍي ايلچين جي سامهون رکيا ۽ چيائين ته ”آخر هنن جي قيمت ڇا آهي؟ جنهن وقت کان انگريزي تعلقات سنڌ سان شروع ٿيا آهن، اوهان جي نظر روز نيون طلبون پيش ڪري رهي آهي. پر اُن هوندي به راضي نه ٿي آهي. اسان اوهانجي دوستي لاءِ شايق آهيون، پر هميشه گرفتار ٿيڻ نه ٿا چاهيون. اسان اوهانجي فوجن کي رستو ڏنو آهي ۽ هرڪا امداد ڏيڻ گهرون ٿا، پر اوهان هاڻي گهر ڪري ويهڻ گهرو ٿا، جا ڳالهه پروچ ڪنهن به حالت ۾ نه سهي سگهندا. پر تنهن هوندي به اسين هرڪا مدد ڏيڻ گهرون ٿا، پر اسان کي پڪ ملڻ گهرجي ته اوهانجي وري نه ڪا طلب نه پيش ٿيندي“.

ڪيتري قدر نه سنڌ جي تاريخ جو هي الم انگيز واقعو آهي! انگريزن جي دلجوئي لاءِ ”سنڌ جي بدوس ميرن ڇا ڇا نه ٿي ڪرڻ گهريو. مگر انگريزن جي طرفان ڪين هميشه نوان دستاويز ٿي پڙهيا.

ايلچين کي ميرن جي طرفان ڪو ڪليل جواب ملي نه سگهيو، جنهن ڪري هو پنهنجي ڇانوڻي ڏي موٽي ويا. عام راهه نهايت ابتر ٿي چڪي هئي ۽ تقريبا ١٦٠٠٠ ماڻهو اهي حيدرآباد ۾ گڏ ٿيا ته انگريز فوجن تي حملو ڪيو وڃي- ميرپور خاص جو حاڪم مير شيرمحمد به ١٦٠٠٠ ماڻهن سان حيدرآباد جي پسگردائي ۾ اچي پهتو. مگر ميرن ماڻهن کي سانتڪي حالت ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجون ڪوششون جاري رکيون. مير شير محمد کي

مير صوبدار ولاسو ڏيئي موڪلائي ڇڏيو ۽ باقي ماڻهن کي مير نور محمد سخت سزائون ڏئي هٿئي موڻ لاءِ مجبور ڪيو. ايتري قدر جو فريئر نامي ۾ لکيل آهي ته فسادين جون ڏاڙهيون ۽ ڪن ۾ ڪپا ويا.

٣١ جنوري تي فسادين آن جي گدامن تي حملو شروع ڪيو. حيدرآباد ۾ هيءَ ٿي رهيو هو، هوڏانهن انگريزي ڇانوڻي ۾ هن خبر بيقراري پيدا ڪئي ۽ فرنگي فوجون حيدرآباد جي طرف وڌيون. ٻئي طرف شاهه شجاع جو شڪارپور ۾ اچي ٺانڪو ٿيو هو. تنهن ٦٠٠٠ فوجن سان وڃي لاڙڪاڻو والاريو. ساڳئي وقت بمبئي کان وڌيڪ فوجون اچي ڪراچي جي پرسان پهتيون. ٣ فبروري تي سربان ڪين بمبئي جي فوجن جي ڪمانڊر انچيف کي خبر پهتي ته منهوڙي جي قلعي ۾ ميرن جون مضبوط فوجون موجود آهن. جنجي حاضري ۾ سنڌ جي زمين تي لهڻ ۾ گهڻي دقت پيش ايندي. انگريزي سپه سالار هي خبر ٻڌنديئي ”ويلسي“ جهاز جي توبن کي حرڪت ۾ آندو. هن گولباري ۾ قلعي جون پٿيون اچي پٽ پيون. انگريزي مهندار جڏهن منهوڙي جي پيٽ ۾ فاتحانہ قدم رکيو، تڏهن کيس خبر پئي ته قلعي ۾ ٢٠ ماڻهن کان وڌيڪ پيو ڪري ماڻهو حاضر ڪونہ هوا

٢١ فبروري تي ميرن محسوس ڪيو ته سندس گادي جو هنڌ ڇوڏاري وڪرڙجي ويو آهي، انڪري هنن انگريزي جنرل ڏي وفد موڪليو ته ٺاهه ڪيو وڃي. نئون عهدنامو ٿيو، جنهن موجب انگريزن جي فوج جا ٥٠٠٠ ماڻهو سنڌ ۾ هميشه رهڻ لاءِ ميرن قبول ڪيا.

١٠ لک روڪ رپيا وٺي انگريزي فوجون قنڌار ڏي وڌيون ۽ ميرن جو نئون عهدنامو ١١ مارچ ١٨٣٩ تي صحيح ٿيو. ميرن هن نئين عهدنامي لاءِ گورنر جنرل کي اپيل ڪرڻ گهري. سنڌن لائق وزير سيد اسماعيل شاهه شملي ۾ گورنر جنرل

ڪي ڏسڻ لاءِ روانو ٿيو. مگر افسوس جو پوڙهو وزير وات ۾ بيمار ٿي پيو ۽ حيدرآباد ڏانهن موٽيو، جتي پهچڻ سان وفات ڪري ويو. هن عهدنامي ۾ اهو مير شير محمد ۾ ٥٠٠٠ رپين ڏيڻ سان شامل ٿيو.

آخر انگريزي فوجون سنڌ مان لنگهي افغانستان ۾ داخل ٿيون ۽ هنن ڪابل، قنڌار ۽ غزني فتح ڪري ورتو ۽ شاه شجاع وري تاج ۽ تخت جو وارث ٿيو. انڪان پوءِ جڏهن قلات ۾ انگريزي ايلچي ماريو ويو، تڏهن به مير انگريزن سان بلڪل وفادار رهيا ۽ کين هرڪا مدد ڏيندا رهيا. هن بيقراريءَ جي دور ۾ اوچتو مير نور محمد خان سال ١٨٤١ع ۾ وفات ڪري ويو. پوئتان ٻه فرزند مير شهداد خان ۽ مير محمد حسين علي خان يادگار ڇڏي ويو.

## مير نصير خان.

### ١٨٤١ع - ١٧ فبروري ١٨٤٣ع

### ميجر آئوٽرام- نئون عهدنامو- ميرن جو ناراض ٿيڻ

مير نور محمد جي وفات کانپوءِ مير نصير خان کي رئيسي جي پڳ ٻڌائي وئي. جلدئي ڪرنل پاٽنجر جي جاءِ تي ميجر آئوٽرام سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿي آيو. هنوقت ميرن ۾ جتي ڪٿي خانگي جهيڙا پکڙجي رهيا هئا، جن مان سندن حڪومت جي زواليت جا آثار صاف نظر اچڻ لڳا. مير نور محمد جي ٻن فرزندن جي وچ ۾ ورثي تان اهي تڪرار متو. مگر ميجر ئوٽرام وچ ۾ پئي کين سرچائي ڇڏيو. ٻي طرف مير صوبدار خان جا رخ

۽ قريب نظر اچڻ لڳا. پڻ خيرپوري ميرن ۾ به نزاع وڌي رهيو هو.

سنڌ ۾ ته هي بيقراري هئي، مگر افغانستان ۾ اوچتوئي اوچتو وڏو انقلاب پيدا ٿي ويو. شاه شجاع کي قتل ڪيو ويو ۽ انگريزي ايلچيءَ کي نهايت بيدرديءَ سان ماريو ويو. انگريزي حڪومت هندستان جي گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ کي گهرائي ورتو ۽ انجي جاءِ تي لارڊ ايلنبرو پنهنجي سخت گير پاليسي سان هندستان جو نئون گورنر جنرل ٿي آيو. افغانستان جي خوني ڪارروائن جو سنڌ تي به اثر ٿيو، مگر حڪمران اهيئي انگريزي حڪومت سان پانهن پيلي رهيا. انگريزن جلد ئي افغانستان ۾ ضابطو رکي ورتو. هن افراتفري جي دور ۾ انگريزن ميرن کان گهربل ڍل وٺڻ گهرجي. جئن ته ميرن پئسي ڏيڻ ۾ ڪوتاهي ٿي ڪئي، انڪري انگريزن چاهيو ته کين پئسن جي عيوض ۾ شڪارپور جو شهر ڏنو وڃي. مگر ميرن نه ٿي چاهيو ته شڪارپور سندن قبضي مان وڃي. جئن ته انگريز افغانستان جي جنگين ۾ رڌل هئا، انڪري هنن ميرن کي وڌيڪ ڇيڙڻ مناسب نه سمجهيو.

جلدئي ميجر آئوٽرام جي جاءِ تي سر چارلس نيپئر کي سنڌ جو سفير مقرر ڪيو ويو، جنهنکي ملڪي خواه جنگي اختياريون وسيع پيماني تي سپرد ڪيون ويون. هو اچا سنڌ ۾ پهتوئي نه هو ته کيس ٻڌايو ويو ته افغان، بروهي، بروچ ۽ ٽالپر بن اکن فوج سان انگريزن جي پٺيان آهن ۽ هو چاهين ٿا ته انگريزي طاقت کي اوير ۾ ختم ڪيو وڃي. هنن افواهن ٻڌڻ سان جنرل اڳيئي پڪو ارادو سانڍي رکيو ته کنهن به صورت ميرن جو خاتمو آندو وڃي. هن صاف چئي ڏنو ته "اسان کي ڪو حق نه آهي، جو سنڌ کي قبضي هيٺ آڻيون، پر اسان کي ائين ڪرڻو پوندو". هن کي لارڊ ايلنبرو کان هدايتون مليل هيون ته ڪراچي جو

قبضو پنهنجي هٿ رکي، ۽ ميرن مان جو ٿوريئي مخالفت ڏيکاري ته ان کي سخت سزا ڏني وڃي.

٣ سيپٽمبر ١٨٤٢ع تي سرچالس نيپئر ”زنوبيا“ نالي جهاز تي سوار ٿيو ۽ بمبئي ڇڏيائين. هو ڪراچي ۾ ١٠ سيپٽمبر تي پهتو جتي سندس پير ڪنهن اتفاق سان زخمي ٿي پيو. ساڳي مهني جي ١٩ تاريخ هو حيدرآباد پهتو، جتي منجي شاهي آجيان ڏني. مگر هي حقيقت آهي ته ميرن جي هن خوشامد، جنرل جي دل ۾ ڪابه تبديلي پيدا نه ڪئي ۽ هو پنهنجي مقصد جي ڪاميابي ڏانهن متوجه رهيو. جيئن ته جنرل جو پير ڦٽيل هو، انڪري دربار ۾ اهڙي جاءِ تي ڪئي وئي، جيئن کيس ڏاڪي چڙهڻ جي تڪليف نه ٿئي. دربار ۾ جنرل ميرن کي نهايت دليري سان خبردار ڪيو ته اڳين سفيرن جو زمانو گذريو، مگر هيئنر رياڪاري ۽ بي‌وفائي ڪنهن به حالت ۾ معاف نه ڪئي ويندي. ان کان پوءِ هن ميرن جي زبردستين جي يادشت پيش ڪئي. جنهن بابت ميجر آئوٽرام ڪنهن به حالت ۾ ميرن کي گنهگار نه ٿي ٺهرايو.

حيدرآباد کان ٽڪڙوئي ٽڪڙو جنرل سکر پهتو، جتي هن کي خيرپور جي ميرن سان پڻ ڪن ڳالهين بابت صفائي ڪرڻي هئي، جنهن جو ذڪر پٺي هنڌ مفصل ڏنو ويندو. هيئنر افغانستان کان به فوجون واپس ٿي رهيون هيون ۽ جنرل انگلنڊ پنهنجي فوجن سان اچي روهڙي پهتو هو. شهرن ۾ افواهن تي افواه ٿي پکڙيا ۽ عام ماڻهو انهن بازاري افواهن تي سخت هراس ۾ پنجي ويا. سردارن جي آمدرفت ته ويتر ملڪ ۾ بي آرامي پکيڙي ڇڏي. افسوس جو ان وقت سنڌ جي سياسي ۽ جوابدار مرڪزن، ان بابت ڪوبه تحرڪ نه ورتو. هن بيچيني جي زماني ۾ ميرن کي نئين عهدنامي جي خبر پهتي.

ڊسمبر جي مهيني تائين جنرل خيرپور جي معاملن ۾ اٽڪيو رهيو، پر ساڳي وقت هن ميرن کي نئين عهدنامي جي شرطن کان

واقف ڪيو ، جي عهدناما خيرپور جي ميرن ۽ حيدراباد جي ميرن سان عليحده هئا. حيدراباد جي ميرن سان رٿيل عهدنامي جا هيٺيان شرط هئا:-

(١) ڪراچي، ٺٽو ۽ سبزل ڪوٽ موٽايا وڃن. جن مان سبزل ڪوٽ نواب بهاولپور کي ڏني وڃي.

(٢) سنڌونديءَ جي ڪناري واري زمين سؤ ياردن اندر انگريزي عملداري هيٺ ڏني وڃي.

(٣) سڪو انگريزن جو رواج هيٺ آندو وڃي ، جنهن جي هڪ پاسي تي راڻي وڪٽوريا جي تصوير هجي.

(٤) سيڪنهن طرح جون ڍلون ۽ سال تان محصول انگريزن تان معاف ڪيو وڃي.

هن عهدنامي ميرن کي بيقرار ڪري ڇڏيو. هنن عهدنامي تي اچا غور ئي ڪيو ته جنرل هڪ پڌرنامي رستي ”سنڌ جي حڪومت“ کي خبردار ڪيو، ۽ وقت بوقت کين تهديدي خط لکيا ويا. هنوقت مير جن جو سچو گهر ڦٽو پيو هو، ڪنهن به هڪ صلاح تي نه بيهتا، مير صوبدار، جنجو حصيداري تي مير نصير خان سان تڪرار لڳو پيو هو، سو اُئين پنهنجن خيالن تي محڪم رهيو.

هن سموري وقت ۾ ميجر آئوٽرام سنڌ کان ٻاهر هو، سرچالس نيپئر جي استدعا تي انگريزي حڪومت کيس سنڌ ڏانهن موڪلي ڏنو. ميجر هڪ ڏهه ڪوشش ڪئي ته مير خطري کان ٻاهر ٿي وڃن. هنوقت جنرل حيدرآباد ڏي اچي رهيو هو، جو ميرن مرزا خسرو بيگ کي ڏانهس ڏياري موڪليو، جنهن کيس نئين عهدنامي جي قبوليت جي خوشخبري ڏني.

حيدرآباد ۾ ميجر آئوٽرام جي ڪوشش سان، ميرن عهدنامي تي صحيح ڪرڻ جو انجام ڏنو ۽ ڪيس پڌايائون ته ۱۰ محرم کان پوءِ عهدنامي جي تڪميل ڪئي ويندي. آخر ۱۲ فبروري تي ميرن ان عهدنامي تي صحيح وڌي. ميجر آئوٽرام سرچارلس نيپئر کي تڪڙو قاصد موڪليو ته پنهنجي پيشقدمي ۽ کي روڪي. جنرل کي هي نياپو سڪرنڊ ۾ مليو، مگر تنهن هوندي به حيدرآباد ڏي وڌندو آيو. ڇو ته هن کي شڪ هو ته ميرن ميجر کي ٺڳيو آهي. بدقسمتي سان ساڳئي وقت حيدرآباد ۾ هي خبر پهتي ته جنرل هڪ سردار محمد حيات کي بنا ڪنهن سبب جي گرفتار ڪيو آهي. هي خبر پکڙنديئي چوڌاري بي آرامي پکڙجي وئي. رات جي وقت بلوچ سردار گڏ ٿيا ۽ انگريزن سان وڙهڻ لاءِ قسم ۽ ساڪون کنيائون. صبح جو هنن ميجر آئوٽرام جي جاءِ تي حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

مير نصير خان جنهنجي هٿ ۾ هينئر ڪا به طاقت نه هئي. ميجر آئوٽرام کي ايندڙ خطري کان واقف ڪيو. ۱۵ فبروري تي فسادي بلوچن ريزيڊنسي تي حملو ڪيو، مگر ميجر بهادري سان حملي کي روڪيو، ۽ اتان پاڻ بچائي هالن ۾ وڃي سرچارلس نيپئر سان گڏيو. هاڻي جنگ اٽل ٿي ٿي.

## ”مياڻي جي جنگ“

”مياڻي“ جي جنگ جو المناڪ داستان، دنيا جي بي ثباتي جو تفسير آهي. مياڻي جي ميدان ۾ فقط ميرن جي تباهي نه ٿي هئي، مگر سنڌ مان سنڌ وارن جي حڪومت موڪلائي وئي. اها شي جنهن کي آزادي چئبو وڃي ٿو، سنڌ وارن کان ميرن جي بگڙيل قسمت سان گڏ ويندي رهي. اڄ ميرن جو قصر حڪومت ويران آهي، جتي ابابيلن جا آکيرا ۽ ڪورڙين جون ڄارون نظر اچن ٿيون حيدرآباد جو قلعو پهاڙ جي مٿان اڄ به اُن شان ۽ عظمت

# صفحو نمبر ۴۵. ۴٦. ۴۷ ۽ ۴۸

# ڪتاب ۾ شامل ناهن .

صفحي ۴۴ کان پوءِ صفحو ۴۹ آهي .



صاحب خان "سورھ" ميراڻي

Cell No: 0344 - 3919786

Cell No: 0300 - 3404488

ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽




واٽس ايپ گروپ

صاحب خان "سورھ" ميراڻي

گهر ۾ اهي اختلاف منهن ڪڍيو. مير علي مراد خان، جو ٻيءَ جي وفات وقت ننڍو هو، سو هيستائين جوان ٿيو هو، ۽ محسوس ڪرڻ لڳو ته سندس ڀائرن ملڪيت جي ورهاڱي ۾ ساڻس ٺڳي ڪئي آهي. هي خيال ان جي دماغ ۾ ايتري قدر پختو ٿي ويو، جو هو مير رستم خان جي طرف کان ڪڏهن به راضي ٿي نه سگهيو.

هن وقت ڌاري انگريزن جو قدم سنڌ ۾ پختو ٿيڻ لڳو. سنه ١٨٣٠ع جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن سر اليگزينڊر برنس راجا رنجيت سنگهه ڏي انگلنڊ جي بادشاهه جون موڪليل سوکڙيون سنڌو درياهه جي رستي کنيو ٿي ويو، تڏهن مير رستم خان ان جي آدرڀاءُ ڪئي.

ان کان پوءِ انگريزي عهدنامن ۾ مير رستم خان به حيدرآبادي ميرن سان گڏ شريڪ ٿيندو رهيو. سنه ١٨٣٨-١٨٣٩ع ڌاري جڏهن ڪرنل پاٽنجر ميرن کي پنهنجي دام ۾ آڻي، نئين عهدنامي هيٺ آڻي رهيو هو، تڏهن سر اليگزينڊر برنس خيرپور ۾ هو، هو جيئن ڪنهن خاص ڪم لاءِ قلات وڃي رهيو هو، تيئن ڪيس مرڪزي حڪومت کان حڪم مليو ته خيرپوري ميرن کي به ان عهدنامي ۾ شريڪ ڪري. هن حڪم ملڻ سان هو پنتي موٽيو، ۽ مير رستم خان کي نئين عهدنامي ۾ شريڪ ڪيائين.

هن وقت ڌاري مير مبارڪ خان فوت ٿي ويو، ۽ سندس پٽ مير نصير خان پيءُ جي ملڪيت جو وارث ٿيو. مگر مير علي مراد خان، جو اڳ ئي ڀائرن تي ناراض ويٺو هو، تنهن مير مبارڪ خان جي فوت ٿيڻ جو وجهه وٺي پنهنجي نئين حصي لاءِ مير نصير خان سان جهيڙو کڻيو. بدقسمتيءَ سان مير رستم خان به پنهنجي ڀائٽي مير نصير خان جو طرفدار بڻيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو مير علي مراد خان پنهنجي وڏي ڀاءُ جو کلم کلا دشمن ٿي پيو. هن هلندڙ تڪرار جو هڪ پيو به سبب هو، مير رستم خان جو ارادو هو ته پنهنجي پڳ پنهنجي وڏي پٽ مير محمد حسين کي ڏئي، مگر ائين ڪرڻ ۾ مير علي مراد خان ۽ خود مير رستم خان جا پيا پٽ به ناراض هئا. آخر ١٨٤٠ع ۾ هي

فيصلو اتر سنڌ ۾ قلات جي ايجنٽ مسٽر راس بيل کي سپرد ٿيو، جنهن مير علي مراد خان جي فائدي ۾ فيصلو ڏنو. مسٽر راس بيل جلدئي بلوچستان روانو ٿيو ۽ سندس جاءِ نشين ميجر آئوٽرام آيو، جو پڻ مسٽر راس بيل جي راءِ سان متفق ٿيو ۽ اهڙيءَ منظوريءَ لاءِ هن گورنر جنرل کي به لکيو. جيستائين منظوري اچڻي اچي، تيستائين مير عليءَ مراد خان فوج وٺي مير رستم خان سان جنگ ڪرڻ جي ارادي سان اچي نوناريءَ گوٺ* وٽ پهتو. مير رستم خان به هيءَ خبر ٻڌي اچي سندس سامهون پهتو. جنگ لڳي، جنهن ۾ مير رستم خان جي هار ٿي. مير علي مراد خان، مير رستم خان جا ڪيترائي طرفدار گرفتار ڪري ورتا، جن ۾ مير مبارڪ خان جا ٻه فرزند به هئا. نيٺ مير رستم خان، مير علي مراد خان کي صلح لاءِ چوائي موڪليو، ۽ ڪن ڏينهن جي وٿ سان مير علي مراد خان صلح ڪيو. هن عهدنامي کي نوناريءَ جو عهدنامو سڏجي ٿو. هي عهدنامو قرآن شريف تي لکيو ويو ۽ مير علي مراد خان کي نه فقط اهي ڏيهون مليون، جن بابت سندس گهر هئي، مگر دادلوءِ، ماٿيلو، خانواهڻ، ٻليجا وغيره به ڪيس جنگ جي ڇٽيءَ ۾ مليا. پر هن عهدنامي ٿيڻ بعد به ٻنهي ڌرين جي دل سان ٺهائي نه وئي ۽ مير علي مراد خان هڪ انگريزي ڪمپني ٻرائون کي مير رستم خان جي برخلاف شڪايت ڪئي. اهو اختلاف، جو ٻهرين ڏينهن کان هنن ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ ٿيو، ان ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويو ۽ نه گهٽتائي. تانجو مير رستم خان جي آمارت جو بنياد هميشه لاءِ اکيڙجي ويو. هي آهي اختلاف ۽ ان جو نتيجو. تاريخ عالم اهڙن واقعن سان پري پيئي آهي، مگر انهن تي عبرت وٺندڙ فقط اکين وارا ئي ٿي سگهن ٿا. هن گڙٻڙ هلندي سر چارلس نيپئر سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿي آيو ۽ هڪ نئين عهدنامي جي صورت سان بکر مير رستم خان هميشه لاءِ وڃي ڇڏيو. عهدنامي جا ڪي شرط

* نوناريءَ جو ڳوٺ خيرپور جي پرسان آهي.

پيا ته هئا، جهڙوڪ: انگريزي سال تان محصول معاف، گهرو جهڳڙن ۾ جي انگريزن صلاح ولڻ ۽ راڻي صاحب جو سڪو قبول ڪرڻ بادل وغيره ناخواسته مير رستم خان هن عهدنامي تي صحيح وڌي. چوته ڪيس معلوم هو ته سندس گهر ۾ ڦٽو پيو آهي ۽ ٻيهر ٻئي ڪي ڪائي رهيو آهي. مگر هن نئين عهدنامي بعد به جنرل راضي نه رهيو، هن مير رستم خان کي هڪ ڏکي ياداشت سندس گناهن جي پيش ڪئي، جنهن ۾ هيٺيون مکيه ڳالهيون هيون:-

(١) مير عهدنامي جي برخلاف ٻيڙين تان محصول وٺي ٿو.

(٢) ڪابل ۾ جو ان وقت، انگريزي فوجن کي شڪست ملي هئي ۽ فوجون واپس ٿي رهيون هيون ۽ مٿن بولان جي دري وٽ بگٽين جي سردار بيبرڪ خان حملو ڪيو هو، ان لاءِ جنرل جو چوڻ هو ته انکي مير رستم خان حملي لاءِ آماده ڪيو هو.

(٣) آخرين طرح ياداشت ۾ ڏيکاريو ويو هو ته مير رستم خان جي رعيت دلي طرح ان کان بيزار آهي.

انهن مٿين سڀني ڳالهين بابت جنرل نيپئر گورنر جنرل کي موڪليو، گورنر جنرل جي منظوري اچڻ تي هن نئين عهدنامي تي صحيح ڪرڻ لاءِ مير رستم خان تي زور وڌو، مگر مير صاحب ڪجهه وقت مهلت گهري. هوڏانهن سرچالس نيپئر ڏنو ته وقت گذرندو وڃي ٿو هن ساڳئي وقت مير علي مراد خان به جنرل سان مليو ۽ کيس مير رستم خان جي گادي ۽ پڳ ملڻ لاءِ عرض ڪيائين، مگر جنرل صاف انڪاري جواب ڏنو ته مير رستم خان جي حياتي ۾ ڪجهه به ڪري نٿو سگهجي.

جنرل ڏٺو ته مير رستم خان نئين عهدنامي جي ڄار ۾ ڦاسڻ نٿو گهري ۽ وقت گذرندو وڃي ٿو. ان ڪري هن يڪدم ٦ هزار فوج سکر، روهڙي، شڪارپور ۽ سبزلڪوٽ جي والارڻ لاءِ موڪلي

ڏني ۽ پاڻ اروڙ منزل انداز ٿيو. مير رستم خان وڏنڍڙ خطري کي ڏسي، جنرل کي چوائي موڪليو، ته آءٌ توهان جي ڇانوڻي ۾ پاڻ کي سپرد ڪرڻ لاءِ اچان ٿو، مگر جنرل کيس چوائي موڪليو ته پنهنجي ڀاءُ علي مراد وٽ پاڻ کي پهچاءِ. مير رستم خان جنرل جي حڪم موجب مير علي مراد وٽ لنگهي آيو، ۽ کيس صلاح ڏني ته انگريزن جي طرفداري ڇڏي ڏي ۽ حڪومت جي پڳ ـ کيس سپرد ڪيائين. پڳ وٺڻ کان پوءِ مير علي مراد خان جنرل کي مير رستم خان جي مخفي ادارن کان واقف ڪيو. جنهن تي جنرل خواهش ڏيکاري ته هو پاڻ مير رستم خان سان گڏجڻ گهري ٿو. مگر مير علي مراد خان پوڙهي پڳدار کي ايتري قدر ته خوف ڏياريو، جو هو بي سرو ساماني جي حالت ۾ ڏر ڏانهن ڀڳو.

مير علي مراد خان پڻ پالهوڏسي پنهنجي وزير شيخ علي حسين سهارنپوري کي خيرپور جي قبضي لاءِ موڪليو. شيخ صاحب خيرپور تي قبضو ڪيو ۽ مير رستم خان جي وزير فتح محمد خان غوري کي وجهه وٺي گرفتار ڪيو. هنن حالتن کي ڏسي مير مبارڪ خان جي پٽ مير نصير خان ۽ رستم خان جي پٽ مير محمدحسين خان جنگ لاءِ لشڪر گڏ ڪيو، پر ڪنهن به نتيجي تي پهچڻ کان سواءِ هي فوج ڇڙ وڇڙ ٿي وئي.

مير رستم خان جي ڀاڄ، جنرل کي ويتر ڪاوڙايو، ۽ هو ١٢ جنوري ١٨٤٤ع تي ڪوچ در ڪوچ ڪري جو رڻ پٽ لتاڙي امام ڳڙهه جي قلعي وٽ پهتو. مگر اتي جنرل اچي ڏٺو ته قلعو برباد ٿيو پيو هو، ۽ مير رستم خان ڪنهن نامعلوم هنڌ تي وڃي پهتو هو، جنرل اتي ترسڻ بيفائده سمجهي حيدرآباد ڏانهن موٽيو.

هوڏانهن پوڙهو مير رستم، زماني جي گردش جو قتيل، تخت ۽ تاج وڃائي. پنهنجي ملڪ ۾ هڪ هنڌ کان وٺي ٻئي هنڌ

رليو ٿي. هن جا حرم ۽ اولاد جي ناز ۽ نعمت جا پلئل هئا، سائس گڏ شهر به شهر اجهي لاءِ ڦريا ٿي. چيو وڃي ٿو ته پاڄ وقت مير صاحب جي حرم محترم جو ڪجائو تڙ تڪڙ ۾ ڪري پيو ۽ راڻيءَ جي ٻانهن ڀڄي پئي ۽ سندس نرڙ تي سخت ڌڪ لڳو ۽ ٻانهيون صفا مري ويون. هن سفر ۾ مير رستم خان پنهنجو سامان وڪڻڻ ملا مجبور ٿيو ته جيئن پنهنجي دربدر ٿيل خاندان لاءِ ڪاڏو حاصل ڪري سگهي.

حيدرآباد جي ميرن جي شڪست کان پوءِ جلد ئي مير رستم خان جنرل جي ڇاوڻي ۾ اچي پيش پيو. انگريزن مير رستم خان ۽ سندس ڀائٽي مير نصير خان کي پوني ڏانهن موڪليو. هي آزاد خيرپور جو آخرين تاجدار غريب الوطني ۾ سال ١٨٤٦ع ۾ فوت ٿي ويو ۽ اڄ:-

”برمزار ما غريبان ني چراغ وني گلي“

## ميرپور خاص جا مير

## مير ٿارو خان

١٧٨٣ع-١٨٢٩ع

هالاڻي جي جنگ کان پوءِ ورهاڱي موجب ٽر وارو ڀاڱو، مير ٿاري خان کي مليو. ٿارو خان مير فتح خان جو پٽ هو ۽ حيدرآبادي ۽ خيرپوري ميرن جو سوٽ هو. ٿوري وقت لاءِ هنجي حيدرآبادي ميرن سان اڻبڻت ٿي پئي، مگر ”وڳاڻي“ جي جنگ کان پوءِ (جنهن جو ذڪر مير غلام علي جي دور ۾ اچي چڪو آهي) هو سندن دوست ٿي رهيو. هن مير پنهنجي گادي جو هنڌ ميرپورخاص مقرر ڪيو. جيسلمير ۽ جوڌپور جي راجائن سان وڙهي، نيٺ هن سندن ملڪ مان ڪي ٽڪرا ڇني پنهنجي قبضي ۾ آندا.

هي مير صاحب سال ١٢٤٥ هه برابر سال ١٨٢٩ ۾ فوت ٿي ويو.ع

## مير علي مراد خان

### ١٨٢٩-١٨٣٧ع.

هي مير صاحب پرهءِ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ گادي نشين ٿيو. نهايت خدا ترس ۽ فقير دوست هو. سال ١٨٣٧ع ۾ ٽي پٽ، مير شير محمد، مير شاهه محمد ۽ مير خان محمد پوئتان ڇڏي وفات ڪري ويو.

## مير شير محمد خان

### ١٨٣٧ع-١٨٨٣ع

مير علي مراد خان جي وفات کان پوءِ مير شير محمد خان گادي نشين ٿيو. هي نهايت جري ۽ بهادر ٿي گذريو آهي. تاريخ ۾ هنڪي شير سنڌ سڏيو وڃي ٿو. سال ١٨٣٨ع ۾ انگريزن ۽ ميرن جي نئين عهدنامي وقت ملڪ ۾ عام بي آرامي پکڙجي وئي هئي، ۽ حيدرآباد ۾ فوجون گڏ ٿي رهيون هيون. اُنوقت مير شير محمد خان به ١٢٠٠٠ فوج سان حيدرآباد جي نزديڪ اچي پهتو هو، مگر ڪيس مير صوبدار خان پنهنجي موٽائي ڇڏيو. جلد ئي ميرشيرمحمدخان ٥٠٠٠٠ رپين ڏيڻ سان انگريزي عهدنامي ۾ شريڪ ٿيو.

مياڻي ۾ ميرن جي شڪست جي خبر ٻڌي، مير شير محمد خان وڏي فوج وٺي انگريزن جي مقابلي لاءِ نڪتو. ”دبي“ وٽ مارچ ١٨٤٣ع ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مير شير محمد خان نهايت بهادري سان وڙهيو. جنهن جو اعتراف خود سرچارلس نيپئر به ڪيو آهي. مگر آخر فتح انگريزن جي ٿي ۽ ميرشير محمد خان جو ڀاءُ مير شاهه محمد گرفتار ٿي پيو، مير شير محمد گرفتار ٿيڻ کان بچي ويو. مير شير محمد پوءِ اتان ڀڄي پنجاب پهتو. پنجاب کان قندار ويو، مگر ڪٿان به ڪيس مدد جو دلاسو نه مليو. ان ڪري لاچار ٿي پنجاب موٽي آيو، جو ان وقت انگريزن سکن

ڪان فتح ڪري ورتو هو ۽ پاڻ وچي پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر وٽ پيش پيو.

انگريزي سرڪار ڀريائين ڪيس پوني، پوءِ ڪلڪتي موڪلي ڏنو، مگر ٿورن سالن جي نظربندي ڪان پوءِ آزاد ٿي پنهنجي وطن ۾ آيو، جتي ڪيس سرڪار جي طرفان پينشن ملندي رهي.

سنه ١٨٦٦ع ڌاري ڪيس "سر" جو خطاب مليو، ۽ سال ١٨٧٤ع ڌاري پنهنجي وطن ميرپور خاص ۾ وفات ڪري ويو.

## ميرن جي صاحبيءَ ۾
## پارسي شاعري

انهيءَ ڪان اڳي جو اڳتي پنهنجي عظيم الشان ڪم ڏي وڃان، هي ضروري ٿو سمجهان ته ميرن جي صاحبيءَ ۾ جي "پارسي زبان" جا شاعر ٿي گذريا آهن، انهنجو تفصيلوار نه سهي، مگر سطحي تذڪره ڏيان. ميرن جي دور ۾ جتي "سنڌي شاعري" گهڻو وڌي ۽ ويجهي، اُتي پارسي شاعري به ڪا گهٽ ترقي نه ڪئي، هي وڏي ۾ وڏي احسان فراموشي ٿيندي، جو اسين "پارسي زبان" جي شاعرن کي گوشهٔ گمنامي ۾ رهڻ ڏيون. شايد ڪو خدا جو بندو پيدا ٿئي، جو انهن جو تفصيلوار ذڪر قلمبند ڪري. سردست انهن بزرگن جو سطحي ذڪر هت ڏيان ٿو:

## مير جان الله شاهه رضوي

مير جان الله رضوي، جنهن کي "مير جانشاهه" به سڏين ٿا، رضوي سادات مان آهي، جي سيد امير محمد مڪي جي اولاد مان آهن. سيد محمد مڪي سلطان العارفين، سيد محمد شجاع جو فرزند هو. سيد محمد شجاع اصل مشهد (ايران) جو رهندڙ هو،

جتان حج جي ارادي سان نڪتو، راهه ۾ شيخ شهاب الدين سهروردي جي خدمت ۾ پهتو ۽ شرف فرزندي جو حاصل ڪيائين. شيخ جي نياڻي سان ڪس مڪي ۾ هڪ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو محمد مڪي رکيائون. محمد مڪي پيءُ جي وفات ڪان پوءِ سنڌ ۾ آيو ۽ اچي بکر ۾ لٿو.

صاحب تاريخ تحفته الڪرام لکي ٿو ته* "بکر" تي نالو بکر به سنڌن زبان فيض ترجمان مان پيو. لکي ٿو ته جڏهن "سيد محمد مڪي" بکر جي پٽ جي پرسان اچي لٿو، تڏهن خادمن کانئس پڇيو ته سامان ڪٿي رکيو وڃي. پاڻ فرمايائون ته صبح جي وقت جتان (بقر) ڍڳي جو آواز پڌڻ ۾ اچي، اتي رکيو وڃي. خدا جي قدرت پٽ مان ڍڳي جي رنڀ آئي ۽ سيد موصوف اچي اتي سڪونت فرمائي." "بقر" پوءِ ڦري بکر ٿيو. بکر جو اڄ ويران ۽ مٽيءَ جا ڍڳا ٿو ڏسجي، سو وڏي اوج ۽ ڪمال تي پهتل شهر هو. روهڙي ۽ سکر بکر جي رهواسين مان ئي آباد ٿيا. امير محمد مڪي سنه ١٢٦٠ع* ڌاري بکر ۾ تشريف فرما ٿيو. هن بزرگ اتي وفات فرمائي ۽ سندس تربت سکر ۾، ڪليڪٽر جي آفيس پرسان آهي.

مرزا شاهه بيگ جي زماني ۾ "رضوي سادات" بکر مان لڏي اچي روهڙي ۾ رهيا. امير محمد مڪي جي اولاد سيد حيدر شاهه حقاني ۽ مير ميران مشهور ٿيا. حيدر شاهه حقاني* جي تربت روهڙي ۾ آهي ۽ مير ميران به اتي آسودو آهي.

---

* تحفته الڪرام، ج ٣- ص ١٢٤،
- سنڌ گزيٽيئر - بي -ج٣ سکر ص ٦
* تحفته الڪرام، ج ٣- ص ١٢٥.

مير جانشاه رضوي، سيد حيدر شاه حقاني جي اولاد مان آهي. صاحب تحفتہ الڪرام سندس زندگي جو مختصر احوال هن ريت ڏنو ڏئي *

”مير جان شاهہ رضوي مير حيدر شاهہ جي اولاد مان هو. راهہ حق جي ڳولها ۾ پنڌ ڪندو شاهہ عنايت الله صوفي جي خدمت ۾ پهتو ۽ خلافت ڪان سرفراز ٿيو. علم معرفت جي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي اصلوڪي وطن وريو. مير تخلص ٿي ڪيائين. ديوان حقيقت پريل اٿس سندس وڏو پٽ مير قلندرعلي شاهپور ۾ ڏٺم، مرد فقير چاڻ ۽ سلوڪ جي رستي تي هلندڙ آهي.“

مير جانشاهہ پنهنجي دور جو وڏي ۾ وڏو عارف ٿي گذريو آهي. شاهہ عنايت الله صوفي جي شهادت وقت ميرانپور ۾ موجود هو. هن سچي مريد، ۽ مرشد جي بچاءَ خاطر ڪلهوڙن جي فوج سان وڙهڻ چاهيو، مگر صوفي شهيد کيس هٿيار کڻڻ کان منع فرمائي. هن هولناڪ واقعي ڪانپوءِ مير صاحب روهڙي ۾ اچي رهيو، جتي سندس فيض کان هر خاص و عام مستفيد ٿيندو.

مير صاحب جي زندگي متوڪلانہ گذرندي هئي. سندس خط نهايت عمدو هوندو هو، قرآن شريف لکي ۽ اُن جي اُجوري مان قوت گذران ڪندو هو. مير صاحب ٦ ربيع الاول ١١٦٧ هہ مطابق ١٧٥٤ع* ۾ وفات فرمائي سندس تربت روهڙي ۾ عام و خاص جي زيارت گاهہ آهي.

سندس تصنيفات مان ديوان مير مشهور آهي. سندس شعر

---

* تحفتہ الڪرام ج ٣- ص ١٢٨.

* مخمسات زيب ص ١.

تصوف جي باريڪ نڪتن سان ڀرپور آهي. سندس ڪلام ڪي ذمي، اڪثر بزرگن سندس ولي الله هئڻ جو اقرار ڪيو آهي. شعر ايتري قدر ته نزاڪت ڀريو آهي، جو اهل ذوق لاءِ انجو انتخاب ڪرڻ ئي مشڪل آهي، هندستان ۾ جي اُنوقت پارسي زبان جا شاعر ٿي رهيا، جهڙوڪ ميرزا بيدل، آزاد گرامي ۽ واقف بٽالوي، اُنهن جي ڪلام سان سندس ڪلام وچو نڪري وڃي خصوصيت جا سندس شعر ۾ آهي، سا آهي "درد" سندس شعر جي هرهڪ سٽ مان درد ۽ محبت جهلڪندو نظر اچي ٿو. زبان جي لحاظ کان ائين معلوم پيو ٿئي ڄڻ ڪو "شيراز" يا "تبريز" جو رهاڪو ٻولي رهيو آهي. هن هيٺ سندس ديوان مان انتخاب ڏجي ٿو، جنهن مان سندس ڪلام جي پختگي، رواني، شيريني ۽ درد معلوم ٿي سگهندو.

## انتخاب

### غزل

الاهي جوشِ طوفان بخش چشمِ اشکبارم را
سحابِ دجله افشان کن رگِ ابرِ بهارم را

بزورِ نشهٔ صافِ محبت رویم افروزی
بخونِ شعلهٔ سرسبز گردان کشت زارم را

خشو تنهائي نفسم را بلطفِ خویش پروازي
چمن پیراي گلزارِ تجلي ساز خارم را

دلم درسینه از شوق دمِ تیغ تم سیرِ قصد
ز گل صد بار رنگین تر کني مشتِ غبارم را

غلام همتِ عشقم كه هر دم "مير" گرداند
طرازِ چنگلِ شهبازِ كبكِ كوهسارم را

## غزل

سرز تصوير خيالات بدو بايد كرد
بسرا پرده تحقيق گذر بايد كرد
يافتن گوهر مقصود باماني نيست
جان نهنگانه بگرداب خطر بايد كرد
بي مشقت نه فتددا من محبوب بدست
ساغر خويش پراز خونِ جگر بايد كرد
سربر آورد برون از هم جا شاهد غيب
"مير" بر انفس و آفاق نظر بايد كرد

## غزل

صاحب تسليم را برهان نمي آيد بكار
اهلِ دين را حكمتِ يونان نمي آيد بكار
هرچه شد افگندني بار سرود و شي مكن
جز غمِ عشق اين همه دوران نمي آيد بكار
وقت پيري گريه برحالِ خود از افسرد گيست
دانهٔ بوسيده را باران نمي آيد بكار
چون جنون سرزدز دل دست از دوعالم برفشان
سربه سودا داده را سامان نمي آيد بكار

انحرافِ عکس از منکوس در آئینه نیست
"میر" محوِ دلبران‌را جان نمي آید بکار*

ایضا

از ذوق اقا دیده مارا که خبر کرد؟
از جلوه اش این آئینها راکه خبر کرد؟
وا کــرد بروئي دلــم ابواب کرم را
ز افلاس من آن گنج غنارا که خبرکرد؟
بیرون همه سر سبز و درونش همه بر خون
از حالتِ من برگـــِ حنا راکه خبر کرد؟
رازیکه بدل از درو دیوار نهفتیم
نیکـــ و بد سلطان و گدا راکه خبر کرد؟
در باغ بهر شاخ سر امید زند سر
از درد دلم "میر" صبا را که خبر کرد؟

ایضا

بزلفِ کافرِ او نقد ایمان دادم و رفتم
بمژگانِ کجش تصدیق برمان‌دادم ورفتم

* آئيني ۾ پاڇي وجهندڙ ڪان پاڇو ڪڏهن به انڪار نٿو ڪري سگهي. يعني پاڇو، پاڇي وجهندڙ جي تابع آهي. پاڇي کي ڪو، پنهنجو اختيار نه آهي. ساڳي ريت جيڪو محبت جي مشاهدي ۾ آهي، انجي هر چرپر کي بي اختيار سمجهڻ گهرجي. (کهڙو نه پاڪيزه خيال آهي.)

چنون سرمایه ام سود و زیان خود نمیدانم
دل و جان رونمائي حسن جانان دادم و رفتم
نباشد دیده در راه چمن بیتاب دیدارش
گل حسنش قرار صد گلستان دادم و رفتم
سراز مژگان خونخوارش سلامت کي برد عاشق
که فتوایش بصد خون مسلمان دادم و رفتم
نمودم نفس را آیات وحدت "میر" در کثرت
برهمن را هم تفسیر قرآن دادم و رفتم

ایضا

در ثنائي عشق پیچیدن نمي آید زمن
با ترازو کوه سنجیدن نمي آید زمن
عاشقم بر بود و نابودم نباشد التفات
از بلائي دوست نالیدن نمي آید زمن
هرچه بادا باد، جان درپیش جانان میکشم
سرز زخم دوست دزدیدن نمي آید زمن
مهر در دل یار را از گریه نتوانم فگند
سنگ باناخن خراشیدن نمي آید زمن
"میر" از دل میکشم بیرون هوائي غیررا
خرقه سالوس پوشیدن نمي آید زمن

ایضا

زیر گردون با اجل منقاد باید زیستن
رشته برپا درکف صیاد باید زیستن
زندگي چون مرگ میباشد مقدر چاره نیست
شاد باید نیستن، ناشاد باید زیستن
سعي در تلقین پیران عشرت کامل دهد
سرخوش از پیمانه ارشاد باید زیستن
میر ز آشوب بلائي زندگي گر بیدلي
چند روزي هرچه بادا باد، باید زیستن

## ايضا

حجابِ من زپيش روئي خود بردار اي ساقي
مکش آئينهٔ جانها درين زنگار اي ساقي

نهان درزير دامن شمع محفل کي توان کردن
برآور شيشهٔ را ازخانهٔ خمار اي ساقي

زحفظِ خويشتن تنگم شرابِ آرزو دارم
که آيم برسر بازار بي دستار اي ساقي

جمالِ دفتر از دلربا نيها نمي داند
مرا از خود ستان با جذبهٔ دلدار اي ساقي

در اين وادي پس داماندگان چون مير مهمانيم
توصل کن مرابا کاروان سالار اي ساقي.

## سيد عظيم الدين ٺٽوي

ميرن جي صاحبيءَ جو مختصر دور اگرچ ملڪ جي فلاح ۽ بهودي جي ڪارنامن سان ايترو ڀرپور نه آهي، مگر هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته سندن درباريون هميشه عالمن ۽ شاعرن سان معمور رهيون، جتي سدائين علم ۽ هنر جو چرچو ٿيندو رهيو. سندن حڪومت جو زمانو ڪو صديون نه هو، مگر اڌ صدي، جا سموري درانين جي خانه جنگي جي مشعلن سان جلندي رهي. حقيقت ۾ ميرن جي زوال جو باعث به شجاع الملڪ جي بدقسمتي هئي، افغانستان جي اميرن جي شوميءِ قسمت، سنڌ جي ميرن کي به پنهنجي نحوست ۾ لوڙهي وئي. جيڪڏهن هو ڪابل ۽ قنڌار جي شاهن جي طوائف الملوڪي جي نحوست کان آجا هجن ها ته جيتري قدر هو عاقل ۽ رعيت پرور هئا يقيناً "سنڌ" جي سرزمين کي بهشت بڻائي ڇڏين ها. علم جي لاءِ جو ڪجهه هنن ڀاڻ پٽوڙيو، سو ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهجي. مير صاحبن کي فارسي زبان سان محبت

ن، ۾ عشق هو، هو هميشه پارسي زبان کي همٿائيندا رهيا. مسٽر ٽائن ڪرو پنهنجي رپورٽ ۾ هڪ هنڌ ان جو نمايان ذڪر ڪيو آهي:-

”ميرن جي دربار ۾ پارسي زبان! جو گهڻو چرچو آهي ۽ سڪولن ۾ به اهائي زبان پڙهائي وڃي ٿي.“

مير صاحب شعر و شاعري جي فن جا پروانه هئا. ”ٽائن ڪرو“ پڌائي ٿو ته مير صاحب جي سواري هلندي اڳ ۾ شاعر سندن تعريف ۾ شعر چوندا هلندا هئا. مگر هي وڏاءُ آهي، ڇو ته شاعر ڪڏهن به، ڪنهن به وقت بادشاهن جي سواري وقت، اڳ ۾ شعر چوندي نه پڌا ويا آهن. شايد ”مير فتح علي“ جي سواري جي اڳ ۾ ڪن خادمن کي دعائيه نغمه چوندي ”مسٽر ٽائن ڪرو“ غلطي ڪاڌي آهي ته هو شاعرن جو ٽولو آهي، جي پنهنجي فن جي رسوائي هٿن سرراه ڪري رهيا آهن. حقيقت ۾ شاعر جي طبيعت بيحد غيور آهي، سو به ”مشرقي شاعر“ جي پنهنجي خود داري ڪان مشهور آهن. مشرق جي تاريخن جا ورق سندن خودداري جي ڪهاڻين سان پرپل آهن. مشرق ۾ جا عزت ”شاعر“ جي رهي آهي، ان ڪان تاريخن جا ورق پريا پيا آهن. ڪئي هو سون سان توريا ويا آهن ته ڪئي هو خود تاجدارن جي مٿان حڪومت ڪري ويا آهن.

مير صاحبن جي هن علمي ذوق سبب سندن دربار مشرقي دستور موجب درباري شاعر ڪان خالي نه رهي. اهڙي ريت مير ”فتح علي“ جي دربار ۾ هڪ باڪمال شاعر ٿي رهيو، جنهنجو نالو عظيم الدين“ هو. هي مشهور عالم ۽ بزرگ سادات شيرازي عرف شڪر الاهي سيدن مان هو. تاريخ تحفة الڪرام جو مصنف سيد علي شير قانع سندس ڇاڇو هو. سندن وڏو جو سنڌ ۾ آيو، اُنجو نالو قاضي سيد شڪرالله هو. هو هرات ڪان لڏي اچي قنڌار ۾ رهيو، جتان شاه بيگ ارغون جي حڪم سان اچي ٺٽي ۾ رهيو ۽ مرزا شاه حسن جي عهد ۾ قاضي القضات

جي عهدي تي پهتو.

* تاريخ ۾ نقل آيو آهي ته هڪ دفع مرزا شاهه حسن سندس انصاف ۽ ديانتداريءَ جو امتحان لهڻ گهريو. هن ظاهري طرح ڪنهن سوداگر کان گهوڙا خريد ڪيا، مگر پيسن ڏيڻ ۾ سستي ڪئي. سوداگر پيو چارو نه ڏسي، انصاف جي لاءِ قاضي وٽ آيو. قاضي سيد شڪرالله، مرزا کي حڪم شرعي موجب دارالقضاء (ڪورٽ) ۾ گهرايو. بادشاهه هڪدم اچي حاضر ٿيو. جنهن تي شريعت اسلامي موجب مدعي ۽ مدعا عليه کي گڏجي بيهي صفائي ڪرڻي هئي، انڪري قاضي، شاهه کي سوداگر کان مٿي رکڻ جائز نه سمجهيو. بادشاهه کي فقط قاضي جو امتحان وٺڻو هو، انڪري هن سوداگر کي راضي ڪري اجازت ڏني. هن فيصلي ٿيڻ کان پوءِ قاضيءَ شاهه جو ادب بجا آندو ۽ کيس بلند جاءِ تي ويهڻ جي آڇ ڪيائين. "شاهه حسن" توري وقت جي دوستانه ڳالهين ڪرڻ کانپوءِ خنجر ڏيکاري چوڻ لڳو، ته جيڪڏهن اڄ اوهان منهنجي خوشامد ڪريو ها ته هي خنجر اوهانجي سيني کان پار هجي ها. قاضي هي پڌي مسند جي هيٺان تلوار ڪڍي ورتي ۽ چيائينس ته جيڪڏهن اوهان "شرعي حڪم" جي تعمير ۾ قاصر رهو ها ۽ ڏسان ها ته پيو ڪوبه اوهانجي مقابلي ۾ نڪو وڃڻ گهري ته هن تلوار سان، شريعت جي سياست کي پورو ڪريان ها. ڪيتري قدر نه اهو مبارڪ زمانو هو، ڪهڙا نه عادل شاهه هئا ۽ جرات وارا جج. اهڙو هو خدا ترس ۽ باشرع ڏاڏو سيد قانع ۽ سيد عظيم جو.

"سيد عظيم الدين" جي والد جو نالو سيد يار محمد هو. آن کي ۳ فرزند هئا. وڏي جو نالو سيد ڪريم الدين هو، سيد

---

* تاريخ تحفة الڪرام ج ۳- ۱۹۴، تاريخ طاهري ۾ به هي واقعو درج ٿيل آهي.

عظيم الدين سندس نندڍو ڀاءُ هو. صاحب تحفة الڪرام هن مشهور شاعر جو تذڪره هيٺين اکرن ۾ ختم ٿو ڪري*

”سيد يار محمد کي ٻه فرزند مير ڪريم الدين ۽ مير عظيم الدين هئا. مير عظيم الدين شعر جي هنر کي چڱو ڳچ ڪيو آهي ۽ وٽن جي يادگار ۾ داخل آهي“.

سيد عظيم ننڍپڻ هوندي ئي پيءُ جي سايه کان محروم رهيو، جنهن جو ذڪر پنهنجي تصنيف ۾ هن ٿو ڪري:-

منم آنرو تشنه در يتيم ڪه از نا شناسي چرخ لئيم
زگرد يتيمي شدم رايگان بخاڪ ره بيڪسيهانهان*

يعني - آءٌ اهو قيمتي موتي آهيان، جو زماني جي بيپرواهيءَ سبب حقيقي قيمت تي نه پهچي سگهيو آهيان. يتيمي جي مٽي کان وڃايو ويو آهيان ۽ بيڪسي جي ڏکن ڏاکڙن لڪائي ڇڏيو آهي.

هنن سٽن مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته شاعرن جي اوائلي زندگي جو دور نهايت تڪليفن سان ئي گذريو. ائين به ڪلهوڙن جي آخري حڪومت جو دور سنڌ وارن جي لاءِ بيحد مصيبت جو دور هو. غلام نبي ۽ عبدالنبي جون حرڪتون، مدد خان جي چڙهائي، هي سڀ اهڙا واقعات هئا، جن سنڌ وارن جي حياتي کي تلخ بڻائي ڇڏيو هو. جيڪڏهن اهڙي وقت ۾ ”سيد عظيم“ جي زندگي، مصيبتن سان وڪوڙجي وئي هجي ته ڪهڙو عجب آهي. مگر ڪلهوڙن جي پڄاڻي سان شاعر جي تڪليفن جي پڄاڻي ٿي نه. ”مير فتح علي“ جي دربار ۾ جتي ٻين علم وارن اچي پناهه ورتي، اتي ”سيد عظيم“ به زماني جي تڪليفن کان ڇوٽڪاري

* تاريخ تحفة الڪرام ج ٣ ص ١٩٨
قتحنامه.

لهڻ لاءِ اچي حاضر ٿيو. سندس تصنيف مان خبر پوي ٿي ته هو. ”مير صاحب“ جي دربار ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ نهايت خوش زندگي گذارڻ لڳو. ايتري قدر جو هو پنهنجي حالت ”فردوسي“ سان پيٽي ٿو، ۽ سلطان محمود جي بيقدري تي ذڪ ظاهر ڪري، ”مير فتح علي“ خان جي قدر شناسي تي ناز ڪري ٿو. فرمائي ٿو:

چه گويم فردوسي و نظم او ... ڪه عزم ڪجاؤ ڪجا عزم او
وي آراست اکليلي از گوهران ... ببزم خسيسان بي جوهران
بعهدي لوائي سخن برفراشت ... ڪه عهد سلاطين وفائي نداشت
ز مسکين گر نتنند گنج وگهر ... ندانَدش اندر عوض مشت زر
نه محمود ماندو نه سيم وزرش ... نه آن تخت ماندونه آن افسرش
مگر سستي عهد او يادگار ... بمانده است بر صفحه روزگار
بفضل خداوند والا نعم ... هم از بخشش پنج گنج کرم
کاليم چه نيکو جهانگير يافت ... بلي ميربن ميربن ميريافت
فهم رموز خفي و جلي ... امير جهان مير فتح علي
مسلم زوي دعوي سنجري ... من از طبع روشن برش انوري*

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ”مير عظيم“ فاتح سنڌ جي دربار ۾ بلند جاه تي پهتو. مير جي دربار ۾ سندس بيحد قدرداني ٿي ۽ سندس شعر جو بيحد چرچو ٿي رهيو. ”نائن ڪرو“ اُنبابت لکي ٿو:-

”فتحنامه جا نڪرا عام دربار ۾ پڙهيا وڃن ٿا، ۽ گهڻن درٻارين اُنجا مکيه نڪا ياد ڪري ڇڏيا آهن.“

شاعر جي عزت جو ٻيو سبب اهو به هو، جو هو مذهبي عقايد ۾ ميرن جو همخيال اثناعشريه هو. هن پنهنجي تصنيف ۾ اُنجو اقرار ڪيترن هنڌن تي ڪيو آهي.

* فتح نامه.

علب ڪن اگر طالب ڪاملي   علي از خدا و خدا از علي

يـا

منم خاڪـ؎ راه جناب علي   منـم ذره آفتاب علي

سيد عظيم الدين جي وفات جي پوري خبر نہ آهي مگر هي خيال آهي اُنجي وفات، مير فتحعلي خان جي وفات کان ٿورو پوءِ ٿي آهي يا ٿورو اڳـــ.

”مير عظيم“ پنهنجي دور جي شاعرن مان نهايت بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس همعصر شاعرن ۾ مير ابوالمڪارم مشهود مصنف مثنوي ”سليمان و بلقيس“ ۽ اُن جا فرزند مير رضي الدين فدا ۽ مير حيدر الدين بوتراب تخلص ڪامل، مولوي مداح ۽ محمد پناه رجا اهي وڃن ٿا. مگر شعر جي دنيا ۾ جو درجو سيد عظيم کي حاصل ٿيو، سو ٻين کي حاصل ٿي نہ سگهيو. هو پنهنجي شعر لاءِ هڪ هنڌ چوي ٿو:-

بهشتِ سخن گشت محروس من   پراز حور معني ست فردوس من
د بيت بيتم چو بيت بهشت   مضامين نيڪوش غلمان سرشت
بفردوس من بيوچ خوش منظرست   ڪہ هرمصر عش موجهٔ ڪوثرست
باين حجت امروز فرد و سيم   وليڪن نہ فردوسي طوسيم *

”سيد عظيم“ جي تصنيفات متعلق چيو وڃي ٿو تہ هنجون ٻہ تصنيفون آهن :-

مگر مون تائين ”فتحنامہ“ پهتل آهي، ڪتاب خاص اهتمام سان لکيل آهي ۽ امڪان گذري ٿو تہ شايد مير فتح علي جي زماني جو يادگار هجي.

(١) فتحنامہ (٢) هير رانجهو.

* فتحنامہ

## فتح علي

"فتح نامه"، "شاهنامه" جي طرز تي بحر تقارب مثمن مقصور ۾ لکيو ويو آهي ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي زماني کان وٺي هالاڻي جي فتح تائين، جي واقعات ميرن سان تعلق رکن ٿا. ڏنا ويا آهن جي واقعات مصنف جا چشمديد آهن، جئن چوي ٿو:-

شجاعات بهرام و بهراميان نوشته بقدري که ديدم عيان
قلندر هم ديده گويد سخن شنيده بود قصهائي کهن

## مير ڪرم علي خان "ڪرم"

حڪمران ميرن جو صحيح معني ۾ علمي تاجدار "مير ڪرمعلي خان" ٿي گذريو آهي. هو نه فقط علم دوست هو، يا سندس دربار عالمن ۽ شاعرن سان ڀريل رهندي هئي، مگر هو پاڻ وڏي درجي جو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. مير فتحعلي خان سان به ٿي شعر منسوب ٿيل نظر سان گذريا اٿم، مگر هو شاعر نه هو.* "مير ڪرمعلي خان" جو مڪمل ديوان آهي، جنهن سان هنجي علميت جو پتو پئجي سگهي ٿو.

مون وٽ جو نسخو ديوان جو آهي، سو "مير صاحب" جي فرمائش سان لکايو ويو هو. ديوان جنهن خاص اهتمام سان لکايو ويو آهي، اُن سان، مير صاحبن جي ذوق علمي جو پتو پئجي سگهي ٿو. اڳين ته "اسلامي تاجدارن" جي علمي شغل سان تاريخن جا ورق ڀريا پيا آهن، مگر "سنڌ" جي هن حڪمران جو علمي شوق به جڳان جڳ جيئرو رهندو.

---

* خيرپور نامه.

"مير ڪرمعلي خان" جو تخلص "ڪرم" آهي. سندس ديوان ۾ تقريبا ٢٠٠ غزل، ٢ قصيدا ۽ ٿورا فرد آهن. ديوان جي پڇاڙيءَ تي ڪاتب ١٢٤٥ هه لکيو آهي، مگر جلد تي ١٢١٤ هه لکيل آهي، ممڪن آهي ته ڪتابن جي لاءِ رنگين ۽ مصور جلد اڳ ۾ ٺهرائي رکيا ويا هجن ۽ پوءِ ڪتابن کي ڏنا ويا هجن.

ديوان جي شروعات ۾ شسته پارسي ۾ مير صاحب جو لکيل منڍ آهي، جنهن ۾ حمد ۽ نعت کانپوءِ مير صاحب پنهنجي ديوان لاءِ لکي ٿو:-

هر وقت ۽ هر زماني ۾ آڳاٽن شاعرن يا پويان مضمون سينگاريندڙن پنهنجي ديوان رٿيا آهن، ان ڪري اميدوار نگاه ڪرم حضرت علي‌الولي تخلص "ڪرم" ۽ نالي ڪرمعلي ٽالپر، خدا اُنکي بخشي. سرمايه عشق ازلي جي فيض سان، سندس طرز تي قلم جي ڪميت کي هن ميدان ۾ ڊوڙائي، ديوان کي مرتب ٿو ڪري ۽ اُميد ٿو رکي ته حضرات جن تي درود ۽ سلام آيو آهي، شرف قبوليت جو بخشيندا، جو سچي دل سان سندن محبت ۽ مداحي جو دم ٿو هڻان ۽ ساڳي وقت سخن سنج دوستن جي محفل ۾ سوکڙي طور ٿو ڏيان.

گــرز کس سهوي رود اندر ڪلام
بہ کــہ در پوشند آنرا والسلام

ديوان جي شروعات ۾ هڪ ڊگهو قصيدو آهي، جنهن ۾ "شاعر" پنهنجي شعر جي ابتدا هڪ خواب سان ڏيکاري ٿو، جنهن ۾ ڏسي ٿو ته ڪيس دربار علي عليه السلام ۾ پهچايو ويو آهي، جتي ڪيس ارشاد ٿو ٿئي ته "اُٺي اهلبيت جي تعريف ڪر". هن قصيدي ۾ پوءِ امامن سڳورن جي ثنا ٿو ڪري. فرمائي ٿو:-

يڪــ شب اندر خواب بودم سر ببالين قرار
ديده دل محو حيرت در خيال روي يار .
ناگهان آمــد ندائي هاتفي درگوش مــن
گفت ڪاي مداح شاه دين امير نامدار

زود برخيز وبگو مدح شهنشاه دوکون
آن شهنشاهي ڪ باشد شهر دين را شهر يار
شاه دين شير خدا ابن عم خيرالورا
آن وصي مصطفي آن نائب پروردگار... الخ

هن قصيده کان پوءِ پيو به اهل بيت جي مدح ۾ قصيده اچي ٿو، ان کان پوءِ شروع ٿئي ٿو. جيئن ته مير صاحب آثنا عشريه عقائد جو پوئلڳ هو، آنکري اڪثر ديوان جي هر هڪ مقطع ۾ اهلبيت جي تعريف ڏنل آهي. پهريون غزل جو ديوان جي سونهن آهي، سو هيٺ ڏجي ٿو:

لطف ايزد هست هر دم يار ما - زين سبب بگرفت رونق کار ما
از نسيم دض او خواهد شگفت تازه گل در گلشن و گلزار ما
نيست حاجت تا کرم سازد بيان کـــار ساز ما بفکر کار ما

مير صاحب جي ديوان ۾ به اهيئي گل و بلبل جو ڳالهيون، ڪيف ۽ سرمستين جي اور، هجر ۽ وصال جا داستان ڏنل آهن. حيرت لڳي ٿي ته باوجود تاجدار هئڻ جي "ڪرم" به فراق جي مهميزن کان بچي نه سگهيو آهي ۽ ڪنهن سخت بي پرواهه سان سندس اک لڙي ٿي پائنجي، ايتري قدر جو:-

صدبار اوفتا دم برذر گهش مدام
يکبار هم نديده ڪہ اين اوفتاده کيست
عمر يست برذرت سرخودرا نهاده ام
گاهي نگفتہ ڪہ همين سر نهاده کيست،

هڪ هنڌ آن لا آبالي دوست سان سندس ميل ٿئي ٿو، انوقت جو گفتگو هڪ غزل ۾ نهايت دل آويز انداز ۾ ڏي ٿو:-

گفتم بناز لطف بنہ پابچشم من
خنديد و ناز کرد حنارا بهانہ ساخت

گفتم ڪہ روئي توبينم زشوق دل

پوشيد رو بہ ست ودعارا بهانہ ساخت

گفتم رقيب رابکش از کوي خود نرانہ

گفتا نميکشيم گدارا بهانہ ساخت

سنڌ جي حڪمران جي زبان مان هي پيار ڀريون ڳالهيون ڪيتري قدر نہ پياريون ٿيون لڳن. ڪنهنجي ڏسڻ جو شوق ۽ ان جو دعا جي بهاني منهن ڍڪڻ ڪيترو نہ پاڪيزه خيال آهي. رقيب جي خوف کان ”ڪرم“ بہ بچيل نہ هو. الائي هي شاعرانہ تقليد آهي، يا حقيقت. سندس ديوان تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ سچ پچ هو رقيبن کان خائف پئي رهيو آهي. حسن عشق و محبت جي ڳالهين کانسواءِ سندس عالي خيالي بہ ديوان مان بکي ٿي. جيئن فرمائي ٿو:-

نقش گر صورت نگار نوشت     چون بہ ڪاڪل رسيد مار نوشت

مصور هڪ حسين صورت سامهون رکي انجو نقش ڪڍي ٿو، جڏهن زلفن جي پيچ تي اچي ٿو تہ بي اختيار نانگ جي تصوير ٿو چٽي. ڪيڏو نہ هي ناگهاني خيال فطري آهي. ٻي هنڌ فرمائي ٿو:-

بہ نيم ناز دلم را ز ڪف تو بربودي

چہ ميبري تو نگارا بہ نيم ناز دگر

شاعر جي دل محبوب نيم ناز سان کسي ويو آهي، هينئر هو حيران آهي تہ باقي اڌ ناز سان ڇا ڪثي لٽ پوري ڪندو.

”ڪرم“ جي شعر جون سڀئي خوبيون هڪ هڪ ڪري لکان، مگر اهي ايتريون گهڻيون آهن، جو انهن تي نہ بحث ڪرڻ لاءِ وقت آهي نہ اختيار. ”ڪرم“ پنهنجي ديوان ۾ همعصر شاعرن جو بہ ذڪر ڪيو آهي:-

ز شعرم شعر عاشق راست ترجيح
صباحي و مجيدا ور بنا شد

هن شعر ۾ عاشق، صباحي، ۽ مجيدا جو نالو ٿو اچي مگر
انهن مان عاشق ڪانسواءِ ٻين جو پتو نه ٿو ملي. هن هيٺ مير
ڪرمعلي خان جي ديوان جو انتخاب ڏيانٿو:-

# انتخاب

## غزل

باده در موسم بهار خوش است
خاصه بايار گلعذار خوش است
چشم مخمور يار بايد ديد
تيغ هر چند آب دارخوش است
درد ياري که درو خزف يکي است
دور و دن آزان ديار خوش است
گرچه صد بار ديده ام رويت
ديدنت هزارها بار خوش است
صيد آهو و موسم "برسات"
ازهمه صيد و هر شکار خوش است
کارو بار من است عشق بتان
کرما اينچه کاروبار خوش است

## ايضا

بتان بامن بسي انجام کرد ند
هم از بيخود بها خام کردند
دل من باکسي الفت نگيرد
نگاران آخر اندر دام کر دند
چووا کر دند زلف عنبرين را
سياهي درجهان چون شام کردند
ميان دلبر و عشاق شد صلح
رقيبان را همين پيغام کـر دند
زيمن شاه مردان در دو عالم
کرمرا بين چه نيکونام کر دند.

## غزل

شبي گـر بجانان بـر آسودمي
چه گويم ز شادي که چون بودمي

چہ خوش موسم بر شگال آمده
چہ بودي ره راغ پيمودمي
بپاست اگر سر نهادن دهي
سر خويش آبر آسمان سودمي
چہ فرخنده طالع چہ روز سعيد
کہ بايار خود باده پيمودمي
بگفت ارتو اغيار را ميکشي
کرم پايہ قدرت افزودمي

## فرد

سر و من رفتار دارد سرو را رفتار نيست
ماه من گفتار دارد ماه راگفتار نيست

## فرد

دانا سخن اهل غرض را کہ دگوش
از مردم کذاب سخن راست نيامد

## مير مراد علي

مير ڪرم علي جي وفات کانپوءِ مير مراد علي اڪيلو سنڌ جو تاجدار ٿيو. هنکي بہ پارسي ادب سان گهڻي دلچسپي هئي. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ بہ شعر چوندو هو. سندس مڪمل تصنيف اگرچ کانہ ٿي ملي سگهي، مگر شعر جي مختلف ڪتابن ۾ ڪڏهن ڪڏهن سندس شعر نظر اچيو وڃي. سندس شعر جو نمونو هن هيٺ ڏنو وڃي ٿو. شعر ۾ تخلص ”علي“ آهي.

## غزل

دلربا جائي در بزم فرما
مهرباني حسن و کرم فرما
جان شيرين فدائي تو سازم
چون سايہ بر سرم فرما

دل زجور رقيب خسته شده | تو شدا رو به ما عزم سرما
کلبه ام دور نيست از کوهت | خانه دل مسرور فرما
يا الاهي بحرمت حسنين | بر علي رحم کن کرم فرما

واه

تيغ زن بر ثمر جدائي را | تازه کن عهد آشنائي را
چشم بيمار کرد عالم را | تازه کن عهد آشنائي را
بردر آستان شاه نجف | اي علي ساز جبه سائي را

ايضا

نباشد فصل چون فصل بهاران | چه خوش باشد ولي بادو ستداران
به پيش قد تو آن سرو چوبست | که باشد آن عصائي چوبداران
بوصل تو چنان مشتاق هستم | که باشد تشنه مشتاق باران
علي هست از غلامان شهه دين | چه پروا باشد از دشمن هزاران

## مير شهداد خان

مير شهداد خان، مير نور محمد جو پٽ ۽ مير مراد علي جو ڀائٽيو هو مير نصير خان جي زماني ۾ هو سندس مددگار رهيو سنه ١٨۴٣ع ۾ مياڻي جي فتح کانپوءِ سنڌ جي فاتح سر چارلس نيپئر مير شهداد خان کي ٻين ميرن کان علحده صورت ۾ نظر بند ڪري رکيو، ڇو ته مٿس تهمت هئي ته هن حيدرآباد جي انگريزي ڇانوڻيءَ تي حملو ڪيو هو ۽ ڪئپٽن اينس جو خون ڪرايو هو. سنه ١٨۴٧ع ۾ ڪيس مٿئين تهمت کان آزاد ٺهرايو ويو ۽ انوقت جي گورنر جنرل لارڊ ڊلهائوسي جي حڪم سان ڪيس ٻين ميرن سان گڏ رهڻ جو حڪم مليو ۽ هو ڪلڪتي ۾ وڃي رهيو جتي سنه ١٨۵٧ ۾ فوت ٿي ويو. مير شهداد خان به ڪڏهن ڪڏهن پارسي شعر چوندو هو. جنهنجو نمونو هن هيٺ ڏجي ٿو، سندس تخلص حيدري هو.

حسن تو يوسف بہ ڪنعان ديد | زان سبب شد خريد در بازار
حيدري ام غلام پنج تنم | رحم برمن ڪنند هشت چهار

ولہ

ظلم مژگان رشيده ام ڪہ مپرس | جامۂ خود را در ديده ام ڪہ مپرس

## مير نصير خان "جعفري"

مير نصير خان هندستان جي انهن ٽن تاجدارن مان هڪ آهي، جنجي حياتي جلاوطني ۽ نظر بندي ۾ گذري. بهادر شاهہ ظفر، واجد علي شاهہ ۽ نصير خان "جعفري" خدا جي قدرت ٽيئي شاعر هئا. ٽنهي جو موت غريب الوطني ۾ ٿيو. هڪ جو رنگون، ٻئي جو ڪلڪتي، ٽئين جو پوني. ٽيئي همعصر هئا ۽ سندس ريءست جو دور بہ لڳ ڀڳ رهيو. سندن نظربندي انهيءَ لاءِ غم ۽ ڏک جو سبب نہ ٿي تہ هو پنهنجي حڪومت جا محبوب تاجدار هئا ، مگر سندن وداع سان گڏ علمي محفلون گم ٿي ويون ۽ شعر جي شمع ڪجهہ وقت لاءِ اجهامي وئي. خدا انهن کي غريق رحمت ڪري، سندن مذاق علمي جون ڳالهيون اسان جي داين کان ڪڏهن بہ وسري نہ ٿيون سگهن.

مير ڪرم علي خان ڪالپوءِ مير نصير خان پنهنجي وقت جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر برنس سر اليگزينڊر برنس جو ڀاءُ جو سنڌ ۾ مير مراد علي جي زماني ۾ ميرن جي علاج جي سلسلي ۾ آيو هو، سو لکي ٿو:-

مير مراد علي خان جي ٻئي فرزند مير نصير خان جي شخصيت حيدرآباد جي سڀني شهزادن کان وڌيڪ چڪيندڙ آهي. عمر هنوقت ٢٥ ورهيہ آهي، جڏهن آءٌ حيدرآباد وچي رهيو هوس، تڏهن مير نصيرخان جي خوبين ۽ علمي ڪمال جو اڪثر ڳالهيون ٻڌندو هوس. مون هي خيال ڪري تہ دنيا جا سڀ شاعر پنهنجي

ساراهه ٿي خوش ٿيندا آهن، هڪ ڏينهن مير صاحب کي عرض ڪيم ته مونکي پنهنجي ديوان جو هڪ نسخو ڏيو، انجو نالو ديوان ”جعفري“ هو مير صاحب عرض قبول ڪري، پنهنجي ديوان جو هڪ خوبصورت نسخو ڏنو جيڪو طلاڪاري جي نهايت سهڻي ڪم سان سينگاريل هو ۽ سر ورق تي ڪجهه عبارت به لکي ڏنائين. جهڪڏهن اهي شعر واقعي مير صاحب جي طبع جو نتيجو آهن ته منجهائن مير صاحب جي علمي لياقت کان وڌيڪ حسن بيان جو ثبوت ملي ٿو. *

ڊاڪٽر برنس جي بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته مير نصير خان ٢٥ ورهين جي عمر ۾ صاحب ديوان هو، هن مان سندس علمي استعداد جو پتو پوي ٿو. ديوان کانسواءِ مير صاحب جي ہي هڪ اعليٰ پايه تصنيف آهي. هڪ عشقيه افسانه ”مرزه صاحبان“، جنهنجي سنڌ جي علمي طبقي کي گهٽ خبر هوندي. هي عشقيه افسانه ڊگهي مثنوي آهي، ۽ بحر تقارب مثمن مقصور ۾ لکيو ويو آهي. هي مثنوي ٻن مهينن اندر لکي وئي هئي ۽ بقول مصنف منجهس ١٢٢٤ بيت آهن، جئن فرمائي ٿو:-

هزار و دو صد سي بر سال پنج ... که آمد بهم اين گرانمايه گنج
من اين سلک گوهر ميان دوماه ... بسفتم بوفيق و لطف اله
چو ابيات اين نسخه کردم شمار ... هزارو دوصدبيست هم بيت چار*

**مثنوي مرزا و صاحبان** هي مثنوي مرزا ۽ صاحبان جي محبت جي ڪهاڻي آهي. مرزه ۽ صاحبان ڪير هئا، ۾ محبت وارا. اگرچ انهن بابت ڪا، تاريخي معلومات ملي نه ٿي سگهي، مگر هي ڪهاڻي پنجاب ۽ سنڌ ۾ تمام گهڻي وقت کان مشهور آهي.

---

* ”وزٽ ٽودي ڪورٽ آف سنڌ“ ص

* مثنوي مرزه صاحبان.

"صاحبان" جھنگ سيال جي ويٺل ھئي. اھوئي ملڪ جتي "ھير" ڄائي ۽ وڏي ٿي. مرزه پڻ ھير جي مائٽن مان ھو ۽ "طاھر جي وستي" جو ويٺل ھو. جا شاعر جي قول موجب لاھور جي ڀرسان چناب درياھ تي ھئي. مگر صاحبان ۽ مرزه جا خاندان ھڪ ٻئي سان ڪاتين ۽ ڪھاڙين ھئا.

ھڪ ڏينھن مرزه ٻاھر شڪار تي ويل ھو، جو سائس ھڪ فقير جي ملاقات ٿي، جنھن کيس صاحبان جي سونھن جي ساراھ ٻڌائي. مرزه ڳالھ ٻڌي پرپٺ عاشق ٿي پيو ۽ ٻيءَ ماءُ کان اڪي صاحبان جي شھر "ھير" ۾ آيو ۽ صاحبان کان مڪ مول ٿيو. صاحبان کي جڏھن سندس اصل جي خبر پئي، تڏھن ڏاڍو ڏک ٿيس ڇو ته کيس وڏن جي دشمني جي خبر ھئي. مگر محبت بي اختيار ٿيندي آھي، مرزه ۽ صاحبان جي محبت اسرندي رھي. بلڪل اھڙيءَ طرح جيئن شيڪسپيئر، روميو ۽ جوليٽ جي محبت کي خانداني دشمني جي وچ ۾ وڌندي ڏيکاريو آھي.

محبت جي ڳالھ ڳجھي نه رھندي آھي، صاحبان جي عزيزن کي ڪنھن؟ طرح پٽڪ پئي. ھو مرزه جا دشمن ھئي پيا ٻي طرف ھنن "صاحبان" کي ٻي ھنڌ پرڻائڻ جو سعيو ڪيو. ڏين شادي رات مرزه، صاحبان کي وٺي وڃي ٿو. مگر انھنجي ھن حرڪت جي خبر "صاحبان" جي ڀيءُ کي پوي ٿي. ھو وڏي فوج وٺي مرزه جي ڪڍ پوي ٿو. لڙائي ۾ مرزه مارجي ٿو ۽ صاحبان به انھيءَ غم ۾ جان آفرين جي سپرد ڪري ٿي. "خواجه عطار" ڪھڙي نه ھنن سوگوار واقعات تي چيندڙ لفظن سان ڀرپل سٽ فرمائي ٿو:-

---

* مير نصير خان جي دربار ۾ پيو به ھڪ شاعر رھيو ٿي، جنھن جو نالو "يوسف" ھو. ھو مير صاحب جي خاص خدمتگارن مان ھو.

"عشق زين بسيار كرده است و كند" "منطق‌الطير" پنجاب ۾ هي قصو، "هير رانجهو" ۽ "سهتي مراد" جي قصن وانگر بيحد مشهور آهي. ٻهراڙي ۾ عام ماڻهو ڏوهيڙن ۾ چوندا آهن، سنڌ ۾ ٻه هي قصو مشهور آهي، خاص ڪري اتر سنڌ ۾.

مثنوي جي منڍ ۾ ۱ صفحن تي پکڙيل سستي پارسي ۾ هڪ طويل مقدمو لکيل آهي، جو مصنف جي هڪ درباري شاعر ٻچل تخلص "انور" * جو لکيل آهي. "انور" جي شعر جون ٿوريون سٽون جي مقدمي ۾ آيل آهن، جي هن مير نصير خان جي تعريف ۾ لکيون آهن، سي هن هيٺ ڏجن ٿيون.

| | |
|---|---|
| خديو زمان خسروبا وقار | نظر کرد شاه دلدل سوار |
| زسهم فرنگش قضا تيز تر | زتيغ کجش راست پشت ظفر |
| اگر همراز مارفنس دم زند | دم صبح آتش بعالم زند |
| دگر اوبر افروزد ازقهر چهر | چو خورشيد آتش زند در شپهر |
| در آتش گريزد سمند رزبيم | نهد سربکوه وبيابان نسيم |

مقدمي ۾ لکي ٿو:-

"مير صاحب سنه ۱۲۰۹ هه ۾ تولد ٿيو، ۽ امن و امان عالم جي هنج ۾ پلجي وڏو ٿيو ۽ ٿوري وقت ۾ ماهر فن اُستادن جي تعليم کان بهره ور ٿي علم ۽ ادب ۾ استعداد پيدا ڪيائين. خاص طرح شعر سازي ۾ ايتريقدر ته مهارت حاصل ڪيائين جو وقت جي نامورن شاعرن کان گهڻو اڳتي وڌي ويو. ٨١ سالن جي عمر ۾ جڏهن سندس گلزار زندگاني ۾ بهار جواني هزارين گل پيدا ڪري رهي آهي، ڪيس ۱۲۲۵ هجري ۾ خيال ٿيو ته ڪهڙو نسخو شعر ۾ تيار ڪيو وڃي، جو اڪين وارن جي لاءِ عبرت جو سبب بڻجي ۽ مصنف جي طرفان زماني ۾ سوکڙي ٿي رهي. جدا جدا محبت جي داستانن کي ڇڏيندي سندس انتخاب جي نظر "مرزه صاحبان" تي پئي. "هرڪا نئين شيءِ وڻندڙ ٿيندي آهي،" پاڻ اُن کي لکي پورو

ڪيائين، ۽ هن ڪمتر غلام درگاهه ڪي، جو اين ڏاڏن ڪان وٺي سندن نمڪ پرورده رهيو آهي ۽ هر وقت سندس چائنٺ چمڻ جو شرف حاصل ڪندو آهي، مسوده صاف ڪرڻ جو ڪم سپرد ڪيائين. باوجود ڪاروبار سلطنت ۽ سير ۽ شڪار جي، پاڻ به هن ڪم ڏي ڌيان ڏيندو رهيو. هن ڪم پوري ٿيڻ ڪانپوءِ سندس حڪم موجب ديباچه لکيو اٿم. اگرچه آءٌ هن خدمت جي لائق نه هوس، مگر "هر عيب جو سلطان پسند ڪري، هنر آهي" "هي سٽون لکيون وڃن ٿيون"

"مثنوي" تي نظر ڪرڻ سان "مير جعفري" جي استعداد علمي جو پتو پوي ٿو. سنديس مثنوي حمد جي هن سٽ سان شروع ٿئي ٿي:-

بنام خداوند هر دوجهان　　　　ڪزو هست برپا زمين و زمان

نعت ڪانپوءِ حضرت علي رضه ۽ اهلبيت جي تعريف اچي ٿي ۽ اُن ڪانپوءِ "مرزه و صاحبان" جي مثنوي لکڻ جو سبب ڏنو ڏي، جنهن ۾ تمهيد نگار جي قول موجب جدا جدا عشقيه ڳالهين ٻڌڻ ڪانپوءِ "مرزه صاحبان" جي آکاڻي چونڊي ٿو.

چو اين داستان عرض پيشم نمود　　　　رساندم شرس را بچاخ ڪبود
بخود گفتم اين لعبت تازه ايست　　　　سزا وار آرايش و غازه ايست

انڪانپوءِ هي عشق و محبت جي ڪهاڻي شروع ٿئي ٿي. مرزه جي وطن "قريه طاهر" جو نهايت دلڪش نظارو ٿو ڪڍي، جنهن سان سندس "مناظر فطرت" سان محبت پڌري ٿي. فرمائي ٿو:-

بدين نوع راوي حڪايت نمود　　　　ڪه شهري در اطراف لاهور بود
بدرياي چيناب بودي محال　　　　ڪه اورا بخوانند جهنگ سيال
زباغ ارم دلڪشا ترڪسي　　　　همي شهر طاهرش گفت هر ڪسي
بياراسته همچو خلد برين　　　　بهر سو شگفته گل و ياسمين

بهر گلبلي عندليبان هزار نواسنج مرغان در آن بيشمار
بسي سروها برلب جويبار بگردش بر افشان قمري هزار
بهر سوئي زير درختان سرو روان جوئي آب و خرامان تذرو
زمين سبز و خورم چو باغ بهشت توگوئي خدايش زمينو سرشت

صاحبان جي وطن جو نقشو به ساڳي رنگ ۾ چٽي ٿو، مگر اُنانجي حسن ۽ دلفريبي جي سارا هم اهڙي ته ڍنگ سان ٿو ڪري جو "صاحبان" جي سونهن جي ساک اڳ ۾ ٿي پڙهندڙ بيساخته ڪري ٿو ويهي، چوي ٿو:-

دران سر زمين بود شهري دگر بيا راسته چون چمن سر بسر
مران شهر را نام بود شهر هير بدريائي چيناب جنت نظير
بيا راسته همچو باغ جنان زمين سبزه و نهر هر سو روان
شگفته گل ويا سمين و سمن چمن در چمن نرگس و نسترن
بهرِ سي شقاق دران لاله زار گل سنبل و ارغوان بيشمار
بسر و سهي فاخته در فغان بهر سوي بد جوئي آب روان
ز بهر تماشا درو مهر خان زده حلقه چون در جنان حوريان
همه ماهرويان مشڪين ڪمند همه خوشخران مان گردن بلند
بهر سوي قصري چو چرخ ڪبود ڪه چرخ ڪبودس زمين مينمود
بهر گوشه ڪوشڪي جا نغرا ڪه از حسن گشتش سرشته بنا
درو بام قصوش سرشت ازمينون ڪزو چشم نظاره گي خيره گون
متاع دڪهانهائي او دلبري خريدار او جان بڪف مشتري
بجز عشقبازي نبد شان شعار بر از حسن و از ناز بود آن ديار

مٿئين سٽن جي پڙهڻ مان معلوم ٿي سگهندو ته شاعر ڪهڙي ريت نه "حسن جي شهر" جي مختلف خيالن کي نڀايو آهي. هن ڪتاب پڙهندي سونکي "وامق و عذرا" جو قصو ياد پيو، جو چيو وڃي ٿو ته "عنصري" سلطان محمود جي درباري شاعر لکيو هو. اهو ڪتاب به ساڳئي بحر ۾ ۽ مثنوي آهي. اگرچه "عنصري"

مسلم اُستاد هو، مگر "جعفري" ۾ ڪين گهٽايو آهي. عنصري روم جو نظارو ڪيو آهي، مگر ان کي "حسن جو شهر" بڻائي نه سگهيو آهي. مير جعفري اهڙو نظارو پيش ڪري ڏيکاريو آهي جو هو نه فقط فطرت نگار شاعر هو، "حسن" جو دلداده به هو. "مرزوه و صاحبان" جي مثنوي ۾ هر جاءِ تي اوهانکي حسن ئي چاره گر نظر ايندو. شهر ۾ حسن، محلات ۾ حسن، مڪتب ۾ حسن، مطاب تہ هر جاءِ تي حسن ئي چاره گر نظر ايندو. هن ڪان اڳين نه سمجهڻ گهرجي ته هو ڪو حسن ڪان مرعوب ٿيل هو. مگر فطرتاً ڪائنات جو اهم جزو حسن ٺهرايو ويو آهي، ۽ خوش قسمتي سان مير صاحب کي "حسن وعشق" تي لکڻو پيو. اَنڪريئي، سندس حسن تخيل حسن جي زرين تارن ۾ ويڙهيل نظر ٿو اچي. مگر جڏهن هو عشق جي اور ٿو اوري، تڏهن بلا جي گرمي ۽ تپش تو اٿي وجهي. مرزه، صاحبان جي حسن تي ٻرپٽ شيدا ٿئي ٿو، جڏهن سندس ماءُ کي خبر پوي ٿي، تڏهن ڪيس هئن چئي روڪي ٿي:-

مرو اي پسر سوئي جهنگ بر سيال ۔ کہ اين ڪار برما بگردد محال
چنانست آن شهر بر مکر و فريب ۔ ندارده غير از فسور و فريب
زا بـرو هم رادو تيغ جفا ۔ گزيشان محال است چشم وفا

مگر مرزا ان جو جواب ڪهڙو نہ عمدو ٿو ڏئي:-

بدام غم عشق افتاده ام ۔ دل از دست خود داده ام داده ام
رهائي کجاياٻم از چنگ عشق ۔ رسيده اشت برشيشه ام سنگ عشق
دگر آنکہ کفتي ترا ميکشند ۔ سرم را ز کينہ زتن ميبرند
نترسم ازمرگ و نہ از تيغ وتير ۔ نباشد هميشہ کسي بر سرير
سرانجام مرگست زوچاره چيست ۔ کہ اندر جهان دايما کس زيست

"هجر و وصال" جو ذڪر جو عشقيہ افسانن جو لاڳو آهي، نهايت عمدي طرح ادا ڪيو اٿس. فرمائي ٿو -

خوش آندم کہ در عاشق دلفگار بگير ۔ ندهم را چون جان درکنار
خوش آندم کہ در عاشق سينہ ريش ۔ بدل شاد کرد تدازو وصل خويش

خوش آندم ڪہ دو يار دو غمسگار همي باده نوشند اندر بهار
خوش آندم ڪہ دو عاشق جانفرا بهم شاد بباشند صبح و مسا
خوش آندم ڪہ دو محرم رازدان بباشند و اصل بڪنند يگران

مثنوي جي پڇاڙي نهايت درد انگيز طرح ٿئي ٿي. مرزه جو ۽ صاحبان جي پڇاڙي ڪانپوءِ شاعر دنيا جي بي ثباتي تي عمدي سمجهاڻي ڏئي ٿو، چوي ٿو:-

چنين است رسم اي لنا وفا جستن ازوي است يڪسر خطا
چنين است رسم جهان ڪهن ڪہ آخربود خاڪ تيره وطن
درد شت آباد آخر فنا نہ بيني بجز ظلمت آب بقا
نباشد همي زندگي جاودان زدست اجل ڪس ندارد امان

خوش آنڪس ڪہ آسان بر افشاند دست
دربن دهر دل را بہ چيزي نہ بست

هي مثنوي سنڌ جو عمدو يادگار آهي، زبان جي رواني، حسن تخيل ۽ حسن بيان درد ۽ تاثير سندس عمدا تاثر آهن. شايد عظيم ٺٽوي ڪان پوءِ "مير جعفري" سنڌ جي پارسي گو شاعرن ۾ امتيازي درجو رکي ٿو. سچ بادشاهن جو ڪلام بہ ڪلام جو بادشاهہ ٿئي ٿو، اڄ هو پري، موت جي ننڊ ۾ آرامي آهي، مگر سنڌ وارن جي طرفان اڄ سندس خدمت ۾ عقيدت جا گل نذر ٿو رکان.

## نواب ولي محمد خان لغاري

"نواب ولي محمد خان" غلام محمد خان لغاري جو فرزند رشيد هو. غلام محمد خان مير بهرام جو هڏ ڏوکي دوست هو. محمد سرفراز جي دربار جو پڻ اعليٰ رڪن هو سرفراز خان جڏهن مير بهرام کي مارائڻ جو منصوبو رٿيو ۽ مير بهرام کي شهيد ڪيو ويو، تڏهن غلام محمد خان مير صوبدار خان سان گڏ محمد سرفراز خان جي دربارين سان وڙهندي شهيد ٿي ويو.

"نواب ولي محمد خان" ان بهادر پيءُ جو بهادر پٽ هو. ميرن جي حڪومت ۾ وڏي اوج تي پهتو. "هالاڻي جي جنگ ۾ مير فتحعلي خان جي طرفان نهايت بهادريءَ سان وڙهيو. مير صاحبن جڏهن "شڪارپور" تي چڙهائي ڪئي، تڏهن حيدرآبادي ميرن جي فوج جو سپهسالار نواب ولي‌محمدخان هو. اُنوقت شڪارپور جو علائقو درانين جي قبضي ۾ هو ۽ سندن طرفان "نواب عبدالغفور" سردار رحمدل خان جو ڏوهٽو شڪارپور جو قلعدار هو. نواب ولي‌محمد خان نهايت حڪمت عملي سان فوجون شڪارپور جي سامهون آنديون. مختصر لڙائي * ڪانپوءِ قلعي تي قبضو ڪري ورتائين.

نواب ولي محمد خان اُن ڪانپوءِ به ميرن جون خدمتون بجا آڻيندو رهيو. هن صاحب انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ تعلقات سڌارڻ لاءِ جي ڪوششون ورتيون سي سندس اعليٰ تدبر جي تصديق ٿيون ڏين * نواب صاحب نہ فقط هڪ لائق سپهسالار يا وڏو سياستدان هو، مگر وقت جو وڏو اديب ۽ شاعر به هو. سندس تصنيفن مان ديوان ۽ هير رانجهو جي مثنوي مشهور آهن.

نواب صاحب وڏي عمر ۾ سال ١٨٣٢ع ۾ وفات ڪئي. حيدرآباد ۾ سندس نالي پوٽنان ٽنڊو ولي محمد مشهور آهي. سندس هينئر "ناجپور" شهر تعلقي هالا ۾ رهي ٿو.

---

* رحمدل خان، احمد شاه جي فوج جو نامور جرنيل هو، ۽ شڪارپور جو پهريون دراني نواب هو.

هي لڙائي سنہ ١٨٢٣ع ۾ لڳي.

* برنس "وزٽ ٽودي ڪورٽ آف سنڌ" ۾ لکي ٿو تہ "مير مراد علي پنهنجي وصيت نامي ۾ پنهنجي اولاد لاءِ لکيو هو تہ هو هميشه "نواب" جي هدايتن تي عمل ڪندا رهن. جيتوڻيڪ سيد اسماعيل شاه به ميرن جو لائق وزير هو مگر هميشه نواب صاحب کي فوقيت رهي"

نواب صاحب شاهه عنايت‌الله صوفي جي درگاهه ميرانپور شريف جو پانڌيڙو هو. ۽ ميان فضل‌الله صوفي جو مريد هو. پاڻ به اهل دل هو ۽ اميري ۾ به فقير هو.

"نواب صاحب" پنهنجي دور جو بلند پايه شاعر هو . پنهنجي هم‌عصر شاعرن مير ڪرمعلي خان، ثابت علي شاهه ۽ ٻين کان ڪنهن به طرح گهٽ ڪونه هو. شعر سادو ۽ سليس اٿس پر منجهس ايتري قدر ته پختگي آهي، جو بعضي ائين معلوم ٿو ٿئي ته ڪنهن ايراني شاعر جو شعر پڙهي رهيا آهيون. هو پنهنجي دور جو وڏو حڪيم به هو، فن طب ۾ سندس هڪ ڪتاب "معالج الامراض" به لکيل آهي، جو مير مرادعلي‌خان جي ٽالپر سان معنون ٿيل آهي.

## انتخاب

آهوئي چشم ترا شير ژيان ميدانند
نوڪ مژگان ترا تير کما ميدانند
از خمارئي چشم تو هم باده ڪشان
ساگر چشم ترا پير مغان ميدانند
نخلبندان رياض تو چو قمري به چمن
قد رعنائي ترا سرو جهان ميدانند
خوبرويان ختن، طره ڪاشان خطا
زلف مشڪين ترا دام جهان ميدانند
طوطئي پسته دهان تو خموشي دارد
غمزه و ناز ترا نطق زبان ميدانند

## ايضا

دريائي غصه را بن وپاياڻ پديد نيست
ڪار زمان را سرو سامان پديد نيست
پيش از هزار تير جفا بردل من است

پنهان چنانکه يڪ سر پيکان پديد نيست

آبِ حيات در ظلمات است نزدما
ظلمت بسي است چشمهٔ حيوان پديد نيست

گفتم که جان ز حادثه بر ديم بر ڪنار
چندان غمِ دل است که خود جان پديد نيست

## ايضا وله

مرا بروشني شمع هيچ حاجت نيست
رسيده رخِ يار در ڪنار امشب

ڪجا است چشم که بهر تو اشکبار نه شد
هزار ديده چوابر است زار زار امشب

بهوش ڪوش مکن جام ساقيا لبريز
که مست گشت زجام تو هوشيار امشب

## ايضا وله

ما نقد جان و دل به نثار تو داده ايم
اين است ايصنم محکِ امتحانِ ما

خامش ولي که طبع نگارِ تو نازڪ است
صندل بدرد سر نکشد زين بيانِ ما

## شيوڪ رام "عطارد"

ڪيتري قدر نه برڪت پريو زمانو مو آهو، جڏهن نه تعصب هو، نه نوڪرين جي تناسب تي جهڳڙو، نه زبان جو رولو، جيڪڏهن هندي زبان جا عالم هئا مسلمان، ته پارسي زبان سان محبت جو ثبوت ڏيڻ ۾ هندو به گهٽ نه رهيا. انوقت جي سنڌ،

محبت جي سر زمين هئي. "رضائي" مصنف "زيبا نگار"* اُنوقت جي سنڌ لاءِ ڪهڙو نہ عمدو لکيو آهي:-

ڪہ ملڪِ سندہ کانِ عشق ديدم بهر ڪوئي دڪانِ عشق ديدم
محبت رادور بازار گرم است ڪہ چشمِ مردش بسيار گرم است
بود آب و هوايش آتش انگيز بدل سوز محبت ڪند تيز
ديارِ سندہ ڪوئي لالہ زار است ڪہ هر دل راتوگوئي مرغزاراست
بلي گلزار خوبي آن ديار است ز گلرويانِ سنبل نوبهار است

زمين آن بهارستان حسن است
ديارِ آن نگارستان حسن است

مگر اڄ پوليءَ تي جهيڙو، لکڻ تي جهيڙو، پڙهڻ تي جهيڙو، هر طرف تعصب جي باهہ ٻري رهي آهي. چڱي ۽ مٺي جو ڪوبہ امتياز نہ رهيو آهي- شتر بي مهار وانگر هرڪو پنهنجي منهن سان هلي رهيو آهي.

شيوڪرام ٺٽي جو وينئل هو، ۽ سندس تخلص عطارد هو. ميان غلام شاه ڪلهوڙي کان وٺي مير فتح علي خان جي حڪومت جا ڏينهن ٺي سنيريو. علي شير قانع ٺٽوي مصنف تاريخ تحفته الڪرام پنهنجي مشهور تصنيف مقالات الشعرا ۾ لکي ٿو:-

"عطارد شيوڪرام شهر (ٺٽي) جي مشهور لکندڙن مان آهي، لطف طبع سان سينگاريل نوجوان صاحب فڪر آهي.

١- مثنوي "زيبانگار" جي مصنف رضائي بابت ڪابہ خبر چار نہ ٿي ملي سگهي، فقط ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ هن پنهنجي مثنوي ١٠٦١هہ ۾ ختم ڪئي ۽ هو شيخ نظام الدين اوليا دهلوي جو مريد هو. مثنوي ۾ سسئي پنهون جي عشق جي آکاڻي ڏنل آهي ۽ تقريباً ٣٠٠ صفحن تي پکڙيل آهي. شاعر جي شعر مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو سنڌي نہ هو.

"محمد محسن"* جي شاگردن مان آهي. نواب هزبر جنگ بهادر مياں غلام شاه عباسي جي منشين مان آهي. هن فقير (علي شير قانع) سان دوستاڻو رستو اٿس، نهايت محبت سان هڪٻئي جي ذيل مصرع تي تضمين ڪندا رهونداٿا. طبعيت برجسته ۽ طرز وڻندڙ اٿس". جئن چوي ٿو:-

بزرگي هر تنگ ظرفي بد زدي ڪي شود حاصل
درونِ ڪوزه هرگز ڪس نخواهد ڪرد در يارا
عطاردؔ تار ساندم اين غـزل در خدمـتِ قانـع
بـرنگين جامـهٔ گندار پوشيـدم سرو پيـارا

سندس تصنيفات مان "هير رانجهو" نثر ۾ موجود آهي. نظم ۾ سندس ديوان مشهور آهي. "هير رانجهو" جو قصو شسته پارسي ۾ لکيو اٿس، جنهن مان سندس ادبي ذوق جو پتو پوي ٿو. قصي جي شروعات خلقڻهار جي نالي سان هئن ٿو ڪري:-

تعالي الله زهي نيرنگ سازي به بيرنگي بسي جادو طرازي
بچندين رنگ حسنش جلوه گرشد ڪه درهرجلوه اش رنگي دگرشد
الهي در سخـن ده دستگاهم ڪه تا آسان شود اين سخت راهم
ڪليدي ده ڪه گنج دل ڪشايد وز آن گنجم گهر دردست آيد
ازان گوهر ڪه بفرو شم ببازار دري ڪانرا شوي هم تو خريدار

پنهنجي محسن "ميان محمد سرفراز خان" جي هئن تعريف تو ڪري:-

نشسته بر سر مسند ڪليم بر طور است
ستاده در صفِ هيجا است حيدر ڪرار
بدوست از ڪرم اندڪ پذير بيش نواز
بدشمن ازره ڪين زودگير دير گذار

---

* محمد محسن جي احوال لاءِ ڏسو ثابت علي شاه جو احوال.

شگفت غنچهٔ دلها بعهد دولت او
چنانچه گل شگفد در چمن بفصل بهار
فلک سپرد بدیوان عدل او سجلي
که بعد ازین نشود چشم فتنه بیدار

انکانپوءِ پڌائي ٿو ته ”هير رانجهو“ جو قصو سنڌ جي تاجدار ”سرفراز خان“ جي فرمايش سان لکڻ ۾ آيو. قصي جي اختتام تي لکي ٿو:-

من این افسانه رنگین تر نوشتم ﻪ رنگین بلکه شیرین ترنوشتم
برنگیني چوگل جایش بدستار بشریني چو شکر خندهٔ یار
مرادمن چو رنگین نقش بندد بشریني اگر خسرو پسندد

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته عطارد جو نظم و نثر بيحد وڻندڙ ۽ تعريف جي لائق آهي. سندس تصنيف ايران جي بلند پايه افسانه نگارن سان وڃيو ٽڪر کائي ٿي. ”هير ۽ رانجهو“ جو افسانو ائين ٿو ”سوز و گداز“ جي جيئري جاڳندي تصوير آهي، ”عطارد“ جي قلم جا آن ۾ جدت ۽ رنگيني پيدا ڪئي آهي، سا غير فاني رهندي. هجر ۽ وصال جو ذڪر، محبت جون بي تابيون ۽ صدما، عطارد جنهن نموني سان پيش ڪيا آهن، ان لاءِ هو حقيقي داد جو مستحق آهي.

شوو ڪرام جي تاريخ وفات جي پوري خبر پئجي نه سگهي، مگر چئي سگهجي ٿو ته هن ميرن جي اوائلي دور ۾ وفات ڪئي آهي. ممڪن آهي سندس تصنيفون پيون به هجن، مگرهن دور دور ۾ انهن جو ملڻ مشڪل آهي. سندس غزليات مان انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:-

## غزل

در شب هجران ندانم چشم چون مي گریست
این قدر دانم که از شب تا سحر خون مگریست
ایکه مي پرسي ز لطف از گریهٔ چشمم مپرس
لطف تو بسیار کم میدید افزون میگریست

شب عطارد را بمحفل خواند بيرون ماند غير
اين درون درخنده بودن آن به بيرون مهگر يست

## ايضا

ياد آن شبها که باسن مي نشستن بي حجاب
مي نهادي سر بزانويم هموړفتن بخواب
ساقي ازما زير دامن شيشہ پنهان ميکشيد
دست مادر دامن ساقيست تا روز حساب
بهر مها رويان عطارد سبکہ مي سازم رقم
فرد فرد شعرمن گردد کہ فردا آفتاب

## طوفان ٺٽوي

مير حامدالحق صاحب "علوي" فرزند رشيد خواجہ فقرالله صاحب علوي جي "بياض جنگ" ۾ ملا "طوفان" ٺٽوي جا گهڻي انداز ۾ غزل ڏنل هئا. اُنهن مان ڪن تي نقل ١٢٤٣ هجري بہ لڳل هئي. جيتوڻيڪ ملا موصوف جو ڪوبہ تواريخي احوال اسانکي دستياب ٿي نہ سگهيو آهي، مگر هي حقيقت آهي تہ هو "تحفةالڪرام" مير علي شير قانع کان پوءِ ٿي گذريو آهي. جيڪڏهن هو اُن دور ۾ هجي ها تہ "قانع" ضرور پنهنجي تصنيف ۾ سندس ذڪر ڪري ها. تنهنڪري اسين سندس زمانو پوءِ شمار ڪريون ٿا اُن کان سواءِ سندس غزل تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي تہ او "عشق ۽ مير مشتاق" جي غزل تتبع تي ساڳي بحر، رديف ۽ قافيو ۾ لکيو ويو آهي. انڪري يقين ٿئي ٿو تہ هو مير ڪرمعلي خان جي زماني تائين جيئرو رهيو آهي. ممڪن آهي، عاشق ۽ "مشتاق" سان سندس دوستانہ ناتا هجن ۽ سندن وچ ۾ شعر جي ڏي وٺ ٿيندي رهي هجي.

"مولانا طوفان" جو شعر دلپذير آهي. خاص ڪري منجهس درد گهڻو آهي، جو کيس همعصر شاعرن ۾ امتياز ٿو ڏئي. هڪ هنڌ فراق جي صدمي کان بيقرار ٿي فرمائي ٿو:-

دور از توگر آنچنان ڪز گريه ام گريد جهان
ايشاه خوبان الامان از گريهٔ طوفان تو

معنيٰ:- تو کان پري مان اهڙيءَ ريت روئان، جو منهنجي روئڻ کان سڄو جهان روئي ٿو، اي هيڻن جا سرتاج تنهنجي طوفان جي روڄ کان الامان آهي.

ڪيتري قدر نه روڄ جو المناڪ نقشو آهي، جو حضرت طوفان لفظن ۾ چٽي ڏيکاريو آهي. سندس شعر درد جي انهن ڪالهين سان ڀرپور آهي. پنهنجي بيڪسي ۽ نامرادي جو اظهار هن ئو ڪري:-

زلف خود ز وحشت خود چسان نه نالم چسان نه گريم
نه ترک ياري توانم از تو، دارم اميد ياري

افسوس جو سندس سڄو ديوان هٿ نه آهي سگهيو، نه ته سناس شعر جي خوبين کي وضاحت سان بيان ڪري سگهجي ها.

## انتخاب

پس از و فاتم چه سود جانا اگر بخاکم قدم گذاري
نيايد از تو چو جان ستاني نيايد ازمن چوجان سپاري
زلالت خود ز وحشت خود چسان نه نالم چسان نه گريم
نه ترک ياري توالم از تو، نه از تو دارم اميد ياري
مده تو هرگزمي و صالم، مبرتو هرگز ز دل ملالم
بپرس آماگهي ز حالم که بي تو چونم به آه و زاري
چو زخم تيرت رسد بطوفان، علاج آنرا مجوکه نبود
نه کار بخيه نه زخم مرهم که هست زخم تو زخم ڪاري

## ايضا

اي پائي تادر دلبري، پاتا سرم قربان تو
چشمم فدائي چشم تو جانم فدائي جان تو

اي مهروئي مهربان شکر لب و شيرين دهان
اي شاهِ خوبانِ جهان، خوبان همہ قربان تو
تا عشق تو آموختم مهرت بدل افروختم
گفتي بسوزن سوختم بردم بجان فرمانِ تو
از ترک چشمت مردوزن چون گل دريده پيرهن
صد عاشقِ خونين کفن از خنجر مژگانِ تو
شد کو تو اي سيمين بدن از دامن تو دستِ من
تا چند سوزم زين سخن دستِ من و دامان تو
دور از تو گريم آنچنان کز گريہ ام گريد جهان
اي شاه خوبان الامان از گريۂ طوفانِ تو

## مرزا مظهر سيد طبا طبائي

مرزا مظهر سيد طبا طبائي، مير ڪرمعلي خان ۽ مير مرادعلي جو مصاحب ۽ شاهي حڪيم هو. آن ڪان سواءِ هو وڏي درجي جو شاعر هو. خاص ڪري فن غزليات ۾ کيس گهڻي مهارت حاصل هئي. حڪيم سوزني ۽ مرزا مصاحب تبريزي سان وڏيون نکر ڪائي ٿو. "جناب مير حامدالحق صاحب علوي" جنگ بياض جي غزليات واري ڀاڱي ۾ "مير مظهر" کي نمايان درجو ڏنو آهي.

"حيدر پرڳڙي" جو مير مراد علي خان جي وقت ۾ حيدرآباد جو مختيارڪار هو، انجي ۽ شاعر جي وچ ۾ گهڻي ردبدل رهندي هئي. شاعر انجي هجو ۾ ٻه ڏکيون نظمون لکيون آهن، جن مان هڪ جو مطلع آهي:-

حيدر برگري زني دارد غيرت لعبتان چين و فرنگ

هن نظم ۾ مرزا مظهر "حيدر پرڳڙي" کي گهڻو بدنام ڪيو آهي. ٻي نظم هن کان به زياده قابليت سان لکي وئي آهي. جنهن ۾ هن "حيدر" جي شخصيت تي بحث ڪيو آهي. ڪردار نگاري جو هن کان زياده اعلي مثال، سنڌ جي پارسي شاعري ۾ ملڻ مشڪل آهي. فرمائي ٿو:-

حيدر برگري ز اصل سرمست | حمق بسيار عقل کم دارد
شکم او بزرگ همچون سگ | هفت فرزند در شکم دارد
شکم او کجا و بحر محيط | خم کجا نسبتي به يم دارد
شب مزاجش زهشه مي لرزد | روز طبعش ز سايه ام دارد
روز جنگ از براڻي راه گريز | در دروازهٔ عدم عدم دارد
چون نواز بذکوس جنگ و جدال | نوحهٔ بر خويش زير و بم دارد
چند در مدح او سخني رانم | خرچهٔ روائي مدح و ذم دارد

مير مراد علي خان جي زماني ۾ ”پالنور“ جو نواب بيمار ٿي پيو. نواب جي گهر تي مير صاحب مرزا مظهر کي پالنور روانو ڪيو ته وڃي نواب جو علاج ڪري. مگر ٿوري وقت جي علاج ڪرڻ پوءِ ”نواب صاحب“ مرزا صاحب کان شاڪي ٿي پيو، جنهن ڪري مرزا مظهر انجي علاج کان هٿ ڪيدي ورتو ۽ سندس هجو ۾ هڪ ڏگهي نظم لکي، جنهن ۾ هن نواب جي طبعيت، بيماري، ۽ پنهنجي علاج جو ذڪر ڪيو آهي. نظم فن طب جي ڳالهين سان پرپور آهي، انجو انتخاب هن هيٺ ڏجي ٿو:-

حاڪم ذهر شوم پالنپور | آدمي زاده نيست حيوان است
گفتم اورا مخور چپاتي و دال | کان همه علت است و نقصان است
طوطيا ترا غذا است شکر و قند | قوت اشتر از مغيلان است
گفتمش نبض خويش رانه نمائي | يکسي کو بمثل حيوان است
نبض خود رابده بدست کسي | کو فلاطون عصر و لقمان است
هيچ مفهوم او نشد آري | پيش کر گوز و نغمه يکسان است

مرزا مظهر پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو. هن پنهنجي شاعرائي ذات هجو لکاري ۾ وڃائي، جيڪڏهن شعر جي ٻين پاڱن ڏي رجوع ٿئي ها ته هو پنهنجو عمدو يادگار ڇڏي ها، مگر ڪنهن

جي طبيعت جو لاڙو آهي جيڪڏهن هو "مجونگاري" ذي رجوع نہ ٿني ها تہ سنڌ جي پارسي شاعري، شعر جي ان پاڱي ۾ خالي نظر اچي ها. مرزا مظهر جي فوت ٿيڻ جي تاريخ دستياب ٿي نہ سگهي.

## غزل

گل پيش تونگذاشتہ نازڪ بدني را
طوطي ز تو آموختہ شيرين سخني را
چشم تو حريفي است کہ ازصو معۂ زهد
در ميکده آورد اويس قرني را
يا قوت لب لعل ترا ديده ازان روز
خون گشتہ دل ازرشڪ عقيق يمني را
خوشنودني مظهرزتو گاهي نجدنگي است
آه! ار بنهد چشم تو ناوڪ فنگني را.

## محمد ابراهيم "ابري"

محمد ابراهيم "ابري" سيوستاني مصنف "انشائي ابري" بلند درجي جو نائر ۽ ناظم ٿي گذريو آهي. سنڌ وارن تي سندس هي وڏو احسان آهي، جو سنڌ جي صالحين، اميرن ۽ حاڪمن جا مڪتوب گڏ ڪيا اٿس. هي مڪتوب ٻن جلدن ۾ آهن. جيتوڻيڪ "ابري" جي حياتي جو مڪمل احوال ميسر ٿي نہ سگهيو آهي، مگر ايترو معلوم ٿي سگهي ٿو تہ سندس زندگي هميشه دنيائي تڪليفن جو گهر رهي. هڪ هنڌ انهن تڪليفن جو نهايت شاندار طرح بيان ٿو فرمائي:-

جان کنده ام کہ گشتہ ميسر وصال دوست
بيدرد راگمان است کہ آسان برآمده

ڪيتري قدر نہ عالي خيال آهي. انساني زندگي جا هميشه

تمنائن سان پرپل مصائب و آلام ۾ وڪوڙيل رهي ٿي، عام جي لاءِ معمولي شي آهي، مگر حقيقت وارا ڄاڻن ٿا ته ڪيتري قدر اهم ڪٺن چيز آهي.

"انشائي ابري" جو پهريون جلد جو منهنجي نگاهن ڪان گذريو آهي، مصنف ١٢٠٧ ھ ۾ تصنيف ڪيو آهي. اُنجي منڍ ۾ جا لظم "درشرح حال خود" جي عنوان هيٺ ڏني اٿس سا قابل قدر آهي. فرمائي ٿو:-

ندارم درجهان کس آشنائي
که بخشد فاتح برمن دعائي
يکي مرده تن وبريده جانم
شکسته پشت و مسکين بينوائي
شکسته خاطر و بکسته پيوند*
زدنيائي دني و بي وفائي
بدينسال بي مراد ازدار دنيا
نباشد همچو من درهيچ جائي
زين رو مغز خود خوردم درين کار
که ماند ياد گار ازمن بجائي
نيامد در سراسر عمر از من
يکي کاري که باشد خوشنمائي
دلم خون شد خدايا رحم فرما
کنون زان حسرتم دروائي وائي
خدا وندا دري ازغيب بکشا
بر اي روز گار اين گدائي
که من از فضل تو اُميد وارم
په بخشي برهنين مسکين عطائي
مباش از رحمتش نامبد ابري
که باشد رحمتش بي منهتائي

## محمد صبغت الله شاهہ راشدي

محمد صبغت الله شاهه عليه الرحمة*، "حضرت محمد راشدي عليه الرحمه" کانپوءِ سجاده تي ويٺو ۽ برابر ١٣ سال سجاده نشين رهيو. سندس تولد جي تاريخ جي خبر نه آهي، مگر سندس وفات ٦ رمضان ١٢٤٦ ھ ۾ ٿي. مولانا عبدالقدوس سرهندي قطع تاريخ هئن ڏني آهي:-

---

* ابري کي پٺ جي شايد اولاد نه هئي.

* سندن خانداني احوال "تذڪره" جي ٻهرين جلد ۾ حضرت محمد بقا عليه الرحمت جي احوال ۾ ڏنل آهي.

صبغت الله شهء پور امام راشد و مرشد هادي انام
رخت به بست ازين دار فنا کرد در جنت فردوس مقام
روح او خورم و خوش در ملکوت ليک ناسوت زبهرش ناکام
گفت تاريخ وفاتش هاتف شنبه يوم ششم ماه صيام

پارسي ۽ عربي زبان تي کيس عبور ڪامل حاصل هو. پير صاحب روضي واري جو ڪتبخانو سندس وقت ۾ وڏو اوج حاصل ڪيو. پاڻ اميري ۾ به فقيري زندگي جو مالڪ هو شعر و شاعري ۾ سندس مڪمل ديوان ڪونه آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو هو*

## انتخاب

ز دردت دلفگارم، با کہ گويم؟
ز هجرت بيقرارم، با کہ گويم؟
ز گردش گيتي بي مهرئي يار
شکايتهائي دارم، با کہ گويم؟
غم خرد رابہ هرکس عالم اندر
چون غمخواري ندارم با کہ گويم؟

## وله

تشنگي صدف چون شود بسيار
بهر سعيش سحاب مي آيد.

## سيد وفالڪوي

سيد محمد وفا "لڪوي" نارورعالم ۽ طبيب "لڪي" تعلقي

* هي احوال "ستاره سنڌ" جي مضمون "سنڌ جو هڪ محسن گهرانو" مان ورتل آهي.

سکر جو ويٺل هو* سيد صاحب "حضرت فقيرالله صاحب علوي" جي ارادتمند مريدن ۽ شاگردن مان ٿي گذريو آهي. پنهنجي دور جو وڏو نامور طبيب هو. سندس علاج معالجي جي ذات جون گهڻيون ڳالهيون موجود آهن. "مڪتوبات حضرت فقيرالله" مان خبر پوي ٿي ته هو علمي تصوف جو وڏو ماهر هو. هڪ خط ۾ سيد صاحب پنهنجي مرشد کان "اسمائي حسني" جي پڙهڻ جو طريقو پڇيو آهي. مولانا فقيرالله صاحب جنهن نموني مان سمجهايو آهي سو پڙهڻ وٽان آهي.

سيد صاحب نه فقط نامور عالم يا وڏو صوفي ٿي گذريو آهي، پر هو شاعر به هو. سندس شعر اگرچه سادو آهي، پر نهايت ميٺاج وارو ۽ وڻندڙ آهي. هڪ هنڌ ڏاڍو مزي جو شعر لکي ويو آهي، چي:-

با وفا ميکني هزار جفا ادب آل مصطفي نه کني

سندس اولاد لکي ۾ موجود آهي ۽ فن طب جي سلسلي کي قائم رکندا اچن.

### انتخاب

جام شراب کهنم آرزو است
گفتن شيرين سخنم آرزو است

---

* سندس اعلي حڪيم سيد علي صاحب، محمد بن قاسم فاتح سنڌ جي زماني ۾ سيوهڻ جي پرسان اچي لڪي ۾ رهيو، جتان سندس مختلف شاخون ٿيون، جن مان هڪ شاخ لکيءَ ۾ اچي رهي.

هي تعلقات روحي ايتري قدر ته گهرا هين، جو حضرت فقيرالله صاحب جي سال وفات جو ڪتبو به حضرت وفا جي قبر ۾ موجود آهي:-

ولي و غوث خدا حاجي فقيرالله شد نخلد مرتبه نشين الي الابد
وفا به شب و تاريخ و سال و صال بگو سيوم صفرو نصف ليلته الا حد

چند ز د شنام کني تلخ کنام
بوسهٔ شيرين دهنم آرزو است
بلبل اين گلشن کثرت منم
وحدت جنت چمنم آرزو است
باش وفا حاضر چون گفت يار
طوطئي شکر شکنم آرزو است

## غزل

وعدها ميکني و وفا نه کني
اي پريرو چرا حيا نه کني
من پي بوسه آمدم هيهات
با زبان خشک مرحبا نه کني
با وفا ميکني هزار جفا
ادب آل مصطفيٰ نه کني

## غزل

کجام معيت جان است چون جانان نمي بينم
قرار قلب کي گردد چو جان جان نمي بينم
بچاه هجر مهجورم ز مصر وصل وي دورم
بقيد در در بخورم مه کنعان نمي بينم
بروح روح افزا گل شده محظوظ هر بلبل
بروح کي رسد راحت گل ريحان نمي بينم
وفا با درد مهجوري کند حق دل به سروري
اگرچه از چنين دوري دريں امکان نمي بينم

## سيد شجاع لکوي

”سيد محمد شجاع“ ”سيد محمد وفا لکوي“ جي خاندان مان وڏو نامي حڪيم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. علم حڪمت ۾

سندس پري پري شهرت هئي، ايتري قدر جو وقت جا تاجدار به سندس سلامي هئا. "سيد شجاع" پارسي زبان جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شعر نهايت لذيذ ۽ بلند پايه جو آهي. مخدوم "محمد صالح وزيرآبادي" سندس همعصر هو ۽ ٻئي بلند پايه شاعرن ۾ هميشه ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي. "سيد نور علي شاهه" به سندس خاندان مان نامور طبيب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي.

## انتخاب

اي يار خوشخرام خدارا بيا بيا　　مهه پارهٔ تمام خدارا بيا بيا
مطرب وکباب وگل وصل ميسراند　　بي‌تو مرا حرام خدارا بيا بيا
از تشنگي فرق تو جانم بلب رسيد　　برکف نهاده جام خدارا بيا بيا
اي شهسوار تومن بکره بکشتگان　　از دست کش لگام خدارا بيا بيا

## غزل

شکر خدا که راحت دل ازدرم
دامن کشان بلطف و سخا بر سرم رسيد
برخواستم بپايش سودم سر نياز
برداشته سرم ز قدم در برم رسيد
ايام هجر رفت و شب و صل شد پديد
در خانه ام چو خسرو بيت الحرم رسيد
در پايه بند تو زنجير از ادب
خاموش اي شجاع که آن سرورم رسيد

## غزل

آنرا که باده عشق تو در سر نشد هنوز
در بزم بيدلان غم پرور نشد هنوز

ياقوت و لعل و لاله برابر لب نگار
هريک خجل بخويش که احمر نشد هنوز
ساقي دو صد هزار سبويم بحلق ريخت
با اين هزار جام لبم تر نشد هنوز
عمر بست اي شجاع بهجران گدا ختم
يکدم وصال يار ميسر نشد هنوز

## غزل

زلف تو زنجير عشقت در گلو انداخته
بست طوق بندگي در گردنم چون فاخته
تيز مژ گانت سنان عشق تو در سينه‌ام
تا قيام حشر در صحن دلم افراخته‌ام
مهر تابان تو در برج دلم شد جانگير
خار و خس اغيار از قصر دلم پرداخته
چشم بيمار تو پر افسون و غار تگر جهان
زاهدان را رخنه اندر دين و ايمان تاخته
عشوه مه ناز و ڪرشمه، غمزه هندو تو
بر شجاع از هر طرف لشکر بغاوت تاخته

## پير نظام الدين سرهندي

پير نظام الدين صاحب، حضرت "غلام محي الدين صاحب سرهندي" جو فرزند ارجمند هو. پير محي الدين صاحب، حضرت "مجدد الف ثاني" جي اولاد مان هو، جو ڪجهه وقت بخارا، هرات، ڪابل ۽ پشاور ۾ سير ڪري سنه ١٧٩٠ع ڌاري اچي حيدرآباد سنڌ ۾ رهيو* ۽ وفات به اتي فرمايائين. پير نظام الدين صاحب ۽

* تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي ته مستقل طرح ١٨٠٦ع ۾ هيو ۽ وفات ١٨٢٨ع ڌاري ڪيائين.

سندس "پاڻ قداني محي الدين پوءِ اچي شڪارپور ۾ رهيا. "تيمور شاهه ابدالي" افغانستان جو مشهور تاجدار سندس معتقدن ۾ هو.

ميرن پير نظام الدين صاحب کي ڪيترا يون ڦي جاگيرون ڏنيون ۽ ميرن جي نوابن مان "ايوب شاهه" سندس بيحد معتقد هو. "ميجر گولڊ سمٿ" جاگيرات جي سلسلي ۾ لکي ٿو ته پير صاحب وڏي اثر وارو ۽ شهرت جو مالڪ آهي."

"پير نظام الدين صاحب" ڪامل ولي ٿي گذريو آهي. ڪڏهن ڪڏهن شعر به چوندو هو، جو نهايت سوز و گداز وارو ۽ با اثر آهي. پاڻ شڪارپور ۾ سال ١٨٣٥ع ڌاري وفات فرمايائين سندس تربت لکي دروازي تي اڄ به عام خاص جي زيارت گاهه آهي. شعر ۾ سندس تخلص ڪٿي نظامي آهي ۽ ڪٿي نظام.

## انتخاب

گناها نيڪ من ڪردم نمي گنجد به تحريري
اگــر عمري ابد با شد نمي آيــد به تقريري

در ختان جملگي ڪاغذ سياحــي گرشود دريا
نيستان ڪلڪ گر گردد ڪجا آيد به تسطيري

از احــوال خــراب خود بسي شرمندگي دارم
شياطين وش مقيد گشت نفس مــن بزنجيري

مگر اميد عفو او قوي گشته بجان من
مــس عصيان نمايد حق ز فضــل خويش اڪسيري

شفيعم هست چون احــمد ندارم غم از عصيان ها
بود الطاف او ياور به مسڪين و دلگيري

نظامي غم مخور مي باش بر لاتقنطو خورم
برت اين مژده ڪافي است از قران تفسيري

## غزل

نيست ڪشاده چشم من جز بخيال روئي تو
بستهٔ غم نه شد دلم جز بسنج موئي تو
هر سحر چون بلبلان آيم در تو بنگرم
از پي آنک شد مرا فال خجسته روئي تو
نعمت وصل چون توئي ڪي بمن گدا رسد
بيهوده صرف ميڪنم عمر به جستجوئي تو
مرد نظامي از غمت بوئي وفا بد و فرست
تا بو سيلهٔ صبا زنده شود به بوئي تو.

## مير فخر الدين علوي

”مير فخر الدين صاحب“ علوي، ”حضرت فقير الله صاحب“ * جي وڏي فرزند ”حضرت حفظ الله“ جو فرزند هو. علم حڪمت ۽ علم ادب ۾ سندس وڏو درجو هوندو هو. خانداني نجابت جي ڪري سندس گهڻائي معتقد هئا. ”مير رستم خان“ هنڪي وڏي عزت ڏيندو هو. سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ ”سر چارلس“ به سندس دنيائي عزت آهائي قائم رکي. ڪجهه وقت مير علي مراد خان جو وزير به ٿي رهيو. ڪوس ڪتابن سان ته خاص محبت هوندي هئي. ”علوي ڪتبخانه“ گهڻو ڪري سندس محنتن جو ڦل آهي. ٻاڻ ١٨٥٣ع ڌاري وفات فرمايائين. ”حضرت نظامي“ جو معصر هو ۽ وقت بوقت سندن وچ ۾ شعر و شاعري جو چرچو رهندو هو. هي اعليٰ درجي جو شاعر هو ۽ سندس شعر دلچسپ آهي.

---

* حضرت فقير الله صاحب جو احوال تذڪره جي ٻهرئين جلد ۾ آيل آهي.

## انتخاب

اي منور از جمالت ماه و مهر و مشتري
اي مڪرم از وجودت منصب پيغمبري
گلشن ايجاد را چون تو گلي نايد پديد
درميان شش جهت از هرچه گويم بهتري
نزد رخسار تو سر در جيب ابنائي چمن
پيش قد دلڪشت شرمنده سرور غرغري
در بهارستان حسني رونق حور و پري
بر همه خيل رسل فرمان روا و سروري
گر شبي امي ماه خوبان شمع جمع ماشوي
تابد از لوح جبينم طالع ليڪ اختري
طرز شعر فخرالدين نظم وفا * را زيور است
گرز روئي حسن و دانش حرف حرفش بنگري
ار مغاني مجلس شاه * است آنڪ گفت
تو جيسا ڪوئي نهين اي ماه اندر دلبري

## مخدوم محمد صالح

”لڪيءَ“ جي پرسان ”مهرن“ جو آباد ڪيل هڪ ننڍڙو ڳوٺ ”وزير آباد“ نالي آهي جنهن ۾ تمام ناليرا خدا وارا ٿي گذريا آهن، جن مان ”پير محمد لڪوي ۽ سلطان ابراهيم صاحب“ مشهور آهن. مخدوم محمد صالح به انهيءَ ڳوٺ جو وينل هو. هو نقشبندي طريقي جو پائبند هو ۽ سندس مرشد ”غلام محي الدين صاحب“ سرهندي هو. هي بزرگ ”حڪيم محمد شجاع

---

* اشارو سيد محمد وفا لڪوي ڏانهن آهي.

* اشارو حضرت نظام الدين ڏانهن آهي. هن مان معلوم ٿو ٿئي ته حضرت نظام الدين اردو شعر به چيو آهي.

۾ حضرت نظام الدين" جو همعصر هو. شعر ۾ سندس تخلص "صالح" هو. صالح پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات مان ٻن جو پتو پوي ٿو، جي آهن: گلشن معجزات ۽ ديوان نعتيه گلشن. معجزات ۾ حضرت محمد صلعم جي معجزن جو بيان آهي، جو گهٽ وڌ ٢٠٠ صفحن تي پکڙيل آهي. هنن ٻن تصنيفن کانسواءِ هن صاحب جو ٻيو متفرقه ڪلام به آهي.

سندس شعر پاڪيزه ۽ نهايت وڻندڙ آهي. "وزير آباد" جهڙي ڳوٺڙي مان اهڙي بلند پايه شاعر جو پيدا ٿيڻ واقعي حيران ڪندڙ ڳالهه آهي. سلطان محمد ابراهيم صاحب جي مجاورن مان معلوم ٿيو ته مخدوم صاحب نهايت متقي ۽ خدا پرست هو. سندس وفات به وزير آباد ۾ ٿي ۽ اتيئي مدفون آهي.

## انتخاب

ساغر ز مي و مسي بحريفان مزه دارد
بلبل به گل و گل به گلستان مزه دارد
بي عشق چون حيوان بود انسان سراپا
طارم به مه و مه بشبستان مزه دارد
در هم مکش آن روئي ز ناصح ک خدارا
کشور به شه و شه به احسان مزه دارد
پايان نه کني راه طلب صالح بجز عشق
وه شوي بجان و جان بجانان مزه دا

## غزل

دلکشا روضهٔ رسول الله — جان فزا روضهٔ رسول الله
يا الاهي ز لطف خويش مرا — بنما روضهٔ رسول الله
همچو معمور و کعبه و عمره و حج — مدعا روضهٔ رسول الله

اهل دل را بود اگرداني دلربا روضهٔ رسول الله
آفتاب جهان فروز و يقين پرضيا روضهٔ رسول الله
کعبهٔ هردو عالم است يقين صالحا روضهٔ رسول الله

## غزل

عمرت آخر شد نمي داني هنوز
موسفيدي همچو طفلاني هنوز
در نوا کوس رحيل کاروان
تو بخواب با مداداني هنوز
پير گشتي بر نمي خيزي ز جائي
خويشتن را نوجوان داني هنوز
شد بغارت ملک مال و حال تو
در تو هم آنکه سلطاني هنوز
جز کتاب عشق کس آگه نه شد
تو نه زين يک حرف ميخواني هنوز

## گلشن معجزات

### مناجات

خدايا ز لطف اميدم قوي مجيب دعايم بلاشک شوي
مکن رد دعايم ز درگاه خويش به اين همه آل شاه قريش
دگر آرزوئي دلم هر زمان مراهست اي خالق انس و جان
مرا در مدينه مبارک رسان ز احسان و از منت بيکران
به بينم به اين چشم خود درحيات خوش آن روضهٔ سرور کائنات
به مژگان بروبم حريم حرم ببم سر بران عتبهٔ محرم
برآرم ز دل الغياث و درود بگويم که اي مجتباني ودود
قدم نهم ز روضهٔ برون در حرم
بود بون در حرم عاشقان سقيم

## غزل

زدردِ عشق پيغمبر ﷺ خورسند گي دارم
زشوق او بحمدالله ز سيه فرخندگي دارم

دراين وادي باميدِ جمالِ دوست مي پويم
بيايم ره بسوئي او چو بس جويندگي دارم

بشعر دلڪشم ڪاندر ثنائي مصطفي گفتم
ز طعن حرف گيرا ڪون بهردم خندگي دارم

ز قيد اين وآن بنگر بسان صالح ازآدم
چو بر خاڪ درش هردم جبين بندگي دارم

## مخدوم عبدالواحد سيوستاني

حضرت مخدوم عبدالواحد سيوستاني سيوهڻ جي مشهور عالمن مان ٿي گذريو آهي. سندس ولادت ١١٥٠ هجري ۾ ٿي. سندس علم ۽ ڄاڻ جو اينترو ته بلند درجو هو، جو ڪيس ”نعمان ثاني“ ڪري سڏيندا هئا. سندس فتويٰ کي آخرين فيصلو سمجهيو ويندو هو. سندس فتوائن (فيصلن) جو ڪتاب ”بياض واحدي“ جي نالي سان مشهور آهي. مخدوم صاحب جون ٻيون ٻه ڪيتريون ئي مشهور تصنيفون آهن. جهڙيءَ ريت سندس نثر بي نظير هو، اهڙيءَ طرح سندس نظم به استادانه هو. سندس ديوان اڄ ناياب آهي. سندس شاگرد محمد افضل هڪ هنڌ لکيو آهي ته ”هڪ رات مخدوم صاحب ننڊ ۾ اُٿي ڪندي هڪ سڄو غزل چئي ويا ۽ پاڻ اِئين ئي ننڊ ۾ رهيا“. اُن غزل جو مطلع ۽ مقطع هن هيٺ ڏجيٿو:

عمر عزيز تو ڪه بنقش و نگار رفت
نيڪو نگاه ڪن ڪه دست چه ڪار رفت
”بر واحدي“ دراين غم رحمي نڪرڪس
گويا ڪه اهل رحم همه زين ديار رفت

هي بي نظير عالم ١٤ رمضان سنه ١٢٢٤ هه ۾ فوت ٿيو*

## غلام علي ٺٽوي

غلام علي ٺٽوي تخلص "مومن" ميرن جي دور جو اڪمل شاعر ٿي گذريو آهي. مير علي شير قانع تاريخ تحفته‌الڪرام ۾ سندس مختصر ذڪر هن ٿو ڏئي:-

"مومن غلام علي، الله وردي بيگ جو پوٽو، نوجوان ۽ تازه فڪر شاعر آهي، شيخ قمرالدين ٥ جي خدمت ۾ بادشاهي چانوٽي ۾ ملازم آهي. مومن جو شعر سنجيده ۽ وڻندڙ آهي انتخاب ڏجي ٿو:-

بيا ساقي ڪه عشقت ڪرد روشن خانه دلها
چه مشڪل بود اول آخر آسان ڪرد مشڪلها
محيط عشق را نازم ڪه بعد از غرق چون موجم
ز پستي بر بلندي ميبرد منزل به منزلها
به عقل خام مي نازي حڪيما نقش خود سازي
درين ره جان بجان بازي سپرده جمله عاقلها
ترا ميجويم و بگذشت عمر اي يار هر جائي
بڪوه و دشت و دير و مسجد و ميخانه و محفلها

## صاحبرائي آزاد ملڪاڻي

صاحبرائي آزاد ملڪاڻي هندو قادرالڪلام شاعر مير ڪرمعلي خان جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. هو حيدرآباد جو رهندڙ هو، معلوم ٿئي ٿو ته هو ميرن جي ملازمت ۾ داخل هو، ۽

* الوحيد ساليانه نمبر ص ٠٣٠.

٥ شيخ قمرالدين به باڪمال شاعر هو. سندس تخلص عشرتي هو.

ڪيس .نشي٤ جو عهدو حاصل هو. ”محڪ خسروي“* نالي ڪتاب جنهن ۾ ميرن جي صاحبي ۾ رهندڙ شاعرن جي ڪلام جو انتخاب افراط و تفريط سان نظر اچي ٿو. جنهن مان خبر پوي ٿي ته سندس شعر مقبوليت جي درجي تي پهتل هو. ڪي ڪي غزل ته مير ڪرم علي خان جي تتبع تي چيل اٿس، جي ڏيکارين ٿا ته هو مير صاحب جو خاص مصاحب هو۽ سندس علمي محفلن ۾ شريڪ ٿي رهيو. سندس نسل مان هن وقت ديوان لوڪو مل گوبندبخش ملڪاڻي حيات آهي.

## انتخاب

ڪو همدمي ڪه رنج ڪند با بکام ما
با ماه من ز مهر رساند پيام ما

حاشا ڪه سوئي روضه رضوان قدم نهم
باشد اگر بگلشن ڪويت مقام ما

عمرت دراز باد بسر زلف را مپيچ
ڪو ته مساز قصه عيش و دوام ما

آزاد گرچه ماه ز خور بهره ميبرد
خورشيد را نوي ست زماه تمام ما

—ه—

جان برڪرشمه تو فدا ميڪنيم ما
اين سلسله ز عشق بپا ميڪنيم ما

اي غنچه لبت شڪايت خونخوارئي غمت
هر صبح با نسيم و صبا ميڪنيم ما

—ه—

مخزن سر خدا جز خاطر آگاه نيست
ور نه هر دل را ڪه مي بيني از و گمراه نيست

---

*هي ڪتاب مير مراد علي جي حڪم سان سنه ١٢٣٧ھ ۾ تيار ٿيو هو.

بندهٔ جور توام لطفت نمي خواهم دگر
ز انکہ آن دائم بود این گاه هست و گاه نیست

بسکہ باریک است آن موئي میان فکر مرا
باوجود موشگا فیها برازش راه نیست

هرکہ چون آزاد رخسار تو دارد نگاه
چشم جانش را نظر بر روئي مهر و ماه نیست

## محمد پناه رجا

محمد پناه رجا، ابو تراب ڪامل ٺٽي جي مشهور شاعر جو شاگرد هو. علي شير قانع "رجا" جي تعريف ۾ لکي ٿو، "سندس طبيعت ۽ فڪر هميشه وڻندڙ شعرن جي ڳولها ۾ رهي ٿو. فن تاريخ ۾ سندس درجو بلند آهي ۽ سندس صحبت نهايت وڻندڙ آهي. فقيرن ۽ بزرگن سان عقيدت رکندڙ آهي. هن وقت ٺٽي جي شاعرن ۾ سندس وجود غنيمت سمجهيو وڃي ٿو."

محمد پناه رجا، شاه عبداللطيف جو بيحد معتقد هو. "شاه" جي تعريف ۾ سندس قصيدو مشهور آهي. هن غلام شاه عباسي کان وٺي مير ڪرمعلي جو زمانو ڏٺو ۽ وڏي عمر ۾ فوت ٿيو.

### انتخاب

بر رخ فگندي ازدوسو آنزلف عنبر فام را
یکبار بردي از دلم هم صبروهم آرام را

ساقي ببزم ما کنون زود آکہ دلها گشت خون
از دور چشم باده گون در گردش آور جام را

ظالم ز مژگان بست صف، ناوک زدي ازهر طرف
آخر دلم بردي ز کف بگرفت ازمن کام را

داغ غمت جان سوز تر چون لالہ دارم بر جگر
ازمن رسانید این خبر آن سرو سیم اندام را

اي خسرو شيرين سخن * هستم ثنا خوان تو من
باد فدايت جــان و تــن دارم رجا انعام را

## سيد صابر علي

سيد صابر علي "صابر" مير ڪرم علي خان جو خاص مصاحب ٿي ويٺل هو، جو پوءِ مير ڪرم علي جي ايام حڪومت ۾ ٿتي کان لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهيو. مير علمي صحبتن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو. سندس شعر دلڪش ۽ دلپسند آهي.

### انتخاب

آشنائــي بشيرين لبان پيشهٔ ما
نرگستان شده درپيش نظر پيشهٔ ما
از مي عشق مغان منع مکن اي زاهد
کہ ز مستي است ترو تازه رگ وريشهٔ ما
آمده روشــن ديــده فزيد صابر
مهربان گرشود آن ماه وفا پيشهٔ ما

### ايضا

باز ميخواهم کہ بينم ماه رويش بي حجاب
کز تجلايش شود هر ذرّه من آفتاب
با ز خوانده مصحف رخسار او زير و زبر
بيت ابرو کردم از خال و خط او انتخاب

* "خسرو شيرين سخن"، مير ڪرم علي ڏانهن اشارو آهي. جنهنجي ايام حڪومت ۾ پارسي شاعري کي سنڌ ۾ وڏي ترقي ملي. هو پنهنجي وقت جو سلطان سنجر ۽ قزل ارسلان هو.

با ز صابر بردر ميخانہ مي غلط ز شوق
خواهد از عشق مغان دربيخودي جام شراب

## مخدوم نور محمد

مخدوم نور محمد "نور" ہوبڪ تعلقي سيوهڻ جو ويٺل هو. هو شايد مخدوم جعفري جي اولاد مان هو، جو مخدوم نوح جو همعصر ٿي گذريو آهي. جنهن بابت علي شير قانع جي تاريخ تحفتہ الڪرام ۾ لکي ٿو. "مخدوم جعفر مخدوم نوح جو همعصر هو. سندس اولاد مان هن وقت مخدوم عبدالغني ۽ مخدوم نورالدين حيات آهن." مخدوم نور محمد مير ڪرم علي جو همعصر ٿي گذريو آهي. سندس شعر مير ڪرم علي جي تعريف سان ڀريو پيو آهي. مير ڪرم علي وٽ بہ سندس شعر و شاعري جو وڏو قدر هو. "نور" هڪ هنڌ مير صاحب جي تعريف ۾ لکي ٿو:-

آن خسوو والاهمم ڪرم عليخان ذوالكرم
ڪز رفعت شالش قدم بر چرخ سيار آمده
اندر گهرحمزه نسب ڪو بود در شيري عرب
مير اميرانش لقب از فضل داوار مده
دست ودلش جيحون صفت حرفش درمكنون صفت
در علم افلاطون صفت ڪشاف اسرار آمده
خوش ميد هد داد سخن اي نور زينسان طبع من
از فيض مير ذوالمنن ڪلڪم گهر بار آمده

سندس شعر کي مطالع ڪندي معلوم ٿئي ٿو تہ "هو اثناعشري سيد هو. جيئن تہ هڪ هنڌ چوي ٿو:-

پيرو شاه نجف هرڪس ڪہ شد از صدق دل
در طريقہ حق پرستي او گهر گمراه نيست

مخدوم نور محمد پنهنجي دور جي، مشهور شاعرن مان هڪ ٿي گذريو آهي. سندس

شعر ۾ بلا جي رواني آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته سندس شعر وجهو "صائب" سان ٽڪر کائين. ممڪن آهي سندس شاعري ڪان مير ڪرم علي به فيض ورتو هجي، ڇو ته مير صاحب جي ديوان ۾ مخدوم جو ذڪر پيار سان ڪيو ويو آهي.

## انتخاب

جز تو جانان بر سر خيلِ نگاران شاه نيست
بر سپهرِ حسن ماهي چون رخت اي ماه نيست
عندليبانِ تو اي گل گر هزار اند ليک
بندهٔ سنجي با وفا چون بندهٔ درگاه نيست
کرد غارت دلئي دل آن شهِ مه پيکران
شوخ من اندر ستم کمتر ز نادر شاه نيست
نور هستم من غلامِ آن امير ذوالکرم
کز شهان مانند او در دهر ذاليجاه نيست

## ايضا

شب و صلست باد لدارــي پيوندست امشب
چه امشب از جفا هائي فراق آسود است امشب
به بيداريست يا رب يا بخوابست ان خيالِ من
که آن آهوئي دشت حسن دردام من است امشب
ندارم با چنين خورشيد روئــي حاجتِ شمعي
ز تاب نور حسنش محفلِ من روشن است امشب

## سحاب

ٺٽي جي خاڪ پاڪ تي جي بلند پايه سخنگو ٿي گذريا هن، انهن مان "سحاب" به هو. هو مير علي شير قانع ۽ مير علي عظيم الدين ٺٽوي جو همعصر ۽ همجلسي هو. سندس اوائل

زندگي تڪليفن ۾ پئي هئي. "مير فتح علي" جي ايام حڪومت ۾ سندس صاحب بڻيو ۽ مير موصوف جي وقت ۾ فوت ٿي ويو.

## انتخاب

رد باين ضعف ارنگوئي يار مي بايد مرا
سيلها از ديده خونبارمي بايد مرا
مائل عشاق صادق مي نشد اين نيکوان
بعد ازين از عشق هاک انکارمي بايد مرا
شکوه بيهوده چند از جور خارو بانگ زاغ
قوت پرواز از گلزار مي بايد مرا
ورنه بخشد ناله ام سودي ز جورش داوري
بر در شاه فلک دربار مي بايد مرا
جم حشم فتح علي شاه آنکه دائم چون
در مدحش خامه "سحاب" گوهربارمي آيد مرا

## پرسرام

پرسرام ٺٽي جو ويٺل قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. سندس تخلص شعر ڪٿهن بيربل ڪٿهن مشتري آيل آهي. مير علي شير قانع پنهنجي تصنيف "مقالات الشعرا" ۾ لکي ٿو "بيربل ۽ مشتري تخلص پرسرام پاڻيو آهي. هو دوارڪاداس جو پٽ ۽ سجان سنگ جو پوٽو آهي، جي ٻئي، مير ڪمال‌الدين احمد خان وٽ منشي هئا. هن وقت مٿين ناهي وارو مشق سخن ڪندو رهي ٿو. مير محمود صابر* جو شاگرد آهي ڪٿهن مون کي

* مير محمود صابر، استرآباد جي رضوي سيدن مان هو. نواب سيف الله خان جي زماني ۾ اچي ٺٽي ۾ رهيو ۽ اتي وفات ڪيائين.

۾ شعر ڏيڪاريندو آهي. اها شروعات اٿس، جيڪڏهن سندس مشق سخن جاري رهي ته ڪنهن وقت عمدو شاعر ٿيندو.

## انتخاب

الاهي مد بسم الله ڪن ڪلڪ بيانم را
در ديباچهٔ توحيد گردان داستانم را
ز شور عشق از هر بند من فرياد مي خيزد
اثر ها بخش چون الحان داؤدي فغانم را

—٭٭٭—

بچشم مست او دل را سپردم دوش مي ترسم
ڪه مينا بشڪند گر مست گيرم از ڪه تاوانش.

## ٽانهريو مل

ٽانهريو مل "بينا" نصرپور جو ويٺل هو، جو پوءِ لڏي اچي ٺٽي ۾ ويٺو. شيوڪرام عطارد جي دوستن مان هو، سندس ئي صحبت ۾ کيس شعر و شاعري سان شوق پيدا ٿيو. صاحب مقالات الشعرا لکي ٿو ته هڪ دفع عطارد هي بيت چيو:-

قاصد از شمعم نمي آرد به دلسوزي جواب
بر پر پروانه بندم ازين مڪتوب را.

معني:- قاصد منهنجي شمع کان ڪو به دل گهريو جواب نه ٿو آڻي، آئينده هر پرواني جي پر سان خط ٻڌي ڇڏيندس.

آنجو جواب بينا کيس هنطرح ڏنو:-

سوز و ساز ما به شمع سرڪش ما روشن است
چيست حاجت بر پر پروانه بستن نام را

معني:- اسانجي سوز ۽ ساز جي سرڪش شمع کي سڄي خبر آهي، پوءِ ڪهڙي ضرورت آهي، جو خط کي پرواني جي پرسان ٻڌجي.

## انتخاب

دید نام پرتوي از آفتاب روئي او
چون گل خورشید مي گردد بهرسو سوئي او
سرد آه قمریان از عالم بالا گذشت
در چمن تا جلوه ریز آمد قد دلجوئي او

## مرزا خسرو بیگ

مرزا خسرو بیگ سنه ۱۷۹۰ع ۾ جارجیا جي گادي جي هنڌ طفلس شهر ۾ ڄائو هو. اڃان ستن سالن جو هو، جو سنه ۱۷۹۷ع ۾ روس ۽ ایران جي لڙائي لڳي جنهن ۾ مرزا جو پيءُ القندر مارجي ويو، مرزا ۽ سندس ڀاءُ ایراني فوج جي هٿ اچي ويا. سندس ٻيو ڀاءُ ته جلد ئي فوت ٿي ويو، مگر مرزا ایراني فوجن جي سپه سالار حاجي محمد ابراهیم جي هٿ اچي ويو جو کيس طهران وٺي ويو ۽ سندس پرورش پنهنجي اولاد وانگر ڪرڻ لڳو. جلد ئي حاجي محمد ابراهیم فوت ٿي ويو ۽ مرزا سندس عزيزن سان شیراز وڃي رهيو جتي هنجي تعليم ۽ تربيت جو عمدو بندوبست ٿيو. پر جلد ئي سندس نئون مالڪ "فتح علي شاهه قاچار" ایران جي شاهه جي حڪم سان قيد ڪيو ويو ۽ هي بي يار ۽ مددگار رهجي ويو. ساڳي وقت ملا محمد اسماعيل ميرن جي طرف کان ایران ۾ ایلچي ٿي آيو، جو مرزا کي سنه ۱۸۰۵ع ۾ سنڌ ۾ وٺي آيو ۽ مير ڪرمعلي جي حضور ۾ پيش ڪيائين. جنهن ته مير ڪرمعلي کي نرينه اولاد ڪونه هو، تنهنڪري هن کيس گود جو پٽ ورتو. مير ڪرمعلي جي حڪومت جي دور ۾ هو وڏن عهدن تي رهيو. مير صاحب جي مهر وٽس رهندي هئي. مير ڪرمعلي جي وفات کانپوءِ هن سياست سان دلچسپي ڇڏي ڏني. تڏهن به مير مراد علي ۽ سندس جانشين مرزا جي گهڻي عزت رکندا هئا. مياڻي جي جنگ کانپوءِ، کيس ميرن سان گڏ بند

رکيو ويو. ۽ جلد ئي کيس آزاد ڪيو ويو ۽ مير ڪرمعلي خان جي حرم جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ويو. ٿورو وقت هو حيدرآباد جي قلعي ۾ رهيو، پوءِ ٽنڊو سائينداد، ٽنڊو مير محمد خان ۽ گوني ۾ به وڃي رهيو. آخر مير ڪرمعلي خان جي حرم سان گڏ ٽنڊي ٺوڙهي ۾ وڃي رهيو، جتي هو ٧٠ ورهين جي ڄمار ۾ سنه ١٨٦٠ع ۾ فوت ٿي ويو. هو وڏو بيدار دماغ ۽ علميت وارو صاحب هو. ميرن جي بربادي ڪانپوءِ هو انگريزي ملازمت ۾ نه گهڙيو. سندس اولاد اڄ ڏينهن تائين ٽنڊي ٺوڙهي ۾ موجود آهي. شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ سندس ڏوهٽو هو. مير ڪرمعلي جي ادب نواز صحبتن جو اثر ميرزا خسرو بيگ تي به پيو هو. هو ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو هو. سندس شعر مختلف ڪتابن ۾ موجود آهن. سندس تخلص ”غلام“ هو.

## انتخاب

| | |
|---|---|
| دل من برداو به غمزه و ناز | آه! اي دوستان من دمساز |
| يکطرف با نياز جمع کثير | از يمين و يسار لشکر ناز |
| صيد دلم چنان گر ديد | همچو تيهو بچنگل شهباز |
| داد از دست تو بذرگه شاه | مير م هست شه غلام نواز. |

## سيد علي مشتاق

سيد علي طبا طبائي تخلص مشتاق ٿي جو خوشگر شاعر ٿي گذريو آهي، جو علي شير قانع جي شاگردن مان هو، جنهنجو اعتراف هو هئن ٿو ڪري:-

تاکي کشي از و سر کز فيض طبع قانع
زان لب بود دو بوسه مشتاق رايگانت.

مير ڪرمعلي خان جو صحبتي هو. مير صاحب سندس شعر جي بلندي جو اعتراف هئن ٿو ڪري:-

ز شعر م شعر عاشق را است ترجيح.

مشتاق جو شعر واقعي تعريف جي لائق آهي. مخدوم نور محمد جي شعر مثل مندس شعر ۾ رواني ۽ مٺاج آهي.

## انتخاب

دور از چمن چه غم بود از آشيان ما
ز انجا رسد بگوش گلي کز فغان ما
بيحاصلي است حاصل سودائي ما ز عشق
اينست سود ما چه بود نازيان ما
گردد که رهروان ره عشق را دليل
نالد گهي مگر جرس ڪاروان ما

---

صبح شد ساقي بشوار ديده خواب ‏ مي بده واکرد بند نقاب
جنت نقد است ساقي مي بيار ‏ فصل گل دور قدح عهد شباب
جان سپردم از نويد وصل او ‏ برد خوش افسانهٔ رفتم بخواب
ريخت تا از کلک مشتاق اين غزا ‏ شاعران شستند دفترها درآب

---

نيستم آگه که برمن از که اين بيداد رفت
اينقدر دانم که خاکم از جفا برباد رفت
بادل غمگين من از کوئي آن مه مي روم
کيست آنکس کز سرکوئي بتان دلشاد رفت
باعث فرياد او بيداد سلطان بود و بس
بر در سلطان من هرکس برائي داد رفت
تا سر زلف دل آويز بتان گسترده ام
فکر فارغ باليم از خاطر آزاد رفت
با هزاران حسرت آمد عاشق از کوئي کسي
شادمان شد دشمن و بهر مبارکباد رفت

## امامي افغان

”امامي افغان“ حيدرآباد جو خوش فڪر شاعر، مير فتح علي خان جو درباري هو. سيد عظيم الدين ٺٽوي جو صحبتي هو. ”سيد عظيم“ سان سندس علمي نوڪ جهونڪ رهندي هئي. جنهن هڪ هنڌ چيو ته:-

داشته پاس سيادت را عظيم ٭ بي تفکر گفت امامي اين جواب

مير ڪرمعلي جي دور ۾ گذاري ويو.

### انتخاب

يکدم اي دلبر بزم فرما ٭ يک نفس بر دلم کرم فرما
ديدي از ديده ام چه طوفان جست ٭ رحم بر ديدهٔ ترم فرما
غير مولائي ما که کرم علي است ٭ با امامي که شد کرم فرما

—٭٭—

ماه من بردار داز رخ چون نقاب ٭ مي نمايد خيره چشم آفتاب
ديده ام تا زلف مشکينت شبي ٭ جز پريشاني نمي بينم بخواب
دست در خون دلم آغشته کن ٭ دلبرا داري اگر ميل خضاب

## مير هوتڪ خان بلوچ

مير ڪرمعلي خان جي حڪومت جو دور سنڌ ۾ پارسي شاعري جو زرين دور چئجي ته به بجا آهي. آن شمع علم تي ڇوڪري پروانا دوڙندا ٿي آيا. سندس دربار شاعرن ۽ عالم وارن جي آرامگاه هئي. انجو جواب ميرن جي دور ۾ ”شاعرن“ جا لکيل مختلف بياض ڪٿي ڏسو. مير جي دربار جو هر رڪن شاعر ۽ عالم هو. مير هوتڪ خان بلوچ به مير ڪرمعلي جو عزيز ۽ درباري هو. سندس شعر سندس همعصر شاعرن کان ڪنهن به

ريت گهٽ نہ آهي. هو خوشگو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس تخلص "افغان" هو

## انتخاب

ساقي بيا ڪہ دورِ جهان شد بڪامِ ما
لبريز عشرتست چو جمشيد جامِ ما
شڪرِ خدا ڪہ از مددِ بخت ارجمند
آمد همائي اوج سعادت بدامِ ما

---

بيا يڪشب خرامان در برم بندِ قبا بڪشا
ڪشايد تادلِ من، آن دولعل دلڪشا بڪشا

---

حرمِ حريم تو هست و ڪنشت خانۂ تست
بهر زمين ڪہ نهم جبہ آستانۂ تست
ڪدام شعر چو معشوق دو جهان افغان
بہ از ڪلام تو و شعر عاشقان تست

## رفيق

مير ڪرمعلي جي دور جو هي اعجاز آهي جو سندس زماني ۾ سبزي فروش بہ شاعر آهي، تہ غلام بہ شاعر آهي تہ درزي بہ شاعر آهي. رفيق ٺٽي جو ويٺل هو ۽ سبزي وڪڻندڙ هو، جنهن ڪري شعر و شاعري ۾ "رفيق سبزي فروش" مشهور ٿيو. سندس ڪلام نهايت وڻندڙ ۽ پيارو آهي.

## انتخاب

نهادي داغ هجرم بردل و از ديده ام رفتي
دلم را خونچڪان و ديده ام را خونفشان ڪردي

ندارد بر فغان و نالہ ات گوشي رفيق ارنہ
بکويش روزها ناليدي و شبها فغان کردي.

## زين العابد ين شاه

سيد زين العابدين شاه، تخلص عابد، سيد اسماعيل شاه، ٽالپرن جي مشهور صلاحڪار ۽ وزير جو وڏو پٽ هو. هو ڇهہ سال ڪراچي جو نواب هو ۽ ۾ سال شڪارپور جو نواب ٿي رهيو. شڪارپور جو مشهور پارسي زبان جو شاعر "صنعت"، پنهنجي هڪ قصيدي ۾ سندس تعريف هيئن ٿو ڪري:-

امير سيد زين العباد عالي قدر
کہ آسمان بہ پناهش گرفتہ دامان است
امير سيد زين العباد روشن راء
کہ نور حسن ز سيمائي او درخشان است

هو مير نصير خان جي اوائل دور تائين شڪارپور جو حاڪم ٿي رهيو. "مير زين العابدين" بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شعر مختلف بياضن ۾ نقل ٿيل آهن.

### انتخاب

شوخ چابک سوار را نگريد ترک مردم شکار را نگريد
اي عزيزان ز فرقت شب و روز ديده اشکبار را نگريد
مانند دل ز اضطراب در خم زلف اين دل بيقرار را نگريد
سينہ چاکم ز خنجر نازش جگر داغدار را نگريد
تيره روز است عابد از غم يار اين سيہ روزگار را نگريد

---

بجز وصال تو اي پرير و بدل ندارم دگر تمنا
بگير دست من فتاده کہ او فتادم ز هجرت ازپا

اگر برندم بسوئي رضوان و گر دهندم تمام روضه
بتار مويت تسم ڪه ندهم بخاڪ ڪويت جنان و طوبي
چو دل نداري بماه روئي ز حسن خوبان خبر چه داري
اگر نشيني بچشم مجنون دران به بيني جمال ليلي
بدل به بستم بسي خيالي ڪه ترڪ عشقش بگيرم عابد
ولي چه سازم علاج دل را ڪه برد از ڪف مه دلارا.

## مير ڪاظم شاه

مير ڪاظم شاه تخلص "سرخوش"* به سيد اسماعيل شاه جو فرزند هو. هو مير مراد علي جي زماني ۾ شڪارپور جو نواب مقرر ٿيو، جنهن عهدي تي هو ساڍا ١٣ ورهيه رهيو. سنه ١٨٣٣ع ۾ مير نور محمد حيدرآباد جو مير ٿيو ۽ اوچتو "شاه شجاع" افغانستان جو معزول ٿيل تاجدار شڪارپور تي چڙهي آيو ۽ مير ڪاظم شاه کي معطل ڪري شڪارپور قبضي هيٺ ڪري ورتائين. مير ڪاظم شاه هن واقعي کان حيدرآباد جي ميرن کي واقف ڪيو. حيدرآبادي ۽ خيرپوري ميرن جون فوجون شاه شجاع جي مقابلي لاءِ موڪليون ويون. سکر جي پرسان جنگ لڳي، جنهن ۾ مير ڪاظم شاه ۽ خيرپوري فوج جو سردار گولي شاه شهيد ٿي ويا ۽ ميرن جي فوج کي شڪست آئي. ميرن ١٢ لک رپيا ڏيئي شاه شجاع سان صلح ڪيو. آخوند صاحبڏنو "صاحب" سندس شهادت جي تاريخ هيٺين ريت لکي آهي:-

* شيخ محمد ولد شيخ محمد مريد محفوظ مريد جو تخلص به سرخوش هو. هو اصل سيوهڻ جو ويٺل هو. غلام شاه ڪلهوڙي جي طرفان دهلي جي دربار ۾ وڪيل هو. سندس فرزند قمرالدين به فصيح زبان فارسي جو شاعر هو جنهنجو تخلص عشرتي هو.

میر کاظم شاه والا مرتبت
کوهه تخم نکو نامي نوشت
چون ندائي ارجعي راشد مجیب
شد شهید و دار فاني راگذشت
دوستان رادیدها پر خون گرفت
خویشتن آسوده در خلد بهشت
درشهادت نامش دوران بخواند
میرمحمد کاظم از جان گذشت

۱۲۴۹

میرکاظم علم و ادب جو وڏو ڪانڪي ٿي گذريو. آهي، آخوند صاحبڏنه سندس ثنا خوانن مان هو. "بیاض جنگ" * ۾ سندس دستخط هڪ شعر لکيل آهي، جو هن في البديهه چيو آهي:-

تو شبانه مي نمائي بهرکه بودي امشب
که هنوز چشم مستب اثر خمار دارد

ڪيترو نه پاڪيزه شعر آهي. مٿين بياض ۾ سندس گهڻوئي شعر آهي، جنهن مان سندس انتخاب ڏجيٿو.

## انتخاب

آنکش که غم سیمبري داشته باشد
ازحال دل من خبري داشته باشد
از بعد و فاتم چه شود یار گر از لطف
بر خاک مزارم گذري داشته باشد
دارم هوس وصل قدش کي بود آذرم
کاین نخل امیدم ثمري داشته باشد
سرخوش همه شب اینهمه افغان که تو داري
شاید بخیالش اثري داشته باشد

---

* بياض جنگ، حضرت حامدالحق صاحب علويءَ جي مبارڪ هٿن جو يادگار آهي،

# ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌي شاعري

## تمهيد

پارسي شاعرن جي مختصر تذڪره ڏيڻ کان پوءِ، اچو ته اصلي مقصد ڏي متوجهه ٿيان ٿو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ اگرچ "سنڌي شاعري" کان وڌيڪ پارسي شاعري کي اوج هو، مگر ٽين چئني سگهجي ٿو ته سنڌي شاعري به دربار سان آشنا ٿي چڪي هئي. هي دور سنڌي شاعري جو سونهري دور چئجي ته به بجا آهي. قديم شاعري ۾ گهڻو ڦيرو آيو، دوتڪي وائي، جا "شاه عبداللطيف ڀٽائي" جي وقت ۾ رواج هيٺ آئي، ان ۾ تبديلي پيدا ٿي ۽ شعر جي ان صنف کي ڪافي جو ڏنو ويو.

## ڪافي

ڪافي جي متعلق اسان وٽ، ڪيترين ئي قياس آرائيون موجود آهن، پر انهن مان ڪابه تسلي بخش نه آهي. صحيح طرح ڪافي جو نشان اسان کي سنڌي شاعري ۾، ارڙهين صدي عيسوي کان ملي ٿو. جنهن جي ترتيب ۾ سرمست سچل (١٨٢٨ع-١٧٣٩) وڏو حصو ورتو. ڪائنس اڳ ڪنهن به ٻي شاعر، ڪافي تي طبع آزمائي نه ڪئي آهي. ڪن بزرگن جا نالا قياسي طرح ورتا وڃن ٿا ته هنن به ڪافي چئي آهي، مگر جيستائين سندن ڪلام اسان تائين پهتو ئي نه آهي ته ان روايت کي قبول ڪرڻ ۾ تامل پيدا ٿئي ٿو. خبر نه آهي ته هن ڪافي جي صنف کي

کوڙي نموني پيش ڪيو هو. بهرحال هڪ تحقيق ڪندڙ جي اڳيان، هيءَ حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته، ڪافي ڪي سنڌي شاعري سان آشنا ڪندڙ. سچل سرمست جي ذات آهي، اهڙي حالت ۾ هيءَ اسان لاءِ بيحد ضروري آهي ته ڏسون ته ان وقت ۾، جنهن وقت سرمست سچل زنده هيو، يا ڪانئس اڳ ۾ هي هنڌ به ڪٿي ڪافي رواج هيٺ هئي يا نه؟

ڪافي جي سلسلي ۾ اسان جي پهرين نظر مادولال حسين جي طرف ٿي وڃي، جو ١٣٨٩ع ۾ لاهور ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٥٩٩ع ڌاري فوت ٿي ٿيو. انجي لاءِ مشهور آهي ته ملامتي فرقي مان هو ۽ نچندو ڳائيندو هو. مادولال حسين، پنجابي شاعري ۾ پنهنجي ڪافين ڪان مشهور آهي، جي قريب قريب سنڌوڪن ٿيندڀون. سندس هڪ ڪافي هن هيٺ ڏجي ٿي:-

درد وڇوڙي دا حال ني مين ڪنهون آکان

سولاد مار ديواني ڪيتي — بر مون پيا خيال

جنگل جنگل ڦران ڍونديدي — اجي نه آيا مينهوال

ڪمي حسين فقير ربان — ديکهه تماشيان دا حال

مادولال حسين ڪان پوءِ سيد بلاشاه جو اسم گرامي اچي ٿو، جنهن جو پنجابي شاعري ۾ بلند مقام آهي. بلاشاه سنه ١٦٨٠ع ڌاري قصور تعلقي جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو ۽ زباني روايتن موجب سنه ١٧٥٠ ڌاري فوت ٿيو. بلاشاه هڪ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي ۽ هماوست جي خيال جو قائل هو. جنهن جا اشارا سندس ڪلام ۾ جا بجا ملن ٿا.

سندس ڪلام جو گهڻو حصو ڪافين جي صورت ۾ آهي. سندس هڪ مشهور ڪافي جا سنڌ ۾ اڪثر ڳائي ويندي هئي، هن هيٺ ڏيان ٿو:-

منهن آئي بات نہ رهندي اي

جوٹ آکان تي ڪچ بچدا اي سچ آکن پانبڑ مچندا اي
جي دومان گلان تون جچندا اي جچ جچ ڪي جيبا ڪمنديءِ اي

منهن آئي بات نہ رهندي اي

جس پايا پيد قلندر دا راهہ کهو جيا اپني اندر دا
ڪک باسي هي اسد مندر دا جت ڪوئي نہ لهندي چڑهندي اي

منهن آئي بات نہ رهندي اي

اڪ لازم بات ادب دي اي سانون بات معلومي سب دي اي
هر هر وچ صورت رب دي اي ڪيون ظاهر مين چهندي ي

منهن آئي بات نہ رهندي اي

جي ظاهر ڪران اسرار تائين سب پل جائون تڪرار تائين
ڦر مارن پلي پار تائين اني مخفي گل سهندي اي

منهن آئي بات نہ رهندي اي

بلا شاهہ جي ٻي ڪافي، جا سنڌ ۾ ڳائي ويندي آهي، سا هيٺين ريت آهي:

رانجها جوڳيڑا بن آيا

اس جوڳي دي نين ڪٽوري بازان وانگون ليندي ڏوري
ڪک ڏٺيان دک جاون وچوڙي انهان اکيان لعل ونجايان

رانجها جوڳيڑا بن آيا

اس جوڳي دي اي نشاني ڪن وچ مندران ڳل وچ ڳاني
صورت اسدي مٺ گت پائي اس الفون احد ڪنو پايا

رانجها جوڳيڑا بن آيا

بلا شاهہ دي مٺ گت پائي پيت پرائي موڙ بچائي
ابهي ڳل ڪيون ڪر چپائي ني تخت هزارون آيا

رانجها جوڳيڑا بن آيا

سيد بلاشاھ ۽ سرمست سچل جي زماني جو جيڪڏهن موازنو ڪبو ته معلوم ٿيندو ته سيد بلاشاھ، سرمست سچل جو پيشرو آهي. سچل سرمست جو وڏو همعصر روحل صوفي به آهي، جنهن جون ٿورڙيون ڪافيون دستياب ٿي سگهيون آهن. روحل اهڙو پرگو شاعر نه هو، پر انجي نسبت سرمست سچل جو ڪلام ڪافي جي صورت ۾ بحر بي ڪنار آهي. هن وقت جي تحقيقن ڪئي وئي، هنن ڇوڙ جي جرأت ڪري سگهجي ٿي ته "ڪافي" جي صنف پنجاب کان آيل ٿي ڏسجي. سنڌ ۽ پنجاب جا روحاني تعلقات نهايت قديم آهن. شيخ الشيوخ حضرت بهاؤ الدين زڪريا ملتاني ۽ سندس اولاد جي مريدن جو وڏو گروه سنڌ ۾ موجود هو ۽ آهي. اُچ شريف جي بزرگن (جيلاني ۽ بخاري) ۽ سلطان باهو جي مريدن جو تعداد به سنڌ ۾ گهٽي قدر موجود هو ۽ آهي. خود لاهور ۾ حضرت ميان مير جي درگاه جي موجودگي، سيوهڻ وارن جي لاءِ، زيارت جي جاءِ هئي. انهن سڀني بزرگن جي درگاهن تي سنڌ جا ماڻهو ايندا ويندا ٿي رهيا. انهن تعلقاتن جي بنا تي يقيناً "ڪافي" جي صنف سنڌ ۾ پهتي هوندي.

هيءَ ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ جي لائق آهي، جنهن جو ذڪر مان تذڪري جي پهرئين حصي ۾ ڪري چڪو آهيان ته وائي جي صورت ۽ ڪافي جي ابتدائي صورت ۾ گهڻي يڪسانيت آهي. جيڪڏهن اُن کي غور سان ڏسو ته ان ۾ ظاهري باطني (صوري يا معنوي) طور ڪو به تفاوت نظر نه ايندو. موٽڪي هن حقيقت کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي ته موجوده شاعرن مان ڪن وائي کي پنهنجي لاءِ نه انتخاب ڪيو آهي، پر "ڪافي" جي لفظ کان گريز ڪئي آهي. جيڪڏهن حقيقت کي ڏسجي ته معلوم ٿيندو ته وائي ۽ ڪافي ترقي ڪندي اهڙي منزل تي پهتي آهي، جنهن کي سنڌي شاعري ۾ انفرادي حيثيت حاصل ٿي چڪي آهي. سچل سرمست جي هيٺين ڪافي تي نظر ڪريو:-

آه علاج نه ڪوئي، اکين ماري آهيان
ڪنهن ڪي ساڀيان سرتيون حال اهو روئي
ڏکيون ڏکيون لکين هزارن ڪيون طبيبان توئي
دست سچڻ جي دارون آهي سچو يار سيوئي

جيڪڏهن ڪافي کي وائي جي صورت ۾ آڻبو ته هيٺين ريت لکي ويندي:-

آه علاج نه ڪوئي من اکين ماري آهيان
ڪنهن ڪي سرتيون حال اهو روئي
من اکين ماري آهيان
ڏکيون ڏکيون اکين هزارين ڪيون طبيبان توئي
من اکين ماري آهيان
دست سچڻ جي دارون آهي سچو يار سيوئي
من اکين ماري آهيان

حقيقت ۾ "من اکين ماري آهيان" کي دوباره آڻڻ، هڪ ڳائڻ واري جو عمل آهي ۽ "ڪورس" ۾ آڻڻ جي ڪا ادبي يا معنوي خصوصيات ڪانه آهي. ڪافي ترقي ڪري، ڏيڍوڻي، ٽيڻي ۽ اڍائوڻي جي منزل تي پهچي چڪي، هن ترقي جي منزل کي چاڙهي تنزل ڏي وڃڻ ڪا ادبي خوبي نه ٿي سگهي ٿي.

"ڪافي" جي هن منظر تي نظر وجهڻ ڪانپوءِ، خود "ڪافي" جو لفظ توجهه جي لائق آهي، جو چندان ضروري ته نه آهي، ڇو ته "ڪافي" جو لفظ، سنڌي ۾ ڪافي جي پهچڻ کان اڳ ۾ موجود آهي. ان لاءِ به عجب توجهون ڏنيون وڃن ٿيون. هي عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڪفايت ڪرڻ؛ ڪافي جو مطلب آهي، "اهو شعر جو شاعر جي حالت کي پوري ريت پيش ڪري." هن سادي سودي حقيقت کي خواه مخواه هڪ ڳجهارت بڻايو ويو آهي.

ميرن جي دور ۾ "سنڌي شاعري ۾ جا نئين شيءِ آئي" آها آهي، علم عروض تي رکيل شاعري. هن صنف جو ذڪر تذڪري جي ٽئين حصي ۾ تفصيل سان ڏنو ويو آهي، مگر انفرادي طرح هن جو ذڪر سرمست سچل ۽ ثابت علي شاه جي ذڪر ۾ ڏنو ويو ٿو، تانجو انجي ابتدائي اهڃاڻ جي معلومات حاصل ٿي سگهي. ميرن جي دور ۾، تصوف جي اندر، فارسي شاعري جي تتبع ۾، نازڪ خيالي به آڇي ويئي هئي، مان تذڪره جي پورئين حصي ۾ اسلامي تصوف تي سطحي طرح ڪجهه لکيو آهي، پر هتي آن کي تفصيل سان لکيو وڃي ٿو.

## اسلامي تصوف

تصوف جي نسبت صوفي بزرگن جا جدا جدا رايا آهن، جن سان "علم سير" جا ڪتاب ڀريا پيا آهن. مگر انجي ڪا اهڙي گڏيل تعريف نه ٿي ملي، جنهنتي سڀني بزرگن اتفاق ڪيو هجي. انهيءَ ڪري تصوف جي اصلي مضمون کي سمجهڻ ۾ علمي ماڻهن کان ڪيتريون ئي غلطيون ٿيون وڃن ٿيون ۽ ڪي نا سمجهه ايستائين به چئي ويهن ٿا ته تصوف جو شريعت اسلامي سان ڪو به واسطو نه آهي. "مولانا جلال الدين رومي" جو قرون وسطي ۾ وڏو اسلامي عالم ۽ تصوف جو عالم تي گذريو آهي، ۽ جنهنجي "مثنوي" سڄي دنيا ۾ مشهور آهي، تصوف جي سمجهائي هئن ٿو ڏئي*:-

"شريعت شمع وانگر آهي، جنهنجي روشنائي رستو ڏيکاري ٿي، ۽ رستو وٺي طريقت آهي، ۽ منزل مقصود تي پهچي "حقيقت". مطلب ته شريعت ائين آهي، جئن ڪيميا سکڻ ڪنهن استاد کان ۽ طريقت آهي دوائن جو استعمال ۽ ٽامي مان سون ٺيڻ آهي حقيقت".

* مثنوي منلي جلد ٥

مولانا رومي جي هن تفصيل مان معلوم ٿئي ٿو ته شريعت
چئن شين جو نالو آهي:-

(١) اقرار زباني
(٢) اعتقاد قلبي
(٣) عمل جي صفائي
(٤) حڪم ۽ منع.

مگر طريقت نالو ٿن شين جو:-

( ) علم
(٢) عمل
(٣) اخلاص.

"شيخ احمد فاروقي سرهندي"، جنهنکي "امام رباني" به سڏجي ٿو، پنهنجي مشهور ڪتاب مڪتوبات ۾ فرمائي ٿو ته عمل، علم ۽ اخلاص نالو آهي تصوف جو. مگر "امام محمد غزالي" جو وڏو اسلامي منڪر ۽ صوفي ٿي گذريو آهي سو فرمائي ٿو:-

"تصوف شريعت وانگر ٻن شين جو مرڪب آهي، جنهن کي علم ۽ عمل سڏجي ٿو".

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو ته شريعت ۽ طريقت ٻه مخالف شيون نه آهن، بلڪ ٻنهي ۾ جسم ۽ جان جي نسبت آهي. مگر ڪن صوفين جي نزديڪ تصوف ۽ شريعت شيئي هڪ آهي. هو چون ٿا ته ظاهر به شريعت آهي ۽ باطن به شريعت. عقيدن ۾ جن مسئلن تي بحث ڪيو ويندو آهي، انهن ۾ خدا وند تعالي جي ذات ۽ صفات جا مسئلا هوندا آهن. تصوف ۾ به انهن ئي مسئلن تي بحث ڪيو ويندو آهي. مگر تفاوت هي آهي ته شريعت ۾ علمي بحث هوندو آهي ۽ تصوف ۾ عملي.

# صوفي

صوفي لفظ جي متعلق ڪيتريون روايتون ڪتابن ۾ آيل آهن. ڪي چون ٿا ته "صوف" لفظ "صفا" مان نڪتل آهي ۽ ڪي چون ٿا ته "صوف" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اوني ڪپڙو.

"سر نڪلسن" مشهور مستشرق پنهنجي تصنيف "اسلامي تصوف" ۾ صوفي جي معنيٰ بابت لکي ٿو:

"گهڻن صوفين اُنجو اشتقاق 'صفا' عربي لفظ مان ورتو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي پاڪائي. جنهن مان صوفي جي معنيٰ ٿيندي، جنهنجي دل پاڪ آهي يا اهو جو چونڊيل آهي". ڪن مغربي عالمن يوناني لفظ "صوفيا" مان ورتو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي "ٿيا سافسٽ". پر "نولديڪي هڪ مضمون ۾ ڏيکاريو آهي ته صوفي "صوف" يعني اُن" مان متشاق ٿيل آهي، ڇو ته مسلمان درويش اُن جا ڪپڙا پهريندا هئا."

"علامه ابن خلدون"، جو وڏو مورخ ٿي گذريو آهي ۽ جنهنجي تاريخ جي ڪتاب کي وڏي عزت سان ڏٺو وڃي ٿو، تنهن پنهنجي مقدمه ۾ جتي علم تصوف تي بحث ڪيو اٿس، اتي "امام قشيري" کان لفظ صوفي بنسبت هي عبارت نقل ڪئي اٿس:-

ڪنهن به قياس ۽ مشاهدي کان ثابت نه ٿو ٿئي ته هي نالو لغت عرب کان ورتو ويو هجي. ظاهر ۾ هي هڪ لقب آهي، جنهن کي ڪن لفظ "صفا" کان ۽ ڪن لفظ صفت کان متشاق ٻڌايو آهي. هي سڀ قياس، علم لغت جي اعتبار کان ڪريل آهن. پڻ هي قول ته هي لفظ "صوف" يعني اوني ڪپڙي تان ورتل آهي، برابر نه آهي، ڇو ته صوفين جي ڪپڙن ۾ "صوف" کي ڪا خصوصيت نه هئي."

مگر علامہ ابن خلدون هن پوئين روايت کي هڪ ضعيف تاويل سان قبول بہ ڪيو آهي. متقدمين صوفين جي هڪ وڏي گروہ بہ هن قول کي قبول ڪيو آهي. سيد ”سادات حسيني ملتاني“ جو ”سهروردي“ طريقي جو هڪ نامور شيخ ٿي گذريو آهي، پنهنجي تصنيف ”ڪنزالرموز“ ۾ فرمائي ٿو:-

| | |
|---|---|
| علم تحقيق از دل آگاه گير | شارع شرع حبيب الله گير |
| چون ڪليم الله درين راه مخوف | با صفائي سرخود پوشيده صوف |

يعني- حقيقت جو واقف دل کان وٺ ۽ شريعت جي وات حضرت محمد صلعم کان وٺ. هن وات ۾ ”ڪليم الله“ (حضرت موسي) واڱر پنڌ ڪر ۽ صفائي سان پنهنجي گجهہ کي اوني ڪپڙي سان ڍڪ.

”صوفي“ جي بابت هڪ ٻي روايت بہ نقل ڪئي ويندي آهي، مگر ان کي ايتري اهميت نہ آهي. ”حضرت محمد صلعم“ جنجي زماني ۾ ڪي ماڻهو عابد ۽ زاهد هوندا هئا، جنجو گهڻو ذڪر ۽ فڪر ۾ ويندو هو ۽ پاڻ حضور جن انهن کي بيحد محبت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. انهن ماڻهن کي ”اصحاب صفہ“ سڏيو ويندو هو، جئن تہ انهن بزرگن جي زندگي زهد ۽ عبادت ۾ گذرندي هئي، انڪري ٻين صوفين نفس جي مجاهدي جي نسبت سان صوفي کي صفہ سان منسوب رکڻ گهريو. مگر صوفي لفظ جي صفہ سان ڪابہ نسبت نہ آهي. ڪيئن بہ هجي، هي حقيقت آهي تہ حضرت جن جي دور ۾ يا خيرالقرون جي زماني ۾ ويندي ١٠٠ هجري تائين ”صوفي“ جو لفظ استعمال ۾ نہ هو ۽ عبادت گذار عارفن کي عابد ۽ زاهد جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جن ۾ ”شيخ حسن بصري، سفيان ثوري ۽ بي بي رابعہ عدويہ“ جهڙا پاڪ نالا اچيو ٿا وڃن. پڻ تصوف کي ”علم احسان“ سڏيو ويندو هو، جنهن جو ذڪر ”مشڪواة شريف“ جي باب الايمان

۾ ذڪر آهي. پر ٻي صدي هجري ۾ اهو خشوع ۽ خضوع بتدريج گهٽ ٿيندو ويو ۽ پوءِ عام احسان جو نالو تصوف رکيو ويو. سڀ کان پهريائين صوفي جو لفظ جنهن شخص جي نالي سان گڏايو ويو، اهو "ابو هاشم صوفي" هو، جنهن سنه ١٥٠ هجري ۾ وفات ڪئي.

جناب "ذوالنون مصري" فرمائي ٿو ته "آءٌ صوفي جي تعريف سمجهڻ ۾ منجهيل هوس، هڪ ڏينهن شام جي ڪناري تي هڪ عورت مليم، ڪانئس جڏهن سوال ڪيم ته ڪٿان آئي آهين، تڏهن هيٺيان شعر پڙهيائين:-

"اِها اهڙي قوم آهي، جن جا ارادا ذات باري سان ڳنڍيل آهن، نه انهن جي ڪا به چرپر خدا جي حڪم جي برخلاف آهي، نه ڪوئي انهن جو ارادو مولا جي مرضيءَ جي ابتڙ آهي."

"نه انهن کي سٺا ڪپڙا درڪار آهن، جن کي پهرين، نه اهي شيون انهن کي خوش ڪري ٿيون سگهن، جي شهر واسين لاءِ خوشيءَ جو سبب بڻجن."

"نه انهن جو ڪوئي مطلب آهي ۽ نه غرض. جيڪڏهن سندن طلب آهي ته مولا جي طلب، ۽ جيڪڏهن حقيقتاً خيال ڪيو وڃي ته اهو ئي سهڻو ۽ پاڪ آهي، جنهن جي طلب هر شخص کي ٿيڻ گهرجي."

"صاحب ڪنزالرموز" تصوف ۽ صوفي جي سڃاڻپ هيئن ٿو ڏئي:-

هيچ راهي از تصوف بيش نيست
چار حرف اندر تصوف بيش نيست
توبه و صداقت، صدق افتخار
آخرش تسليم و ترڪ اختيار

تا تو د بند خودي مشڪل رسي

جان فدا ڪن تا بدين منزل رسي

معني- تصوف ڪان وڌيڪ ٻي وات نہ آهي. تصوف ڇهن اکرن ڪان وڌيڪ ڪجهہ نہ آهي. توبهہ ۽ سچائي، سچائي نماڻائي گڏيل. ٻچاڙي ۾ رضا تي راضي رهڻ ۽ خواهشن جو ترڪ ڪرڻ. جيستائين تون هٺ ۾ آهين، مشڪل واٽ تي پهچندين. جان ڏي تہ ان منزل تي پهچين.

”شيخ ابو سعيد ابوالخير“ جو عزني جي اڪابر صوفين مان ٿي گذريو آهي ۽ ”امام ابوالقاسم قشيري“ جو شاگرد ۽ همعصر هو، فرمائي ٿو تہ ”شيخ عبدالرحمان سليمي“ وٽ ويس ۽ ٻهرئين دفع مون کي ڏسي فرمايائين تہ اچو تہ توهانجي واسطي هڪ شيءِ پنهنجي قلم سان لکان. مون عرض ڪيس لکو. پاڻ فرمايائون:-

”حضرت جنيد بغدادي“ کان روايت آهي تہ تصوف خلق آهي. ۽ خلق جي معني ”حضرت امام ابوسهل صعلوڪي“ فرمائي آهي ”اعتراض کان پاسو ڪرڻ.“

سيني اڪابر صوفين جي قولن کي ڏسڻ مان نظر ايندو تہ تصوف نالو جي صفائي ۽ اعلي خلق جو، نہ جئن ڪن بي سمجهہ ماڻهن جو اعتقاد آهي تہ تصوف جي معني آهي مذهب سان بغاوت يا لامذهبي. هن لاءِ صوفين جي سموري گروهہ جون شاهديون ۽ ملفوظات موجود آهن، جن مان ڪي ضرورت آهر هيٺ ڏجن ٿا:-

”حضرت بايزيد بسطاني“ بغداد جو وڏي ۾ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي، جنهن جي رتبي ۽ شان جو وڏو بيان آهي، سو هڪ دفعي هڪ بزرگ وٽ ويو، جنهن جي وڏي تعريف ٻڌي هئائين.

جڏهن اتي پهتو، تڏهن ڏٺائين ته ان بزرگ قبلي جي طرف منهن ڪري گرڙي ڪئي. ان جي هيءَ حالت ڏسي بايزيد هڪدم واپس موٽيو ۽ فرمايائين ته "جيڪڏهن هن ڪي طريقت ۾ دخل هجي ها ته ان ڪان هي خلاف شريعت ڪم نه ٿئي ها، جنهن مان نظر اچي ٿو ته هن کي شريعت سان محبت نه آهي."

"حضرت عبدالخالق غجدواني" جو ڇهين صدي هجري ۾ اڪابر اهل الله مان ٿي گذريو آهي، پنهنجي مشهور وصيت نامي ۾ فرمائي ٿو:-

"اي فرزند توکي وصيت ٿو ڪريان ته علم، ادب پرهيزگاري ۽ سنت جي متابعت سان هل . . . الخ."

"حضرت عثمان حيري" فرمائي ٿو ته "جو شخص سنت رسول الله صلعم کي پنهنجي مٿان حاڪم مقرر ڪري ٿو، اهو حڪمتي آهي ۽ جو شخص نفس جي حرص ۽ هوس کي پنهنجي بلندي ڏي ٿو اهو بدعتي آهي."

اسلام جي اوائلي وقت ۾ زاهدن ۽ عابدن ڪي به ڪتاب "علم احسان" تي نه لکيا، مگر ٻي صدي هجري کان پوءِ "علم احسان" جڏهن تصوف جو نالو ورتو، تڏهن صوفين زهد ۽ رقاق جي تصنيف ۽ تاليف شروع ڪئي. ذڪر ۽ فڪر، ذوق ۽ شوق صبر ۽ رضا، فقر ۽ توڪل، شڪر ۽ محبت، ۽ خوف ۽ اميد جي مقامن جو احوال درج ڪيو ويو. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، يوناني فلسفه ۽ قديم ايراني خيالن جي رو ۾ صوفي بزرگن جا خيال به دقيق مسئلا گرڻهڻ لڳا ۽ "علم تصوف" تي باقاعده تصنيفون ٿيڻ لڳيون، جن جو موجد "امام قشيري" صاحب آهي. سندس سچو نالو "امام ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري" آهي، جو نيشاپور ۾ رهندو هو. حضرت ابوعلي دقاق جو مريد هو ۽ حضرت علي هجويري جو همعصر هو. علم تصوف ۾ سندس

مشهور ڪتاب رساله قشيري ۽ لطايف الارشادات مشهور آهن. ”رساله قشيري“ علم تصوف تي ڀروسي مدلل ڪتاب آهي. علامه ابن خلدون پنهنجي تاريخ جي مقدمي ۾ هن رسالي تان گهڻي مدد ورتي آهي. امام قشيري، صاحب بقول صاحب نفحات الانس (جامي) سنه ۴۶۵ ۾ وفات فرمائي.

## مخدوم علي هجويري

مخدوم علي هجويري جنهن کي ”خواجه معين الدين چشتي ”گنج بخش“ لکي ٿو ته علم تصوف تي تصنيفون لکيون. سو اصل غزني جي پرسان هجوير ڳوٺ جو ويٺل هو، جتان پنهنجي مرشد شيخ ابوالفضل بن حسن جي حڪم سان هندستان ۾ آيو ۽ اچي لاهور ۾ رهيو، جتي ۴۶۵هه ۾ وفات ڪيائين. سندس تصنيفن مان ڪشف المحجوب ۽ ڪشف الا مشهور آهن.

## شيخ شهاب الدين سهروردي

هي بغداد شريف جو ويٺل هو، حضرت عبدالقادر محي الدين جيلاني جو مريد هو. ڪانئس سهروردي طريقو رواج هيٺ آيو. علم تصوف ۾ سندس مشهور تصنيف ”عوارف“ آهي. سندس مشهور قول آهي ته ”انڪار مشائخ نه ڪر، پر ان جو، جو شريعت جي برخلاف هجي.“

## حضرت عبدالقادر جيلاني

اصل گيلان جو ويٺل هو ۽ پوءِ اچي بغداد شريف ۾ رهيو. سندس ظهور ۵۶۱هه ڌاري ٿيو. ڪانئس سلسله قادريه رواج ۾ آيو. سنديس عزت ۽ عظمت جون گهڻيئي ڳالهيون مشهور آهن. علم تصوف ۾ سندس ٻه ڪتاب غنية الطالبين ۽ فتوح الغيب مشهور آهن.

## امام غزالي

امام غزالي اهو پهريون شخص آهي، جنهن علم تصوف کي علمي حيثيت سان ترتيب ڏني. "علامه ابن خلدون" مقدمه تاريخ ۾ لکي ٿو ته:

"امام غزالي احياء العلوم ۾ ٻنهي طريقن کي گڏ ڪيو. هن ارباب عالي جا آداب ۽ طريقا ٻڌايا ۽ صوفيانه اصطلاحن جي شرح لکي، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو. جو تصوف به هڪ باقاعده علم ٿي ويو، جيتوڻيڪ پهريائين ان جو طريقو فقط عبادت ڪرڻ هو."

امام صاحب اصطلاحن ۾ هيٺيون واڌارو ڪيو. سفر ۽ سالڪ، شطح، فنا ۽ بقا، محو ۽ اثبات، محاضره ۽ مڪاشفه وغيره. جن جو مفصل بيان سنڌس تصنيف "املاءن مشڪلات الاحياء" ۾ ذڪر آهي. امام صاحب جو مشهور ڪتاب احياء العلوم الدين آهي. امام صاحب ٥٠٥ هجري ۾ وفات ڪري ويو.

## حضرت محي الدين ابن عربي

حضرت محي الدين ابن عربي، جنهن کي "شيخ اڪبر" به سڏجي ٿو، اصل اسپين جو ويٺل هو ۽ شام ۾ اچي رهيو ۽ دمشق ۾ ٦٣٨هه ڌاري وفات فرمايائين. سنڌس گهڻيون ئي تصنيفون آهن، مگر تصوف تي ٻه مشهور آهن، هڪ "فتوحات مڪيه" ۽ ٻيو "فصوص الحڪم". اهي ٻئي ڪتاب تصوف جي جان آهن، جن ۾ نهايت ڏکيا مسئلا حل ٿيل آهن.

متاخرين صوفين ۾ "جلال الدين رومي"، خواجه فريدالدين عطار، محمود شبستري ۽ ٻيا اهي بزرگ ٿي گذريا آهن، جن جا ڪتاب تصوف ۾ قابل قدر تصنيفن شمار ڪيون وڃي ٿيون. علم تصوف انهن ڏکين مسئلن جي پيدا ٿيڻ ڪري، اعتراضن به گهڻو پيدا ٿيون،

جن جا خيال شريعت جي لحاظ کان ٻاهر نڪري ويا، جن جو پهريون محرڪ منصور حلاج هو.

## منصور حلاج

منصور جو اصل نالو "حسين ابن منصور" هو. مگر دنيا ۾ هو منصور جي نالي سان ئي مشهور ٿيو. هن جي پير طريقت جو نالو "عمر بن عثمان" هو. ان درويش جي صحبت ۾ هو ايتري قدر ته بيخود ٿي ويو، جو صوفين جي ڳجهه جون ڳالهيون به برسر بازار ڪرڻ لڳو. جنهن ڪري سندس مرشد به ڪانئس بيزار ٿي ويو ۽ عام ماڻهو به ڪانئس نفرت ڪرڻ لڳا. ڪيس بغداد ڇڏڻو پيو. ان کان پوءِ هو ڪيترو وقت سير ۽ سفر ۾ مشغول رهيو. چيو وڃي ٿو ته هو هندستان ۽ چين به ويو. آخر وري اچي بغداد پهتو جتي ٿوري وقت ۾ ڪانئس اهڙيون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون، جن تي عام ماڻهو حيرت کائڻ لڳا. جلدئي هن "اناالحق" (مان خدا) جو نعرو هنيو. عالمن هن کي انهيءَ آواز کان پرهيز ڪرڻ جي صلاح ڏني، مگر الٽو منصور هڪ شعر انهن جي جواب ۾ پيش ڪيو، جنهن جو مطلب هو:-

> مان سوئي آهيان، جنهن کي مان چاهيان ۽ جنهن کي چاهيان ٿو، اهو مان ئي آهيان. اسان ٻئي ٻه روح آهيون، جن هڪ قالب ۾ حلول (واسو) ڪيو آهي. انڪري جڏهن هو مونکي ڏسي ٿو، مان ان کي ڏسان ٿو ۽ جڏهن مان ان کي ڏسان ٿو، تڏهن هو مون کي ڏسي ٿو."

نيٺ لاچار ٿي، عالمن، ان وقت جي صوفي بزرگن جي راءِ سان سندس قتل جي فتوا ڏني. "تاريخ الخلفا" جو بلند پايه مورخ جلال الدين سيوطي فرمائي ٿو:-

"سال ٣٠١ هه ۾ حسين حلاج عرف منصور اٺ تي سوار ٿي بغداد ۾ آيو ۽ انجي اناالحق چوڻ جو چرچو سڄي بغداد ۾

پڪڙجي ويو، ان جو قول هو ته انسان ۾ خدا حلول ڪري سگهي ٿو. تحقيقات مان معلوم ٿيو ته نه ان کي علم قرآن هو ۽ نه علم حديث ۽ فقہ. پنهنجي عقيدن جي سبب قيد ڪيو ويو ۽ آخر ٣٠٩ هہ ۾ قاضي عمر ۽ ٻين عالمن ۽ فقيهن فتوا ڏني ته ان جو خون مباح آهي ۽ سوليءَ تي چاڙهيو ويو. عام ماڻهن ۾ منادي ڪرائي ويئي ته حسين حلاج قرامطي جي سزا وقت سڀ ماڻهو حاضر رهو."

ان وقت جي ڪيئي مورخن جا رايا منصور جي برخلاف نظر اچن ٿا. "علامه ابن حزم" "ڪتاب الملل" ۾ منصور کي قتلي لکيو آهي. هندستان جي وڏي ۾ وڏي مفڪر "علامه محمد اقبال" جنهن اسلامي تصوف جو تمام گهڻو مطالعہ ڪيو هو، "منصور" بابت هيٺيون رايو ڏنو آهي:-

"منصور حلاج جو رسالو ڪتاب الطواسين جنهن جو ذڪر "ابن نديم" جي فهرست ۾ ملي ٿو، فرانس ۾ ڇپجي ويو آهي. ڇپائيندڙ فرينچ زبان ۾ ان تي مفيد حواشي لکيا آهن. "حسين جي اصلي اعتقاد تي ان ڪتاب مان پوري روشني پوي ٿي ۽ معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني جا مسلمان منصور جي سزا ڏيڻ ۾ بلڪل حق بجانب هئا."

خود صوفين جو هڪ وڏو ٽولو، منصور جي خيالن جي ترديد ڪندو رهيو جن جي قولن مان "سير" جا ڪتاب ڀريا پيا آهن. "خواجه فريدالدين عطار" جنهن پنهنجي شعر ۾ "منصور" جي ساراهہ ڪئي آهي، پنهنجي تصنيف "تذڪره" ۾ فرمائي ٿو:-

"منصور وڏو زاهد ۽ پرهيزگار هو، ان جو سڄو وقت عبادت ۽ رياضت ۾ گذرندو هو. شريعت جي روي ۽ فرض جي بجاآوري ۾ هرگز غفلت نہ ڪندو هو. معرفت جي وقت جو پورو

پانڌڙو هو، جذبي ۽ خود رفتگي جي حالت ۾ ان کان هڪڙي ڳالهه، صوفين جي طريقي جي برخلاف نڪري وئي، انهيءَ ڪري مٿس ڪفر جي فتويٰ اچي نه ٿي سگهي“

ڪيترن صوفي بزرگن ته ارمان ڏيکاريو آهي ته جيڪڏهن منصور سندن وقت ۾ هجي ها ته هو کيس ”اناالحق“ جي آواز کان مٿي پهچائي، قتل کان بچائين ها. اسان کي منصور جي شخصيت سان ڪو به بحث ڪرڻو نه آهي، مگر هي ڏيکارڻو ضرور آهي ته منصور جي تعليم کي سندس مريدن ڪيڏي بيديني ڪي وڌايو ۽ ”قرامطين“ جهڙو خطرناڪ ٽولو پيدا ٿيو ۽ صحيح تصوف جي شڪل بگڙڻ لڳي. اهو تصوف، جو اصلاح نفس جو رستو ٿي سمجهڻ ۾ آيو، سو نفس ڪشي تي تيار ٿي ويو. انجي برخلاف جهاد لاءِ ”ابن رشد ۽ امام ابن تيميه“ جهڙا بزرگ اٿيا، مگر اسلامي حڪومتن جي زوال هئڻ سبب هرڪو ڇڙواڳ ٿي ويو هندستان ۾ به ”امام رباني ۽ ولي الله شاهه“ جهڙا بزرگ پيدا ٿيا، جن تصوف جو صحيح رستو سمجهائڻ شروع ڪيو ۽ ان تي ڪتاب لکيا ۽ وحدت الوجود ۽ همه اوست جهڙن دقيق مسئلن تي بحث ڪري عام کي انجي خطري کان آگاهه ڪيو.

## سنڌ ۾ اسلامي تصوف

سنڌ ۾ اسلامي تصوف مسلمان فاتحن کان گهڻو پوءِ هرات، قنڌار ۽ ملتان کان آيو. جنهن جو مشهور علمبردار ”حضرت مرونديؒ“ عرف قلندر هو. سندس تصوف اهوئي هو، جنهن تي سندس دوست ”بهاؤالدين ذڪريا ملتاني ۽ فريدالدين چشتي“ هلندڙ هئا. اهو ساڳيو طريقو، جو سالن جا سال هلندو رهيو، جنهن ۾ وڏا وڏا بزرگ نظر اچن ٿا. ”مخدوم نوح، مخدوم بلاول، ۽ سيد عبدالڪريم بلڙي وارو“ وڏا صوفي ٿي گذريا آهن، ان کانپوءِ ”شاهه عنايت الله“ جو نالو اچي ٿو، جو طرح شاهه صوفي جي

شهادت جي واقعي کي شريعت ۽ طريقت جو هڪ مقابلو ڪري مڃيو ويندو آهي. مگر حقيقت ائين نه آهي، صاحب تحفته الڪرام ان لاءِ لکي ٿو:-

”شاهه عنايت الله! مخدوم فضل الله“ جو فرزند هو. شروعات ۾ دکن ۾ ”شاهه عبدالملڪ“ جو مريد ٿيو ۽ اتان مرشد جي حڪم موجب شاهجهان آباد ۾ ”شاهه غلام محمد“ کان خرقه درويشي عطا ٿيڻ لاءِ پهتو. هن سعادت کانپوءِ ٺٽي وريو. مگر ڪن ڳالهين تي ٺٽي جي عالمن جو مٿس ناراضپو ٿيو، جنهنڪري وري به شاهجهان آباد ويو. جتي گهڻي وقت جي رهڻ کان پوءِ سنڌ ۾ موٽي آيو ۽ ميرپور بٺوري جي پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ ميرانپور ۾ رهيو. سندس هدايت جي غلغلي ۽ مريدن جي واڌاري اتانجي زميندارن ”نور محمد پليجارو ۽ جمل جت جي دل ۾ ڪنڊڪو پيدا ڪيو. بلڙي جي سجاده نشين ”سيد عبدالواسع“ جي چور تي سندس جماعتن جي وڏي جماعت سيد سڳوري تي حملو ڪيو، جنهن ڪري ڪيترائي فقير شهيد ٿي ويا. شهيدن جي وارثن بادشاهه جي خدمت ۾ فرياد ڪئي، جنهنڪري ڪين زمين ملي ڪيترائي غريب مٿين زميندارن جي ظلمن جا ستايل لڏي اچي جهوڪ ويٺا. جڏهن ته خدا جي مرضي ائين هئي، مٿين ماڻهن ٺٽي جي حاڪم کي پاڻ سان ملائي صوفي سڳوري تي وري حملو ڪيو. جڏهن مهينن جي گهيري کانپوءِ اسم ذات بلند ڪندي صوفي سڳورو شهيد ٿي ويو.“

هن سچي بيان مان نظر ايندو ته هن شهادت جي واقعي ۾ ڪنهن به عالم جو هٿ نه هو، نه وري شرعي فتويٰ جي حڪم سان خون وهايو ويو هو.

”مخدوم معين ٺٽوي، شاهه ڀٽائي ۽ مخدوم محمد زمان“ لنواري وارو ۽ سري ۾ ”شاهه فقيرالله“ وڏا صوفي ٿي گذريا

آهن. شاهه ڀٽائي جي زماني ۾ "سماع" جون محفلون ٿيڻ لڳيون جنهن جو ذڪر صاحب تحفة الڪرام هيئن ٿو ڪري:

"هڪ ڏينهن مخدوم محمد معين ڪيس ڏسڻ ويو، گفتگو ڪندي راڳ جو ذڪر آيو. شاهه صاحب مخدوم کي چيو ته مونکي ٻڌ هن وات ۾ ڪڏهن پنڌ ڪرڻو ٿو پوي. پوءِ پاڻ راڳ چوڻ شروع ڪيائون، جنهنجي اثر ڪان عجيب حالت پيدا ٿي.

مگر ميرن جي دور ۾ تصوف جو ٽئون دور شروع ٿو ٿئي، جنهنجو پهريون محرڪ "سرمست سچل" هو. جئن "شاهه ڀٽائيءَ" تي رومي جو اثر هو، تئن سرمست تي عطار ۽ شبستري جو اثر پيدا ٿيو. ٻڌ پوين ايراني صوفي شاعرن جو خيال ۾ مٿس پيو جنهنجو نتيجو اهو ٿيو، جو تصوف جي ٽئين راهه کڙجي پئي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سرمست سچل پنهنجي ڪلام ۾ شخصيات کي گهڻو ڪم آلدو آهي، مگر هئن چوڻ ڪان رهي نه سکهيو آهي ته:-

"هيءَ نه وات هوا جي نه ڪا آهه تقليد
تحقيقون توحيد، آهي راهه رسول جي."

## سرمست سچل

سرمست سچل جو اسم گرامي عبدالوهاب هو، ۽ ڪيس سچيڏنو به سڏيندا هئا. سنڌي شعر ۾ سچو سچل ۽ سچيڏنو نالا ڪم آندا اٿس. سندس سرمستين جي ڳالهين ڪري ڪيس "سرمست" سڏيو ويو آهي.

سرمست سچل فاروقي خاندان يعني "حضرت عمر فاروق رضي الله عنه" جي اولاد مان هو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته فاروقين جو

هي خاندان سنڌ ۾ گهڻي وقت کان مقيم هو. سندن وڏو "شيخ شهاب الدين فاروقي" فاتح سنڌ "محمد بن قاسم" سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ اتي ئي رهجي ويو. محمد بن قاسم کيس سيوهڻ جي فتح ٿيڻ کانپوءِ اُتيجو نواب مقرر ڪيو هو. شيخ شهاب الدين سنه ٩٥ هه جي سيوهڻ ۾ وفات ڪئي. اُنکانپوءِ سندس پٽ محمد حاڪم ٿيو، جو سنه ١٢٤ هه ۾ فوت ٿيو ۽ سندس قبر سيوڻ ۾ آهي. اُنکانپوءِ اُن جو فرزند عبداللطيف ۽ انجو فرزند اسحاق سيوهڻ جا نواب ٿيندا آيا، تان جو "سلطان محمود غزنوي" اچي سنڌ فتح ڪئي ۽ اسحاق جي فرزند محمد کي ساليانو مقرر ڪري ڏنائين. گهڻو پوءِ انهن فاروقين مان "مخدوم نورالدين" پنهنجي علم ۽ فضل سان مشهور ٿيو. سيوهڻ جي پرسان نور بن جو ڳوٺ به انهن سيوهائي فاروقن جو آباد ڪيل هو. مخدوم نورالدين سنه ٢٦٤ هه ۾ وفات ڪئي. مخدوم صاحب کي چار پٽ هئا، جن مان سندن ٻه فرزند "ابوسعيد ۽ بدرالدين" سيوهڻ مان لڏي ڪاڪڙي جي ڀر ڳوٺ ۾ رهيا، جتي ڏاڍيون رياضتون ۽ مجاهدا ڪيائون. سندن اولاد "مخدوم جماڙ" جا مريد ٿيا. اڪثر جهنگ جي ڏٿ تي گذران ڪندا هئا ۽ ڏوٿين جي لقب سان مشهور هوندا هئا. "مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا" جڏهن سنڌ ۾ آيو تڏهن هنن مخدومن سان چار چشمي ڪئي هئائين. مخدوم ابوسعيد راڻيپور جي پرسان ڪان موسيجي ۾ فوت ٿيو ۽ سندس اولاد اتي رهندو آيو. ڪلهوڙن جي صاحبي ۾ هنن مخدومن جي وڏي عزت ٿي ۽ کين گنبٽ ۽ راڻيپور جي جي وچ ۾ وڏيون جاگيريون مليون، جي هنن مخدومن پنهنجي بن لائق ٻانهن دراز ونديرکي آباد ڪرڻ لاءِ ڏيئي ڇڏيون. هنن ٻانهن اُتي ٻه ڳوٺ "دراز ونڊير ۽ ڪاڇن ونڊير" ڪيا. ڪاڇن جو ڳوٺ ته پوءِ برباد ٿي ويو، مگر دراز آباد رهيو جو پوءِ دراز مان درازا سڏجڻ ۾ آيو. هن ڳوٺ ۾ ٿورو پوءِ مخدمن جي هڪ شاخ گڏيجي (موسيجي) کان لڏي اچي رهي. درازا

جو ڳوٺ راڻيپور ستيشن کان ميل پنڌ تي اُتر اوله. ڪنڌ تي هڪ خاموش، بستي آهي. سندس نظارو من موهيندڙ آهي.

هن درازا جي ڳوٺ، جي مشهوري "ميان صاحب ڏنو عرف موراڳي" فاروقيo جي نالي سان ٿي. ميان صاحبڏني کي ٻه فرزند هئا، جن مان هڪ جو نالو "صلاح الدين" ۽ ٻئي جو نالو "ميان عبدالحق" هو. سچل سرمست ميان صلاح الدين جو فرزند هو. سچل فقير جي ولادت سنه ١٧٣٩ع ۾ ٿي. هن جي تعليم ۽ تربيت ميان صاحبڏني جي نظر هيٺ ٿي. سچل فقير ظاهري علم ۾ گهڻو پڙهيو ۽ قرآن شريف جو حافظ هو. سندس استاد جو نالو "آخوند عبدالله" هو، جو پڻ هڪ فاضل شخص هو.

چون ٿا ته جڏهن "سرمست سچل" ننڍو هو، (ڪي چون ٿا ته ستن سالن جو هو ۽ ڪي چون ٿا ته نون سالن جو هو) تڏهن "شاه ڀٽائي"* اچي درازن ۾ نڪتو ۽ ميان صاحبڏنه وٽ مقيم ٿيو. ان وقت پاڻ سچل فقير کي ڏسي فرمايو هئائون ته "جا ڪني اسان چاڙهي آهي، ان جو ڍڪڻ هي ڇوڪرو لاهيندو."

هي واقعو "جلال الدين رومي" جي واقعي سان گهڻي مشابهت ٿو رکي. مولانا رومي جي احوال لکندڙن ۾ لکيو آهي ته جڏهن سندس والد "مولانا بهاوالدين" ري جي شهر مان نيشاپور پهتو، تڏهن "خواجه فريدالدين عطار" سان چار چشمي ڪرڻ لاءِ پنهنجي فرزند سميت سندس خانقاه ۾ آيو. خواجه عطار، مولانا رومي کي گهري نگاه سان ڏٺو، جو ان وقت مشڪل سان ستن سالن جو هو. کيس ڏسي فرمايائون ته "هڪ ڏينهن هي ڇوڪرو الاهي اسرار ظاهر ڪندو." کيس پنهنجي تصنيفن مان هڪ ڪتاب عطا فرمايائين.

---

o فقير صاحبڏنه جي احوال لاءِ ڏسو تذڪره جلد ١

* شاه ڀٽائي سنه ١٧٥٢ع ۾ وفات ڪئي.

مولانا رومي ۽ سچل فقير متعلق هي واقعا وڏي اهميت جا رڪن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته بزرگن جي دعائن پنهنجو تاثير ڏيکاريو ۽ ٻئي آسمان تصوف تي سج ۽ چنڊ ٿي چمڪيا.

سچل فقير چوڏهن ورهين جي عمر ۾ ظاهري علم جي تڪميل ڪري فارغ ٿيو. ننڍي هوندي ئي هو خلوت پسند هو ۽ اڪثر اڪيلو جهنگ ۾ گهمندو هو. جلدئي سندس ڏاڏو صاحبڏنو فوت ٿي ويو ۽ فقيري جي مسند تي ”خواجه عبدالحق“ سندس ننڍو فرزند ويٺو. جنهن لاءِ روايت آهي ته ميان صاحبڏني جي مرشد ميان عبيدالله صاحب جيلاني، سرمست سچل جي تولد ٿيڻ کان اڳ ميان صاحبڏني کي چيو هو ته فقيري مسند تي ”خواجه عبدالحق“ کي ويهارڻ جي وصيت ڪجو، ڇو ته ميان صلاح الدين کي هڪ فرزند ٿيندو، سو زماني کان تارڪ رهندو.

ميان صاحبڏنه جي وفات کان پوءِ جلدئي ميان صلاح الدين به فوت ٿي ويو ۽ سچل فقير جي پالنا، خواجه عبدالحق جي سپرد ٿي.

## خواجه عبدالحق

خواجه عبدالحق پنهنجي وقت جو وڏو اهل الله ٿي گذريو آهي. هو تصوف جو وڏو عارف هو. سندس پارسي ۽ سنڌي شعر ٿورو ملي سگهي ٿو، جنهن مان خبر پوي ٿي ته هو شعر به چوندو هو، هن هيٺ سندس هڪ پارسي غزل نموني طور ڏجي ٿو:-

### غزل

اي سرور دوعالم يا مصطفيٰ مدد شو
اي برگزيده آدم يا مصطفيٰ مدد شو
ناسوت درنگهه تو، ملڪوت بود ره تو
جبروت جائي گه تو، يا مصطفيٰ مدد شو

بر عرش حق رسيدي حق را بديد ديدي
قول خدا شنيدي، يا مصطفي مدد شو
اي ماه آسماني گلِ باغِ زندگاني
احوالِ ما تو داني يا مصطفي مدد شو
بيچاره مستمندم در حرص هائي بندم
كن رستهٔ زن كمندم يا مصطفي مدد شود
باشد درست دينم ديدار تو بہ بينم
بهٔ كن اگر كمينم يا مصطفي مدد شود
و ازگهر از قيامت خواهم بتو شفاعت
مارا تونئي حمايت يا مصطفي مدد شو
عبدالحق بود غلامت از جان فدائي نامت
ايمان شود سلامت يا مصطفي مدد شو

سنڌي ۾ سندس ڪي بيت بہ آهن، جن مان ڪي عارف بيدل روهڙائي پنهنجي تصنيفن مان هيٺئين بيت جي "بيدل" وڏي شرح لکي آهي:-

جاسن تي جاسان، پرين ڀري آئيو
ڪامان ڙي ڪامان، ترڪيڏو لڪ ڪريمر ڪيو.

خواجہ عبدالحق رشتي ۾ سچل فقير جو چاچو هو. مگر سچل کي روحاني فيض انهيءَ بزرگ کان ئي عطا ٿيو. جنهن ڪري هو ان جو مريد بہ هو، جنهن جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترين جاين تي ڪيو اٿس. فرمائي ٿو:-

ڪو شڪ چوي ناحق چوي ڪو بات اما برحق چوي
مونکي مرشد عبدالحق چوي، آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان

ديوان آشڪار ۾ فرمائي ٿو:-

گر بگرئي ميشدم وقف ازان اسرار راز
ئي باصدق دل رو بسو شهر دراز

هست آنجا پير عبدالحق عارف اوليا
مي ڪند آگه ز سر وحد تش مسڪين نواز

سچل فقير جي پنهنجي مرشد سان بيحد عقيدت ۽ محبت هئي. مرشد جي به پهنجي مريدن سان بيحد محبت هئي. هن پنهنجي معصوم (ڌيءُ) سچل فقير جي نڪاح ۾ ڏني. اگرچ سچل فقير جي پنهنجي راءِ شادي جي بندش ڪان آجي هئي، مگر عام ماڻهن کي شادي ڪرڻ جي ترغيب ڏيندو هو. سچل فقير کي هڪ فرزند به ڄائو مگر اهو ننڍپڻ ۾ ئي فوت ٿي ويو. چون ٿا ته انهن ڏينهن ۾ مير رستم خان جو پٽ مير محمد حسن بيمار هو، تنهن سچل فقير کي پاڻوٽ دعا ڪرڻ لاءِ گهرايو. فقير ويو ۽ مير صاحب جي فرزند کي دعا ڪيائين ۽ فرمايائين ته اسين تنهنجي پٽ جي عيوض پنهنجو پٽ ٿا ڏيون. خدا جي قدرت پاڻ خيرپور ۾ ئي هو ته سندس پٽ پوئتان گذاري ويو ۽ مير جو پٽ چڱو ڀلو ٿي اٿيو. (١)

خواجہ عبدالحق ١٢١٣ هه ڌاري فوت ٿيو ۽ سندس گاديءَ تي سندس فرزند ميان قبول محمد ويٺو. سچل فقير، پنهنجي مرشد جي جانشين جي اها ئي عزت رکندو آيو. جيتوڻيڪ ڪنهن اتفاقي واقعي جي ڪري ٿورن ڏينهن لاءِ ڪشيده خاطر رهيو.

جئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي، ميان صاحبڏنه ميان عبيدالله جيلاني جو مريد هو، جو شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان هو ۽ صوفي عنايت الله شهيد جي مرشد خواجہ عبدالملڪ جو پاٽ هو. ميان عبدالحق به ان سلسلي جو مريد هو. سچل فقير به تنهن ڪري قادري سلسلي ۾ اچي ويو. مگر سچل فقير تي هڪ عارف

(١) هيءَ روايت مرزا علي قلي بيگ سرمست سچل جي رسالي جي تمهيد ۾ ڏني آهي، خدا ڄاڻي ته هن ۾ ڪيتري صداقت آهي.

جي نظر ۾ ٿي، جنھنجو نالو ھو محڪم الدين سيراني چشتي. "تذڪره مخاديم" ۾ ھي ذڪر ھيٺين ريت آيل آھي*:-

0 "محڪم الدين سيراني جو ولي ڪامل ھو ۽ ھميشه سير و سفر ۾ رھندو ھو. اتفاق سان درازن جي ڀاڱرون رستي تي فقير سچيڏنه سان ملاقاتي ٿيو. درويش ھڪ ضرب ھٿ جي فقير سچل کي ھڻين ۽ فرمايائون ته ھن کي ھڪ ڏک عشق جو ڪافي آھي. انڪانپوءِ ھو رندي جي حالت ۾ آيو ۽ رات ڏينھن ڪافين ۽ غزلن جي ٺاھڻ ۾ مشغول ٿيو ۽ راڳ (سماع) ۾ رڌل ٿي رھيو."

"ميرزا علي قلي" صاحب جنھن فقير سچيڏنه جو تذڪره نھايت محنت سان تيار ڪيو ھو، ھڪ ھنڌ لکي ٿو ته، "فقير صاحب اوائل وقت ۾ شريعت جو پابند رھيو، جڏھن "رندي" جي حالت ۾ آيو، تڏھين اھي ڳالھيون ڪانئس وسريل رھيون. اھڙي حالت ۾ به ڪيس شريعت جو احترام رھندو ھو. عالمن ۽ فقيرن جي صحبت ۾ شامل رھندو ھو. ھي بلڪل من گھڙت روايتون آھن ته سندس تعلقات ڪي ڪھڙن جي مخدومن سان ڪشيده ھئا. اھي ماڻھو جي شريعت جي صحيح عزت ڪان محروم آھن، فقير سچل جي زندگي کي خواھ مخواھ لوڙين ٿا. آخر ھي ڪھڙن صوفن جي پيروي آھي، جو ھڪ خدا رسيده بزرگ کي شريعت

* تذڪره مخاديم ص ٩٥-٩٦ ھي ڪتاب مخدوم الله بخش جو لکيل آھي، جنھن ۾ ڪھڙن جي بزرگن جي حالات آھي. ھن ڪتاب جي انتخاب لاءِ "سيد حسام الدين شاھ راشدي" جا ممنون آھيان.

0 محڪم الدين سيراني رياست بھاولپور جو ويٺل ھو، ھو ھميشه سير ۽ سياحت ۾ رھندو ھو، جنھن ڪري کيس سيراني سڏيندا ھئا. سندس ڪرامتن جون ڳالھيون، سنڌ ۽ پنجاب ۾ مشھور آھن.

جي حدن کان ٻاهر ڏيکاريو وڃي. هنجي تعلم صاف هئي ۽ آهي، جا هميشه صوفين جي رهي آهي. هي ٻڻ غلط آهي ته فقير صاحب ڪي ڪافيون ڪهڙن جي مخدومن جي هجو ۾ لکيون. جيڪڏهن هن ڪٿي "مخدومن" يا "مخدومي" پنهنجي شعر ۾ ڪم آندو آهي ته انجو مطلب اهو نه آهي ته هن ڪو ڪهڙن جي مخدومن کي خطاب ڪيو آهي. مثال طور:-

"شيخي ۽ مخدومي ڏونهين ايءَ تان ساري لڳي"

هن ۾ فقير صاحب ڏيکاريو آهي ته پاڻ کي وڏو سڏائڻ هي سڀ نگيبازي آهي. مخدومي جي معني آهي، جنهن جي خدمت ڪئي وڃي. هن مان مخدومن جي ڪابه هجو ظاهر نٿي ٿئي. سنڌ ۾ ان وقت گهڻائي مخدوم هئا. آخر ڪهڙن جي مخدومن سان هي سٺون چو ٿيون منسوب ڪيون وڃن. اڻين لکندي اهڙن مصنفن کان شايد اها خبر وسري وئي آهي ته ان وقت ڪهڙن ۾ جي مخدوم ٿي رهيا، آها ڪيڏي عظمت ۽ شان جا مالڪ هئا. مگر محدود عاميت سبب آهي، افسوس جو انهي تحقيق تائين پهچي ئي نه سگهيا آهن. "مخدوم احمد" ڪهڙن جي مخدومن مان اهل الله ٿي گذريو آهي، احمد شاه ابدالي ۽ انجا پويان سندس بزرگي ۽ علم جا بيحد قائل هئا. مخدوم محمد عاقل، سندن وڏو فرزند هو، جو فقير سچيڏنه جو همعصر هو. فقير صاحب جا مخدوم صاحب سان ڪهڙا تعلقات هئا، آن لاءِ "تذڪره مخاديم" جو مصنف لکي ٿو:-

"ڪهڙي ڏينهن فقير صاحب، مخدوم صاحب وٽ آيو ويو ٿي. مخدوم صاحب ۽ سندس ڀاءُ مخدوم محمد جي وچ ۾ جاگير تي ڪيترو وقت تڪرار رهيو. مخدوم محمد، مير سهراب خان وٽ به دانهين ويو، مگر مير صاحب وچ ۾ پوڻ مناسب نه ٿي ڄاتو. آخر هو ميان قبول محمد ۽ فقير سچيڏنه وٽ ويو. فقير

صاحب مخدوم صاحب وٽ آيو ۽ ڪيس مخدوم محمد لاءِ عرض ڪيائين. مخدوم صاحب پنهنجي مهر ڪيس فيصلي لاءِ ڏني ۽ فقير صاحب مهر مبارڪ ولي، ٽيون حصو جاگير جو لکيو. اهڙي ريت سندن دوستي هئي. اُن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن ڪنهن سندن هڪ سنڌي ڪافي توحيد متعلق، خلاف شريعت چئي. "مخدوم صاحب اُنکي پڌي ورتو. پاڻ نهايت ڪاوڙيا ۽ جماعت کي چيائون ته تيار ٿين، پڻ فقير جي ڪلام ڪي جن ۾ شريعت جي خلاف نڪتا هئا، باهه ۾ ساڙيائون. هيءَ ڳالهه ڳجهي نه رهي، صبح جو مخدوم صاحب جڏهن قبہ شريف جي چوٽان قرآن ڪريم جي تلاوت ڪري رهيو هو، ميان سچڏنه اڪيلو ۽ پيادو آيو ۽ سامهون اچي ويٺو ۽ عرض ڪيائين ته غلام حاضر آهي، ڪهڙي طاقت اٿم، جو شريعت جي حڪم جو انڪار ڪريان ۽ مصرع ڪافي جو اُئين نه چيو اٿم بلڪ غلط مشهور ٿيو آهي. پوءِ مخدوم صاحب ساڻس پاڪر پائي مليو ۽ ڪيس شريعت جي حڪم جي بجا آوري ۽ بدعت کان پري رهڻ جي وصيت فرمايائون."*

هيءَ آهي سچي حقيقت. غلط روايتن جي انبار سان خدا پڇي! مورخن جو هي قول ڪيتري قدر نه صحيح آهي ته "جڏهن مشهور شخصيت، تڏهن غلط روايتن جو انبار گهڻو". انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته مخدوم هندن کي مسلمان ڪندا هئا، پر سرمست سچل جي زندگي ۾ به اهڙو واقعو نظر اچي ٿو. مرزا علي قلي اُنبابت لکي ٿو:-*

"هڪڙي پيري گنبت جو هڪڙو واڻيون ڪومون نالي فقير سان اچي لڳيو، تنهن کي فقير مسلمان ڪيو، جو سندس مريد ٿيو."

---

*تذڪره مخاديم ص ۹۵-۹۶ (دستخط)

* منڍ رسالو سچل فقير ص ۱۵

اُميد ته هن تفصيل پڙهڻ کانپوءِ انهن صوفين کي تسڪين ٿي ويندي، جي فقير سچل ۽ مخدومن جي تعلقات جي اوٽ ۾ مخدومن کي خواهه مخواهه لوڙهين ٿا.

"اين گناهيست که در شهر شما نيز کنند"

آخر هن حقيقت جو امين کهڙو جواب ڏيئي سگهون ٿا ته سيئي بزرگ گهڻو ڪري فقير تي چڙيل هوندا هئا. خواجه محمد راشد صاحب روضي ڌڻي، به سندس خلاف شرع شعر کي ڏسي چڙندو هو، حالانڪ "روضي ڌڻي" جي روحاني عظمت جو هر سنڌ واسي قائل آهي ۽ فقير صاحب جي روحاني منزل کان ڪنهن کي انڪار ٿو ٿي سگهي؟ مگر جن بزرگن کي سندس مخالفت ۾ آندو ٿو وڃي، سي به معرفت جي دريا جا غواص هئا. آنڪري هنن بزرگن جي روحاني محفلن تي اٽڪلن جو بحث ڪرڻ حماقت ٿيندي.

## سندس بيماري ۽ رحلت

فقير صاحب جي تندرستي نهايت عمدي هوندي هئي، مگر هڪ دفعي کيس اسهال جي بيماري ٿي، جنهن کيس بيحد تڪليف ڏني. لاڙڪاڻه جي هڪ حسين ۽ پيشه ور عورت جيوائي هي خبر ٻڌي درازا آئي. مار سينگار ڪري فقير صاحب وٽ لنگهي وئي. فقير صاحب اُن کي ڏسي هڪدم تندرست ٿي ويو. هن مان خبر پوي ٿي ته فقير صاحب بيحد "حسن پرست" هو، پڻ هي علم حڪمت جو هڪ اصول به آهي ته "حسن" جو طبيعت تي گهرو اثر پوي ٿو. اُنهيءَ کانپوءِ فقير صاحب تندرست رهندو آيو. پاڻ جيتوڻيڪ وڏي عمر جو هو، تڏهن به کيس پنهنجي تندرستي لاءِ ڪابه شڪايت نه هوندي هئي.

آخر پوئين دفعي ماه رمضان ۱۲۴۲هه ۾ بيمار ٿيو ۽ اُن

ئي مهيني جي چوڏهين تاريخ هن باڪمال بزرگ، رحلت فرمائي.
اُن وقت سندس عمر ٩٠ ورهيه هئي. اڪثر پاڻ فرمائيندو هو ته،
"منهنجي عمر ١٠٥ ورهيه آهي، پر ١٥ ورهيه آءٌ اڳي سرڪار
جي سلام تي ويندس". چونڪ ته وفات کان ٿورا ڏينهن اڳ پاڻ
وڃي گوشه نشين ٿيو ۽ ٻاهرين دنيا سان رلڻ ملڻ ڇڏي ڏنائين.
پڇڻ تي چوندو هو ته، سرڪار جي سلامي جي تياري ٿا ڪريون"
سندس وفات جون تاريخون مختلف شاعرن هيٺين ريت چيون آهن:

"آفتاب اوج عشق"

يـــا

"بود مربوج هدا"

فقير بيدل روهڙائي، جو سرمست جي معتقدن مان ٿي
گذريو آهي، سندس وفات تي دلگداز نظم چئي آهي، جا هن
هيٺ ڏجي ٿي:-

عشق جو ٻارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ مهه سچو عارف اتي اظهار هو
ٻره جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ درد جو تذڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو
منجهه سخن تنهنجي الوهيت سندو آثار هو
جنگ جذبي جوش مستي ۾ مثل عطار هو
پانجهي رائي ٻرين نوي ورهه نروار هو
پوءِ وصل جي موج ماڻي ذوق کان ذخار هو
طور ٻار هن سؤ ٻائيتاليهه ۾ تيار هو
چوڏهينءَ رمضان جي مادي پون هسوار هو

قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تنهن داتا جي "بيدل" پرت جو پنار هو

## شخصيت

مياڻ سچيڏنو وچولي قد جو هو، رنگ صفا ۽ وڻندڙ هوندو هوس. نڪ ۽ پيشاني مرغوب هيس. وار ڊگها ۽ مٿي ۾ ساڳي رنگ جو تاج پائيندو هو. اڪثر سفيد ڪپڙا ڍڪيندو هو، سياري ۾ اوني ڪٽي وڙهندو هو. گهڻو ڪري کٽ جي بدران ڪاٺ جي صندل تي ويهندو ۽ سمهندو هو.

سندس کاڌو بلڪل سادو هوندو هو. جواني ۾ گوشت جو شروع کائيندو هو، پر پوءِ اهو ڇڏي ڏنائين. اڪثر روزي ۾ رهندو هو، رات جو به ٿورو کائيندو هو. پوئين وقت ۾ هميشه استغراق جي حالت ۾ هوندو هو. ڪنهن به نشيدار شي جي ويجهو نه ويندو هو هي بلڪل ڪوڙ ۽ من گهڙت آهي ته فقير صاحب شراب به واپرائيندو هو الاهي ڪيف جي هوندي انگوري شراب جي ڪهڙي ضرورت! هو نشي کان ايتري قدر بيزار هوندو هو، جو سندس پياري طالب "نانڪ يوسف" فرمايو آهي ته فقيرصاحب جي سامهون حقي ڇڪڻ جي به ڪنهن کي جرات نه ٿيندي هئي. ڪڏهن به ٽهڪ ڏئي نه کلندو هو، جا عادت معرفت جي صاحبن جي آهي. گهڻو ڪري پيري مريدي جي ويجهو نه هوندو هو، مگر هي چوڻ به غلط آهي ته فقير صاحب جي مريدي جو سلسلو جاري نه هو ۽ سندس فيض محدود هو "شاهپناڻي" وانگر ڪيس به ڪجهه سچا مريد هئا، جي پڻ نامي درويش ٿي گذريا آهن، جن مان هيٺيان مشهور آهن:

(١) يوسف نانڪ.
(٢) فقير محمد يعقوب.
(٣) فقير محمد صالح قادري لاڙڪاڻي وارو.

(٤) فقير شير علي.
(٥) فير گهرام (؟)
(٦) حاجي عثمان ڄاڪي لاڙڪاڻه وارو.
(٧) خير شاه (؟)
(٨) محمد صالح دونهي وارو.

مٿين درويشن مان "يوسف"، خير شاه، گهرام، حاجي عثمان وڏي درجي جا فقير ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، جن جو احوال وقت تي ڏنو ويندو.

## ميرن سان لاڳاپا

"ميرن" سان هن خاندان جا اڳيئي تعلقات هئا. فقير احمد فاروقي مير سهراب خان جي ملازمت ۾ هو. سنڌ جڏهن ڪلهوڙن جي هٿن مان نڪري ميرن جي هٿ ۾ آئي، تڏهن مير سهراب خان ۾ سندن جاگيرون بحال رکيون. مگر هڪ واقعي جي ڪري مير صاحب فقير سچيڏنه جا وڏيڪ معتقد ٿي پيا.

جنهن وجهه ٿيو ته هڪ "حيدرآبادي عامل" (هندو) حيدرآباد جي ميرن جي نوڪري ڇڏي، اچي خيرپور جي ميرن جي ملازمت ۾ داخل ٿيو. مگر هتي به سرڪاري پئسا کٽائي وڌائين، جنهن ڪري "مير سهراب خان" کيس بانڌ رکيو. سندس عزيز "جهوڪ شريف" جي سجاده نشين "مخدوم فضل الله" وٽ دانهين ويا، جنهن کين "خواجه عبدالحق" ڏي روانو ڪيو. خواجه صاحب فقير سچيڏنه کي گهرايو ۽ سندس مٿي ۾ ٽوپي وجهي فرمايائون ته "وڃ بازو ڇڏائي اچ".

فقير صاحب خيرپور وڃي پهتو، جتي کيس وٺڻ لاءِ نوڪر اسلح خاني ۾ وٺي ويا ۽ مختلف هٿيار ڏيکاري هرهڪ جي خاصيت ٻڌائيندا ويا. جڏهن هڪ دور مار بندوق تي پهتا، تڏهن

ڪيس ٻڌايائون ته هي بندوق شينهن جي شڪار ۾ ڪم ايندي آهي. تنهن تي فقير صاحب چيو ته ”ابا، شينهن کي بندوق ڌاري سگهي!“ پر نوڪر فقير جي نڪتي کي سمجهي نه سگهيا، ۽ پنهنجي ڳالهه تي ضد ڪندا رهيا. ان تي فقير صاحب کي ڏاڍو جوش آيو. اهائي ڪن فقير صاحب جي ٻڌڻ سان هڪ غضبناڪ شينهن اصطبل خاني ۾ ظاهر ٿي پيو. ان بزرگ کان سهي ڀڄي ويا ۽ پڇي وڃي مير صاحبن کي خبر ڏنائون. فقير صاحب جي هيءَ حالت ٿورو وقت هلي، ۽ هو وري اصلوڪي صورت ڏانهن موٽيو. مير صاحبن تي هن واقعي وڏو اثر ڪيو ۽ هو هميشه معتقد ٿي رهيا. ڪن مصنفن فقير صاحب جي هن واقعي کي ”يوگ“ جي طاقت سان منسوب ڪيو آهي، مگر حقيقت آهي ته فقير صاحب نه ”يوگ“ جي تعليم ورتي هئي، نه ان جو استعمال ڪيو هو*، هي واقعو ولين جي ڪرامت سان منسوب آهي. سچ آهي، هرڪو پنهنجي طرف پيو تاڻي ”عمر خارجه“ ڪوڙو نه عمدو فرمايو آهي.

هرڪس به خيال خويش خبطي دارد“

”مير“ جي ڪتابن ۾ اهڙيون ڳالهيون گهڻيئي آيل آهن، جنهن جو ”يوگ وديا“ سان دور جو به واسطو نه آهي. ڳالهه هيئن آهي ته جهڙي ريت نبين کي معجزا خدا جي طرفان عطا ٿيل هئا، تهڙي ريت ولين کي به اهي ڪليل نشانيون پنهنجي پالڻهار جي طرفان عطا ٿيل آهن. ”يوگ“ سالن جو نتيجو آهي، مگر ولي، ڪنهن به منتر يا جاپ کان سواءِ فقط اک جي اشاري سان حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهيون ڏيکاري ٿو سگهي.

* فقير سچيڏنه پاڻ فرمايو آهي:-
ڪسب ڪرڻ دم بند ڪرڻ جو لقا پاڻ سنيالن،
اهي فن فروڻي آهن، ناحق وقت وڃائن.

”مير علي مراد خان“ ته فقير صاحب جو بيحد معتقد هو. چون ٿا ته ننڍي هوندي مير صاحب فقير صاحب کي ڏٺو. مگر هي ڳالهه بنهه بي بنياد آهي ته ڪو سرمست صاحب ”مير علي مراد خان“ جي حڪومت جي واري ۾ به زنده هو. جيئن هڪ مصنف ڏيکاريو آهي ته، ”سرمست صاحب پوڪن جي ٻنڻي ڪشڪول سان ڪندو هو ڪين مير علي مراد خان عرض ڪيو ته ”قبلا، انگريز دلڳٽي ٿيا آهن، جيڪڏهن ٻڌندا ته ڇا چوندا“ بقول مصنف پوءِ پاڻ جواب ۾ هڪ بيت پڙهيائون. ڪيڏي نه بي بنياد روايت آهي، هوڏانهن فقير صاحب ١٨٢٩ع ۾ وفات ڪئي. تاريخ شاهد آهي ته مير سهراب خان کان پوءِ خيرپور جي گادي تي مير رستم خان ويٺو، نه علي مراد خان.

”به بين تفاوت ره از ڪجا است تا به ڪجا“

## ملت ۽ مذهب

اٿين ته محبت وارن جي محبت ۽ ملت ٿي نيارو آهي، مگر عام طرح مشهور آهي ته هرڪو پنهنجي پر ۾ پورو آهي. هت اسان کي ڏسڻو آهي ته سنڌيس پر ڪهڙي آهي. سنڌس شعر جي مطالع ڪرڻ ۾ مان معلوم ٿيندو ته پاڻ اعليٰ درجي جو صوفي هو. منصوري نڪتن جو شارح هو. مگر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هن جتي انهن ڳجهن کي ويهي کوليو آهي، اتي پنهنجي تنگ ظرفي جو به اظهار ڪيو اٿس. هو ”منصور“ وانگر بي باڪ نه هو. شريعت جي عزت ۽ احترام خاطر هڻ اهڙا ته نقش، پنهنجي ڪلام ۾ ڇڏيا آهن، جن کي مٽائڻ نهايت مشڪل آهي. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:-

از شرع رو متاب گر مردي — غوث و قطب ڪند سلام شرع
گرچه مير و وزير و سلطانند — برهمه غالب است حڪام شرع

آن موحد ڪه درد عشق گرفت — سر بصدق ڪند بنام شرع
باتو گويم آشڪارو نهان — باش تو چاڪر و غلام شرع

سندس ڪلام اهڙن نقشن سان ڀرپور آهي، مگر محبت جي وات سچي بيخودي آهي ۽ پنهنجو پاڻ ڪنهن ٻي طاقت کي سپرد ڪرڻو پوي ٿو. انهيءَ جذبهء وارفتگي سبب جو ڪجهه زبان کان نڪتو اٿس، ان لاءِ پاڻ فرمايو اٿس:-

گر بخود باشم مذاهب دار ديندار ڪنم
ورز خود بيرون شدم تا نيست برمن اين خطا

هن مان معلوم ٿئي ٿو جو فقير صاحب فرمايو آهي، سو بيخودي جي حالت ۾ ۽ جو ڪجهه بيخود ۾ چيو وڃي ٿو، ان تي اعتبار ڪهڙو؟ اهوئي سبب آهي، جو هو فرمائي ٿو ته جڏهن آءٌ پاڻ کان ٻاهر آهيان، تڏهن، جو ڪجهه ٻولهان ٿو، انکي منهنجو گناهه نه ٺهرايو وڃي. ڇو ته بيخودي جي حالت مجبوري جي حالت آهي. ساڳي وقت اقرار ٿو ڪري ته آءٌ بيخودي جي حالت کان سواءِ مذهب جي پوري پيروي ڪندڙ آهيان، يعني مسلمان آهيان.

هو اعتقادات ۾ چئن اصحابن جو ثناگر هو ۽ هنکي اهل تشيعته سان دور جو واسطو به نه هو. جنهنجون ثابتيون سندس شعر ۾ موجود آهن. هو صلح ڪل صوفي هو ۽ غير مذهب جي باني کي به عمدي نگاهه سان ڏسندو هو ۽ انهنجي ساراهه به ڪئي اٿس. باني اسلام صلعم جي هن حڪم جي پوري متابعت ڪئي اٿس ته، ”ٻين مذهبن جي بانين کي گهٽ وڌ نه چئو، متان هو، اوهان جي بزرگن تي حملو ڪن.“ انهيءَ قول کي سامهون رکندي، هن ٻين مذهبن جي ساراهه ڪئي آهي، انهيءَ لاءِ ته، غير مذهب وارن کي پڻ باني اسلام صلعم جي لاءِ عزت پيدا ٿئي.

# سرمست سچل جي عارفانہ ڪلام تي هڪ نظر

سنڌ جي شاعرن جو ڪلام "اسان کي عوام جي دلين ۾ زنده نظر اچي ٿو" انجو هي سبب آهي، تہ هو قال ۽ حال جا صاحب هئا. سندن سخن آفريني ۽ طبيعت جو فڪر انهيءَ لاءِ نہ هو تہ بزم سخن جي جذباتي ذڪرن کي ٻڌي خوش ٿين يا پنهنجي تعليم ۽ "زمين جون طنابون ڇڪي آسمان سان ملائون" مگر صحيح معني ۾ انسانيت جا علمبردار بڻجي سامعين جي قلب ۾ پنهنجي پيغام کي پهچائيندا رهن. اهڙو ڪلام يقيناً عرفاني ٿئي ٿو.

شاه عبداللطيف ڀٽائي جي وفات کانپوءِ سنڌ جي شاعري ۾ سچل سرمست جو اسم گرامي امتيازي حيثيت رکي ٿو. جنهن جي ڪٿي لکيو اٿم تہ شاهہ صاحب جڏهن درازن ۾ فقير صاحبڏنہ فاروقي سان چار چشمي لاءِ پهتو هو، تڏهن سچل سرمست کي ننڍپڻ ۾ ڏٺو هئائين ۽ فرمايو هئائين تہ "اسان جيڪو ڪنو چاڙهيو آهي، انجو ڍڪڻ هي ٻيگر لاهيندو" هيءَ وڏي ۾ وڏو اعزاز هو، جو ننڍپڻ ۾ سچل سرمست کي اهڙي عارف کان حاصل ٿيو هو، جنهن جو عارفانہ ڪلام، وجد ۽ حال جي صاحبن جي زندگي جي ساز جي تارن تي، هميشہ مضراب جو ڪم ڏيندو رهيو آهي. مگر موجوده دور جي ڪن لکڻ وارن، هن حقيقت کي ڪا چڱي چيز نہ سمجهيو آهي، ڇو ته جملو جو شاه صاحب جي زبان فيض ترجمان سان نڪتو هو، ان ۾ سچل سرمست جي تعريف ٿي نظر اچي ۽ ڪو بہ گهٽتائي جو اشارو نہ ٿو ملي. ڏيئو ڏيئي کان ٿو روشني وٺندو آهي، ڇوڪڏهن ايئن آهي تہ شاهہ صاحب جي قول کي روايتن موجب صحيح سمجهيو ويندو. هيءَ ناحق شناسي ٿيندي جو سچل سرمست کي سنڌس هڪ عظيم پيشرو جي اعزاز کان محروم رکيو وڃي. بهرحال هن حقيقت کان انڪار ٿي نہ ٿو سگهي، تہ شاهہ صاحب کان پوءِ سچل

سرمست جي ذات گرامي، پنهنجي عارفانه ڪلام سان ان شمع کي اجاگر ڪيو، جنهن جي روشني وقت گذرڻ سببان گهٽي قدر جهڪي ٿي وئي هئي. سرمست جو ڪلام جو اسان وٽ، سنڌي سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ موجود آهي، اهو تصوف بحر بي ڪنار آهي، جنهن جي گهراين ۾ وڃڻ لاءِ هڪ اهڙي غواص (ٽوبي) جي ضرورت پوندي، جنهن جي دل ۽ دماغ ۾، عرفاني قوت، غير معمولي طور موجود هجي. سرمست جو ڪلام، رڳو قال نه آهي پر حال به آهي. جو صاحب حال نه آهي، سو سندس قال کان ڪهڙي ريت فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو. رومي سچ فرمايو آهي :-

”دي شيخ با چراغ همي گرد گرد شهر
کزدام دو ملولم و انسانم آرزو است.“

(ترجمو- ڪالهه شيخ ڏيئو هٿ ۾ کڻي شهر جي چوڌاري ڦرندو ٿي رهيو، (چيائين ته) هن دام ۽ مڪاري کان تنگ آيو آهيان ۽ ڪنهن انسان جي آرزو اٿم.)

موجوده دور جي ڪن خود پرست شاعرن، ان ڪو کڻي، خيام ۽ حافظ کي رومي تي ترجيح ڏني ته اهو، سندس ٿي ناقص فڪر جو نتيجو آهي. رومي اهڙن جذباتي انسانن جي عقل ۽ فهم جي پوسي لاءِ فرمايو آهي:-

علم را برتن زني، ماري بود
علم را بردل زني، ياري بود

علم کان جيڪڏهن صحيح فڪر ۽ عمل جي راه حاصل ٿي نه سگهي ته دفتر لکيو ته ڇا ٿيو. شعر ۽ فڪر پڻ لازم ۽ ملزوم شيون آهن. جيڪڏهن شعر ۽ سنهنجي مشق، صالح فڪر کان خالي آهي ته اهو رڳو هڪ سراب آهي، جو پري کان

هڪ ”رڳو“ جي لاءِ ترشنا جو سبب بڻجي ٿو. اهڙا ڪتاب ڇو نہ ديدهء زيب جلدن ۾ محفوظ رکيا وڃن، پر اهي ڪڏهن بہ صحيح مقام ۽ منزل جي رهنمائي ڪري نہ سگهندا. جيڪڏهن ڪنهن شاعر ۾ اها قوت پيدا ٿي نہ سگهي تہ ڪاڻس اڳ بہ سوين قصيده گو، غزل گو، ۽ رباع نگار، دنيا کان وسري چڪا آهن ۽ زنده دوام جو شرف ڪن ٿورن کي نصيب ٿيو آهي. اگرچہ هو فن جي ڪسوٽي تي پورا لٿا، مگر من جو ڪسوٽي تي هو ڪامياب ٿي نہ سگهيا. هيءَ اها محروميت آهي، جا ان خودپرستن جي هر تمنا کي برباد ڪندي رهندي آهي. شاعري جو صحيح مفهوم رومي جي نظريہ ۾ هيءَ آهي:-

## شاعري جزويت از پيغمبري

شاعري جيڪڏهن پنهنجي پيغام کان بدنصيب آهي تہ ان جي زندگي پاڻيءَ تي ڦوٽي مثال آهي، ڪنهن کي ضرورت پئي آهي تہ ان کي پڙهي ۽ پنهنجي وقت کي ضايع ڪري. انهيءَ ڪسوٽي تي سرمست جي ڪلام کي وڏي اهميت حاصل آهي. محبت الاهي جي وڻجاري وٽ وڻنديئي، خبر پئجي وڃي ٿي تہ ونس ڪهڙو ناياب وکر موجود آهي. هن کان اڳ ۾ جي سرمست جي شاعري تي تبصرو ڪيو وڃي، هن حقيقت کان آگاه ڪرڻ ضروري آهي تہ صوفيانہ شاعري جي ترڪيب ۾ ڪهڙا جزا موجود آهن. جيتري قدر معلوم ٿئي ٿو تہ صوفين جي خروش ۽ درد ۽ والهانہ زندگي جي ترڪيب سان ٿي شاعري وجود ۾ آئي آهي. دل ۾ جيڪڏهن جذبات جي ڪثرت هوندي آهي تہ زبان مان فرياد بي اختيار نڪري ويندي آهي - صبر آزما منزلن کان گذرندي، هڪ صوفي پنهنجي جذبي کي مترنم نغمي جي صورت ۾ ڏسڻ چاهيندو آهي. هي زمزمه سنجي صوفين جي اصطلاح ۾ سماع سڏبو آهي. خدا بهتر ٿو ڄاڻي تہ صوفي جي دل، ڪهڙي نظاري کان

متاثر ٿي، پهريائين شعر ۽ سماع ۾ ان جي آخري منزل وجد تي، پهچي ٿي جنهن جو نتيجو ڪڏهن ڪڏهن ته مرگ ناگهاني ۾ پڌرو پوندو آهي. جيڪڏهن صوفي جي درد دل ڇي ڪيفيت تي اعتبار ڪجو وڃي ته هن ڪائنات جي هر موهيندڙ چيز، انجي لاءِ پرڪيف نغمي پيدا ڪرڻ جي دعوت آهي. شيخ فريدالدين عطار سچ فرمايو آهي:-

ڪفر ڪافر را و دين ديندار را
ذرهٔ درد دل عطارا را

ٿي سگهي ٿو ته صوفيانه شاعري ۾ به مبالغه هجي، مگر سنڌ جي شاعر ۽ مفڪر سچل سرمست جي ڪلام ۾ واردات قلب کان سواءِ ٻيو ڪجهه نظر نه ايندو. سندس ڪلام جي خود رفتگي ڪڏهن به مصنوعي نه آهي. هڪ هنڌ دوست جي فراق کان ئي چين ٿي فرمائي ٿو:-

آءُ ڪانگا ڪا ڀرين جي ڳالهه ڪر
واعدو جو ڪالهه ڪيءِ بحرحال ڪر

١- ڪيئن ڏٺو تو دوست منهنجو ديس ۾
خوش ڏٺيءَ هو يار ڪهڙي ويس ۾
ساجن مون سان تون في الحال ڪر

٢- هت فراق آ ماريو، ٻيو ڇا چوان
سور منهنجي ساه کي نت نت نوان
اچ، اچي خاطر منهنجي خوشحال ڪر

٣- جي حضوري ۾ سندس حاضر ٿئين
زاغ زاري سان اهي نيايا ڏئين
لڳ خدا سارو سچو جو سوال ڪر

هن ڪلام جي اندر جا جذبات جي فراواني موجود آهي، اما فقط ڪانءَ جي ڪان ڪان تائين محدود نه آهي، پر حقيقت ۾، قلب جي سڄڻ دوست جي فراق جو بار آهي، جنهن نغمي جي صورت ورتي آهي. هيءَ آهي قلب جي واردات جو حضور! ڪانءَ جي لات ڪير نه ٿو ٻڌي، پر ڪنهن کي ٿئي آهي، جو هو چوي:-

"آءُ ڪانگا ڪا پرين جي ڳالهه ڪري."

سندس ڪلام ۾، صداقت کي قريب اهڙيون ٻ. ڳالهيون ملن ٿيون، جن کي سنڌي شاعريءَ ۾ شايد پهريون دفع موزونيت جو شرف مليو هجي. فرمائي ٿو:-

عشق عطيا الاهي ملندا، نهين ڪوئي ڪسب ڪاوڻ دا،
ڪڪر تان ڪنهن هٿ نه آندا، سر تي ابر وساوڻ دا،
من تان ڪنهن ٿون مول نه سٺيا، ميرا هٿ نهاوڻ دا،
سچو سودا سردار سردا ڪيتا، سوري سر چڙهاوڻ دا.

هي تصرف جو اهو پهريون پيغام هو، جنهن کي شاعر سنڌ جي شاعري ۾ پنهنجي مخصوص انداز ۾ پيش ڪيو ۽ ڪانئس پوءِ سنڌ جي هر صوفي شاعر ان جي تقليد ڪئي ۽ ساڳي رنگ کي جدا جدا نوع ۾ پيش ڪندو رهيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته عشق الاهي عطيا الاهي آهي، ان تي هر هوسناڪ جو هٿ پهچي نه ٿو سگهي. شيخ بايزيد بسطامي جي بابت هڪ تذڪري ۾ هيٺين ريت ڳالهه آئي آهي ته هڪ پيري هن، بارگاه الاهي ۾ عرض ڪيو ته "اي پروردگار، چو تنهنجي محبت ڪرڻ وارن جو انداز، آخرين ني ڳڻ جيترو آهي؟"

ندا آئي ته "بايزيد ڪڏهن بقالي جي دڪان تي ويو آهين؟"

بايزيد عرض ڪيو ته "پروردگار ڪيئي پيرا بقالي جي دڪان کان گذريو آهيان."

وري آواز آيو ته "اتي ها ڏاڍو اڳيئي."
عرض ڪيائين ته "خدايا بقال جي دڪان تي هر گهڙي خريدارن جو هجوم هوندو آهي."
آواز آيس ته "ڪڏهن جوهري جي دڪان تي ويو آهين؟"
بايزيد عرض ڪيو ته "اتان به گذريو آهيان، مگر انجي دڪان تي ورلي ڪو خريدار ڏٺو اٿم."
ندا آئي ته "اسانجي محبت به جوهري جي دڪان جي مثال آهي، جنهن تي علم جي دسترس مشڪل آهي. اهوئي هن طرف ايندو، جنهن کي اسانجي طلب هوندي."
سرمست هن سلسلي ۾ فرمائي ٿو ته:-

١- عقل شرم سڀ ڇوڙ ڏنوسي جان عشق ڏٺو اولارو
٢- اڪيان ڪول ته ظاهر ويکين سير سڄڻ جو سارو
- پرچهي پر اوڏانهن پايو سوت آئو هاڪارو
٤- سڀ سچيڏنا ڇوڙ سنباها ورهه ڪيو جان وارو

شعر شاعري جي دل جو آئينو هوندو آهي، انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سرمست سلوڪ جي راهه جو پورو واقف هو ۽ رمز خدا آگاهي جو پورو پورو ڄاڻو هو، ورنه هن کي شطحيات اڪڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.

ساروئي سر آهي، ڪاٿي سچل ڪاٿي ذات سچل جي موج حباب درياهه ڪڙا ڪيا، ڄاڻج ڪو شڪ ناهي پنهنجي پاڻ پسڻ جي خاطر، نام لکين ٿو ناهي عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ذاڻ ذاڻو ڪيو ذاهي
جلال الدين رومي به فرمائي ٿو:-

آن لجه هم عين آن موج
آن موج هم بود عين دريا

صوفي جي سامهون هي عالم نيست جي برابر آهي جنن ته سندس خيال موجب، انجي ڪابه حقيقت نه آهي، هو ڪنهن غير حقيقي چيز جي مطالعي کان گريز ڪري ٿو ۽ پرڪار وانگر پنهنجي مرڪز تي قائم رهي ٿو ۽ انجي چوڌاري، پنهنجي افعال اعمال سان چڪر لڳائيندو رهي ٿو. ان ڪري سيئي صوفيانه حرڪتون، روحاني تجربي جي حيثيت رکن ٿيون. انڪري هن عشق، وجد، مستي، بيخودي ۽ سماع جون متضاد حالتون، اينن کٿي چئجي ته الهامي آهن، جن کي هرڪو ڪن سمجهي نه ٿو سگهي. ايمرسن آمريڪي نقاد سچ چيو آهي. "انهن شخصيتن کي انهن جهڙائي سچائي سکهن ٿا، پيا ماڻهو سندن انڪار ڪندا رهندا." حافظ جو به اهو ئي رايو آهي:

همي سجاده رنگين کن، گرت پير مغان گويد
که سالک بيخبر نبود ز راه ورسم منزلها

جيڪڏهن عميق نگاه سان ڏٺو وڃي ته روح هڪ چمڪندڙ آئيني وانگر آهي، جنهن ۾ صوفين جي تصور موجب، خدا تعاليٰ جي حسن جي تجلي جو ظهور آهي. اهو روح ان چنگ جي تار وانگر آهي جو ڪنهن مغني جي ڦوڪ سان هميشه لرزندو رهي ٿو ۽ وصال جو طالب آهي. انهيءَ صوفيانه وصل جو ذڪر، اسان کي هر صوفي شاعر جي شعر ۾ نظر اچي ٿو. سرمست به اهڙي ريت فرمائي ٿو:-

عاشق بار دمامان ماريا ◦ ڏيا اناالحق اظهارا
شمس طلوع جڏان وت ڪيتا ◦ تاريڪي ڪون تنهن وت ليتا
ڪم ڏيا ستارا ستارا
عشق جڏهن آفتاب اڀاريا ◦ ليڪا چوڪا ڪل وساريا
گهٽي لک شمارا شمارا

سچو سچ لڪاوڻ ناهين  اي تان سر ڇپاوڻ ناهين
شاهي مار نظارا نظارا

رومي انهيءَ سلسلي ۾ فرمائي ٿو:-

مانند طفل اندر شڪم، من پرورش دارم ز حق
يڪ بار زايد آدمي، من بارها زائيده ام
بر دامنم گرد فنا نه نشست هرگز اي گدا
در باغ و بستان بقا، گلها فراوان چيده ام

(مان ٻار وانگر پيٽ ۾ حق کان ٿي پرورش وٺان ٿو. آدمي هڪ ڀيرو ڄمي ٿو، پر مان ڪيئي ڀيرا ڄايو آهيان. منهنجي دامن تي فنا جي مٽي، اي فقير اچي نه سگهي. بقا جي باغ مان، مان ڪيئي گل چونڊيا اٿم)

پنهنجي شاعرن جي ڪلام ۾ ڪيڏي نه تصوف جي باريڪ بيني موجود آهي. اهڙي ريت حسن ۽ عشق جي حقيقتن سان سرمست جي شاعري لبالب نظر اچي ٿي. فريد الدين عطار، پنهنجي مشهور تصنيف "منطق الطير" ۾ "شيخ صنعان" جي محبت جي هڪ اهڙي تمثيل لکي آهي، جنهن کي پڙهندي روح جي اندر ۾ چيني محسوس ٿئي ٿي ۽ عشق جي خودڪارين جو احساس پيدا ٿئي ٿو سرمست سچل جي ديوان آشڪار ۾ به اهڙيون حقيقتون ملن ٿيون. فرمائي ٿو:

مي فروشم، دين و ايمان، کس خريدار آورم
خويش را چون شيخ صنعان زير زنار آورم
چونکه ما مانند عنقا، دائما در گردشم
کي خيال، همچو کرکس سوئي مردار آورم
شاه عشق اندر در دل آمد هرحکايت محوشمه
اندرين ميدان عشقش سربدار آورم

سر متاب از عشق هرگز تا شوي و آشكار
بهر رسوائي و ملامت رو ببازار آوريم

(مون فروش آهيان، پنهنجي دين ۽ ايمان کي، ڪنهن خريدار کي ڏيڻ جو انتظار آهي.

پاڻ کي شيخ صنعان وانگر، جنهن جي هيئان آڻ گهرائڻو. جيئن ته مان عنقا وانگر، هميشه گردش ۾ آهيان، مان ڪجهه وانگر مردار جي طرف خيال ئي نٿو ڪري سگهان.

عشق جو بادشاه منهنجي دل جي اندر آيو ۽ بي سڀ ڪا ڳالهه مون کان وسري ڇڪي. انهي عشق جي ميدان ۾ پنهنجي سر کي ڦاسي تي ڏيڻ گهرائڻو.

عشق کان هرگز منهن نه موڙ، تانجو آشڪار ٿئين. هن ملامت ۽ بدنامي جي بازار ۾ وڃڻ گهرائڻو.)

اڪثر صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ وحدت الوجود جا نڪتا موجود آهن ۽ ايئن معلوم ٿئي ٿو ته سندن شعر ۽ شاعري فقط ان حقيقت جي تبليغ آهي ۽ بس. وحدت الوجود جي مسئلي تي مان، تفصيل سان لکڻ نه ٿو گهران ڇو ته ان تي سنڌي زبان ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي. ن سان موافقت ۾ ئي سگهي ٿي ۽ مخالفت ۾. مان هتي هن مسئلي باٻت مختصرئي لکندس.

هڪ ايراني شاعر شوڪت بخاري لکي ٿو ته:-

غريق بحر وحدت، جلوهٔ کثرت نمي بيند
ز زير آب نتوان ديد، موج آب دريارا

(وحدت جي سمنڊ جو غريق، ڪثرت جي جلوه کي نه ٿو ڏسي، ڇو ته پاڻيءَ جي هيٺان پهچي، درياهه جي موجن کي ڪنهن ڏسي سگهبو.)

شوڪت بخاري جي خيال جي تائيد، امام غزالي جي تحرير مان ٿئي ٿي. اگرچ امام موصوف ’وحدت في الڪثرت‘ جو قائل هو، مگر صوفين جي مبالغہ آميز خيالن جي رد ۾، هو هن چوڻ کان رهي نہ سگهيو آهي تہ ”جيڪڏهن ڪنهن شخص آئيني ڏانهن ڏٺو هجي ۽ ان ۾ پنهنجي صورت ڏسي، ائين سمجهي تہ هو آئيني جي اندر سمائجي ويو آهي تہ اهو غلط نہ آهي، پر جيڪڏهن ڪو شخص آئيني ۾ پنهنجي صورت ڏسي ائين سمجهي تہ هو آئيني جي اندر سمائجي ويو آهي، تہ اهو غلط نہ آهي پر جيڪڏهن ڪو شخص آئيني ۾ پنهنجي صورت ڏسي ائين چوي تہ آئينو انجي صورت آهي تہ اهو خيال ٻنهي کان زياده هلاڪت خيز آهي.“ حقيقت ۾ جڏهن ڪو صوفي کان سندس شهن جي معرفت موڪلائي وڃي ٿي، تڏهن اهي سڀئي وٽس نيست آهن. جڏهن هو پاڻ کان بيخبر ٿي وڃي ٿو، تڏهن هو پاڻ بہ تہ نيست ٿي وڃي ٿو. جڏهن حق تعاليٰ ۽ حق تعاليٰ جي ذڪر کانسواءِ ڪجهہ نہ رهيو تہ جو فاني هيو سو ختم ٿي ويو ۽ جو باقي هيو سو رهجي ويو. اها آهي وحدت الوجود جي صحيح صورت. جيتري قدر مونکي منهنجو مطالعو اجازت ڏئي ٿو تہ سرمست جي ڪلام ۾ ٻنهي فڪر جي گهڻي ڪثرت آهي. جئن فرمائي ٿو:-

عجب موجي کہ بگذشت از سر ما
غرق گرديد، ماؤ من بيڪ جا
خيالي از ڪثرتي شد دور يڪبار
بيامد وحدتي، شد ڪشف معني
شڪستہ شد طلسمات وجودم
بقابعد الفنا گرديد ابقا
خدائي گم، خدا شد آشڪارا
زند پيوستہ موجا موج دريا.

(عجب موج هئي، جا اسانجي مٿان گذري چڪي، جنهن ۾ تون ۽ مان گم ٿي ويو. عشرت جو خيال دور ڏي ڇڪو، وحدت جي ايندي، صحيح معني ظاهر ٿي پئي. تنهن جسي وجود جو طلسم ڀڃي ڇڪو، فنا کان پوءِ بقا کي هميشه جي حياتي ملي وئي، هي جهان ختم ٿي ڇڪو ۽ خدا جو اظهار ٿيو، جنهن کان دريا ۾ موجن تي موجون پيدا ٿينديون رهن ٿيون) مبالغي ڪرڻ وارن جو ڪيڏو نه انڪار ڪيو اٿس:-

قلبي ۾ نه قرار، آهي عاشقن کي،
روحي لک رلايا، نه نفي نفعي دار،
سري سؤ وڃايا، خفي ڪيا خوار،
آهر آخفا ناه ڪو، طالب کي تڪرار،
ري ۽ پروڙڻ پا نهجي، پي شيطاني ڪار،
سچو هي سنسار، سارو پاڻ صحيح ڪرين.

پر جيڪڏهن ڪٿي ڪٿي ڪائنس مبالغو ٿيو به آهي ته خدا جو سڃاڻڻ به سچوئي درماندگي ۽ حيرت آهي، قيس، ليلي لاءِ ڇو والهانه جذبات جو اظهار ٿي ڪيو؟ سرمست جو هيءُ به ذوق خدا طلبي هو، جيڪڏهن اهو تب تاب مستي جي درجي تي وڃي پهتو آهي ته:

چو خود کردند راز خويشتن فاش
عراقي را چرا بد نام کردند

حقيقت ۾ صوفيانه ۽ عشقيه شاعري ۾ به هڪ لطيف فرق آهي. رينالڊ نڪلسن جو هيءُ قول ڪيتري نه اهميت وارو آهي ته ”صوفيانه شاعري جو هڪ شعر جتي هڪ فاسق جي اندر، نفس پرستي پيدا ڪري سگهي ٿو، اتي ساڳيوئي، هڪ زاهد جي اندر روحاني ڪيفيت پيدا ڪري ٿو. سچل سرمست جي شاعري به

من وصف ڪان خالي نہ آهي.

تامئي دوهزار رتــل پيمائي
تامئي لخوري نباشدت شيدائي

(ڇو نہ، شراب جا ٻہ تورون، پر جيستائين پيتوئي نہ آئي تہ آنجو ڪئن شيدائي بڻجي سگهندين.)

## سرمست سچل جي شاعري تي نظر

جئن مٿي ذڪر ڪيو اٿم، سچل سرمست، سنڌي شاعري کي ڪافي جو صنف ڏنو ۽ انين ڪئي چئجي تہ ڪافي جي ابتدا ڪائنس ٿي ٿي. ڪافي پنجاب ۾ تہ اڳ ۾ موجود هئي، مگر سنڌ ۾ آنجو موجد سرمست سچل ٿي هو. ڪن نقادن انين بہ چيو آهي تہ ڪافي گهڻو اڳ آچي چڪي هئي، مگر جيستائين انجو ڪوبہ عملي ثبوت نہ مليو آهي، تيستائون تذڪرن جي روايتن کي معني خيز ٿي سڏبو. سرمست سچل نہ فقط ڪافي کي رواج ڏنو، پر آلجا جدا جدا قسم بہ موجود ڪيا، يعني ڍڪي (وائي)، ڏيڍي پيڙي ۽ آڍايوڻي. اهي ڪافيون فقط سنڌي زبان ۾ نہ آهن پر انهن جو وڏو ذخيرو، سرائڪي زبان ۾ بہ موجود آهي. الهن سيني ڪافين جو مضمون، نہ فقط عشق مجازي آهي پر حقيقي بہ آهي سندس شعر جو گهڻو حصو تصوف جي باريڪ بينين سان معمور آهي. مقامات تصوف، جي شارح جي حيثيت ۾، نفي ۽ اثبات، فنا ۽ بقا تجريد ۽ تفريد، هم اوست ۽ وحدت‌الوجود، ذڪر، فڪر ۽ حال ۽ قال جهڙي حقيقتن کي نهايت بهترين طريقي سان ادا ڪيو آٿس. جئن چيو وڃي ٿو، هو حسن جـو بيحد دلداده هو. حسن جو شڪار بڻجي فرمائي ٿو:-

چشمن يار جي مونتي چؤ جا چوٽ چلائي
دردمندن جي دل اچالڪ آئـي عشق آڙائي.

اسان نماڻن جي روز ازل کان  تنهن جي حسن ملائي.
دل اسانجي تي سنوري سرتيون  نوبت نينهن وڄائي.
ٻنهي اکڙن سيف ستم جي  آئي آه چمڪائي.
ٻئي برهه جي سيني اندر  سچو خيال کپائي.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:-

لڳي دل جو دارون ناهي  ڪو ڏولڻ يار پيارا.

سچل فقير جي مجازي محبت کي جوڪڏهن ڏسبو آهي ته هنڌس ”مرغ نامہ“ کي ڏسجي. مرغ نامہ پنهنجي جاءِ تي هڪ مستقل باب آهي، جنهن ۾ شاعر، ڪانگ کي قاصد بڻايو آهي. سرمست سچل کان اڳ ۾ ٻي سنڌ ۾ ڪانءُ کي قاصد بڻايو ويندو هو. جنهن جو اشارو اسان کي تاريخ تحفته الڪرام ۾ ملي ٿو ۽ خود شاه عبداللطيف ڀٽائي جي شعر ۾ ڪانگ قاصد جي صورت ۾ ملي ٿو. مگر انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سرمست سچل هڪ عاشق جي حيثيت ۾ ڪانگ کي قاصد بڻائي، پيغام جي سيني پهلوئن، کي نمايان طور سان بيان ڪيو آهي، دوست جي ياد، صبر ۽ وصال جو ذڪر، درد جو پيغام ۽ محبت جي آرزو جي ڪنايت سمايل آهي. ڪانگ ڪيئن اچي ٿو ۽ ڪيئن درد جو پيغام نباهي ٿو، اهو پڙهندي، اکين مان لڙڪ نڪري اچن. هڪ هنڌ پنهنجي دردانگيز ڪيفيت جو اظهار هئن ٿو ڪري:-

الله لڳ آڏام، سونهي محبوبن ڏي،
وڃي ڏج اُن کي، هي ماڄي جو پيغام،
ڪري قدمن تي ٻئي، سو لک ڏيج سلام،
آهي اوهان ريءَ سورين، مڙيوئي ماتام،
آهن جو انجام، سڳهو ڪر سچو ڏي.

ڪيتري قدر نه حقيقي جذبا آهن. سوز ۽ گداز ۽ درد ته فقير صاحب جي خمير ۾ هو. پاڻ اڪثر فرمائيندو هو ته

”بيدرد نامرد.“ ڪانگ جون سانده لانيون پڙي، هڪ هڪ فراق جي ماري، پتهنجي جيڏين کي هئن ٿي خطاب ڪري:-

(١)

آئي ڪانگ ڏنياس، ڪتابت قريب جي،
ڪتندي پهو پٽ پيس، چو هون تند ڇنياس
پيچون پوچ ٿياس، ڪتابت قريب جي.

(٢)

وپس تند ڇڄي، پهو پٽ ڪري پئو،
سٺي سنيها نيهن جا، پئي جهوري منجهه جهڄي،
انهيءَ پت پڄي، پيس رئندي ڪپڙا.

درد انگيز منظر جي ڪيڏي نه صحيح صورت گري آهي. سڄو ”مرغ نامه“ اتهن پرڪيف حقيقتن سان معمور آهي.

سرمست سچل، اهو پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن ڪافي سان گڏ غزل کي به سنڌي شاعري ۾ ڪنهن حد تائين رواج ڏنو. سنڌ ۾ سنڌي شاعري ۾ علم عروض جي پابندي جا مثال ڪانئس اڳ به ملن ٿا، مگر انهن شاعرن وٽ غزل کي ايترو فروغ ملي نه سگهيو آهي. غزل فارسي شاعري جو صنف آهي ۽ ان کي جوڪڏهن باريڪ بيني سان ڏسبو ته، اهو درد، سوز ۽ گداز جذبات ۽ عشق جي معاملن جو مجموعو نظر ايندو. پوءِ اهي ڳالهيون مجازي آهن يا حقيقي. سچل سرمست جي غزل ۾ اسان کي تصوف جو، عنصر زياده ٿو نظر اچي، اگرچه ڪٿي ڪٿي مجاز سان به واسطو پيو اٿس.

### تصوف جو عنصر

حق اناالحق ٿي چيو پر منجهه نظر منصور هو
منجهه شرع شرڪت جون منجهه معرفت منظور هو

وس اُن هو حلاج ڪو محبتي مخمور هـو
سرن جي سوري ڏنائين قرب ۾ مقصور هو

هيءَ ته منصور جي حقيقت بابت سندس راءِ آهي، مگر
وحدت جي واديءَ ۾ قدم رکندڙن جي رهبري هيئن ٿو ڪري:-

موج مستي جي چڙهي، واديءِ وحدت برملاءِ
ڪيو پسارو آهه پاڻي، جوش مان هرجا بجاءِ
هن لهرتي جي لڙهيا، تن کي پيو سمورو سماءُ
جي سڪرجي سيرتي ويا تن چيو آ خود خداءِ
هاءِ هيئن حلاج جان کي لعل ان لڙ ۾ لڙهيا
پار هن آيا اهي جي کهوٽ هن کهيڙون کهڙيا
غرق ٿا غازي اتي، ڪن عام پيئا هاءِ هاءِ
آئي لڙهي آيس اتي. جت ڪار تي ناهي رياءِ
دلق ڪي دير ياه ۾، آچلن بهادر بي بها
صاف ٿي نڪتا سچو سي، صاف سالڪ جي هواءِ

جيئن مٿي چيو اٿم ته سچل جي ڪلام ۾ جي اسان کي
غزل ملن ٿا، انهن ۾ تصوف جي نڪتن کي وڏي اهميت آهي،
مگر سچل وٽ مجاز جي به خاصي موجودگي آهي.

## مجاز جي موجودگي

هن جذبات جي نقشگري ۾ به، هو پنهنجو مٽ پاڻ آهي.
ڪنهن آهو چشم کي ڏسي ان جي نظاري کان مست ٿي
فرمائي ٿو:

تيز تيرانداز چشمون، يار جون خولي خطاب
ناز پروردون نظر سان ٿيون ڪري، عاشق ڪباب
ڪان تهري، زور سان سر شائق اينداشتاب

لوٽ پوٽ ٿيندا لڳڻ سان، جنگ ڏيندا لاجواب
دوست جي پاسي ڪري، يڪبارگي نيڻين نقاب
ني ٿئي تنهن جي ڏسڻ سان خلق ساريائي خراب
برهه جا باشا چوان يا نيهن جا نيزا نواب
يا چوان سي باز بحري يا تراريون تيز تاب
ملڪ گيري ڪن وڏي غماز سان هي لاجواب
قتل جي ڪن ڪي ڪيائون تن تي آهه ڪهڙو حساب
ويا جڏهن قطرا ڪري بحرين سان هي بي حجاب
ٿيا سچو روشن اتاهون آفتاب و ماهتاب

ڪنهن به حسين جي دلڪش اکين جو تصور، غزل ۾ سرمست سچل کان زياده ڪنهن بي سنڌي شاعر شايد پيش ڪيو هجي. اهوئي سبب آهي، جو اسان ڪيس سنڌي شاعري ۾ غزل جو پهريون علمبراد سڏيون ٿا. ڪانگ کي هيئن ڏو پيغام ڏئي:-

اوڏنهن آئين ڪانگل ادا لنؤ سپاجهي لات ڪا
هت هئي محبوب کي، مشتاق جي مصلحات ڪا
هيڏي اچڻ جي ڪاهين، ڏي مونکي تسلات ڪا
هن نماڻي وٽ اهي، رهندا اچي هت رات ڪا
بي نه هيٺي هيئن سمجهي، ظاهر نه جهڙيم ذات ڪا
پيغام مون ڏي پرت جا ساٿي آڻي سوغات ڪا
شب روز عاشق آ رئڻ، چاڻي نه هڏ بي بات ڪا
جاني جدائي جيهڙي آهي نه بي آفات ڪا
هڪ هڏان شل هوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا
يار پاڇهون هڪ گهڙي سچو بهي برسات ڪا

غزل جي شاعري ۾ مضمون جو مسلسل نه هجڻ عام ڳالهه آهي، مگر بهترين نقادن هن کي عيب سمجهيو آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته غزل جو مضمون حسن ۽ عشق آهي، مگر

ان ۾ جي مضمون جو تسلسل ۽ تفصيل موجود نہ هوندو آهي، تہ ان ۾ تاثير گهٽ ۽ آوارگي زياده محسوس ٿيندي آهي. سرمست سچل جي غزل ۾ مضمون جو تسلسل ۽ تفصيل هيڪاندو موجود آهي، جنهن سندس غزل کي وڏو تاثير بخشيو آهي. مٿون غزل سندس بهترين مثال آهن.

سرمست سچل جي شاعري کي وڏي اهميت هن ڪري بہ آهي تہ هن سنڌي شاعري جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. بيت، ڏوهيڙو، وائي، ڪافي، غزل، جهولڻو وغيره وغيره.

## بيت

بيت جي صنف ۾ بہ سندس بلند مقام آهي. مناظر فطرت ۽ حب الوطني جو شعر بہ گهڻو چيو اٿس. شاهہ ڀٽائي وانگر ڪئي مارئيءَ جي اوٽ ۾ حب الوطنيءَ جا گيت ڳايا اٿس تہ ڪٿي سسئي تي، ونڌر جي واٽ ووڙي اٿس. راڳي سان ۾ رهاڻ ڪئي اٿس. برسات جو نظارو هيئن ٿو ڪڍي:-

سارنگ ساري رات، رئڻ مٿان ريج ڪيا
پکين پرڙا سوئيا، برهہ ڦٽي پرڀات،
ڀڻن تي ڀڏرا ٿيا، گل ڦل پاتون پات،

ڀڪروال مينهن، اتر ۽ اوڀر جي ڪنڌ ڪان، اهنڊڙ مينهن کي چئبو آهي. اهو زور وارو مينهن سڏبو آهي. سرمست سچل ان جو نظارو هيئن ٿو پيش ڪري:-

ڀهہ ڀهہ ڪندا آئيا، ڀهر ڀڪر وال،
ڪڪرن جي ڪڙڪات ڪان، ٿهي ويا مال،

اهڙا نظارا فقير صاحب جي ڀيتن ۾ گهڻي انداز ۾ موجود

آهن، ميهن جي منڌ جو ذڪر، مارئيءَ جي زباني، هيئن ٿو بيان ڪري:-

موں ڪي رات رسيون، ڏيهه ڏاڏاڻيون خبرون،
ته سائيهه سڀ سرهو ٿيو، وچون واهه وسيون،
برابر بادل ڪيون، مٿي لوءِ لسيون،
وڙهيون ڪسر ڪسيون، پڻ آهن تار ترايون.

ملير جو ڳوٺاڻو نظارو ڪيڏو نه مڪمل ۽ ڪيڏو نه دلڪش ٿو ڏئي:-

رنگستاني راج جي، آءٌ ڳالهه ڪريان ڪيهي،
ڪن پچارون پاڻ ۾، سي واريءَ تي ويهي،

سومل جي رنگ ۾ پنهنجي عجز جو هيئن ٿو اعتراف ڪري:-

آءُ راتا رنگ لاهه، مونسي ڪاڪ ڪنڌين تي،
ناميا نانءُ خدا جي، پهر وري هت پساهه،
سوڍا تنهنجي ساهه، ڪانگ اڏائير ڪاڪ جا.

سچل سرمست ڪي جتي سنڌ جي عشقيه داستانن سان محبت هئي، اتي هن هير رانجهو جي عشقيه ڪهاڻي کي وڏي سوز ۽ گداز سان پنهنجي شعر ۾ آندو آهي. اگرچه هي پنجاب جو داستان آهي، مگر سندس روايت کان سچل بيحد متاثر نظر اچي ٿو. پنهنجي سنڌي بيتن ۾، ان کي جاءِ ڏني اٿس، ۽ سندس سرائڪي ڪلام جو گهڻو حصو، هير رانجهو جي عشق جي حقيقت تي ٻڌل آهي، سنڌي بيت ۾ فرمائي ٿو.

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال،
مسڪينيءَ جو مرد ڪيو، خطرو نڪو خيال،

محبت مستانو ڪري، ڪهڙو ڪيس حال،
پڇي جهنگ سيال، سڀ نہ تخت هزار جي.

رانجهو جي ذات سان سندس محبت جو ڪهڙو سبب هو، اُن کي هن طرح ٿو بيان ڪري:-

پيان وچ گمان رانجهن ڪنهن نہ لکيا سڃاڻان
١- وچ لباس چاڪاندي آيا ڀُل گهني نادان.
٢- جنهان صحي شهہ رانجهن ڪيتا ڪوڙين ٿيا قربان
٣- سچو نام ذر پوني ڪيها آپي آپ زبان.

بهرحال رانجهو جي ڪهاڻي ۾، ڪنهن حقيقت کي هن ضرور ڏٺو هو. اسان وٽ سندس قال آهي پر سندس حال کي ڪو حال جو صاحب ئي چاڻي ٿو سگهي. سچل سرمست جي شاعري جي گوناگون حقيقتن کي بيان ڪرڻ لاءِ، هڪ مستقل تصنيف جي ضرورت آهي.

جيئن مٿي ذڪاريو اٿم. سچل ڪافي جو صحيح معنيٰ ۾ موجد هو. فقط هن ڪافي جي جدا جدا قسمن جو تجربو ڪيو، مگر ڪافي جي اندر گوناگون مضمونن کي. آندو. ڪائنس اڳ سندس ڏاڏي فقير صاحبڏنہ ۽ روحل فقير جي ڪافين جو ٿورو انداز موجود آهي، پر جنهن افراط تفريط سان هن ڪافين کي نظم ڪيو آهي، ان جو مثال، نہ ڪائنس اڳ جي شاعرن ۾ موجود آهي، نہ پوين شاعرن جي ڪلام ۾. هو ڪافي جي ملڪ جو واحد تاجدار آهي، جهڙي ريت شاهہ ڀٽائي بيت ۽ وائيءَ جو بادشاهہ آهي. سندس ڪافين ۾ مضمون جي گوناگوني بي مثال آهي. سردست مضمون جي لحاظ کان ڪافين جي چند چاڻ ب ڪئي وڃي ٿي:-

وحدت الوجود جي تشريح:-

شاه ٿيو سلطاني — نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون
ٿي گداگر ڪري گدائي — شرف چڙهي سلطاني
نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

صورت انهي ڪير سڃاڻي — هيءَ هيءَ سڀ حيراني
نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

ظاهر پنهنجي ذات ڪيائين — جوڙ ڪري جسماني
نه ڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

ٻول نه ڪنهن ٻي اوهين ٻولجو — ڪين اٿو انساني
نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

اهو اندر اهو ٻاهر — ڪير ڏيندو قرباني
نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

سچو سرسري ڪري ڄاڻين — جان جسو سڀ جاني
نڄاڻان ڪيهي ڳالهه ڪون

عشق لا محدود:-

عشق لڳي تا ڪر آمين — نا منجهه ڪفر نه منجهه دين
صورت جو ستون ڪهڙيون پڙهين ٿو — وره نه پڇنده والضالين
جلوه عشق جو عرش ڪرس تي — سر زمين چا زير زمين
دل سان ذرڙو درد قبوليم — ڪشف قبور ڪرامت ڪين
شبها، شڪ سڀئي لاٿم — پاڻ سڃاڻي ساڻ يقين
طالب ڪي تلوين گهرن ٿا — نڪي تمنا ٿي تمڪين
هادي عبدالحق سچل ڪي — توڙون ڪني هي تلقين

ترڪ جسم:-

دع نفسڪ و تعال — اٿي ڳجهي اها ڳال
خاڪي جسم کان ڪر جدائي — بحر عدم ۾ وڃ جال
اٿي ڳجهي اها ڳال
خيال وجودي ڇو نه وساريين — ڪر ٻي قيل مقال
اٿي ڳجهي اها ڳال

ڳالهيون ڪوڙيون سڀ ميٽي  پڙ تدون خاص خيال
اٿئي ڳجهي اها ڳال
گرد غبار ۾ ڪاٿ نه غوطا  سڄو پاڻ سنڀال
اٿئي ڳجهي اها ڳال

دوست جي سار:-

ويهي هت ڪيئن وساريان  ٻريان توکي ٻاڻ ٻچن ٿا
جيهو تيهو آهي اسان جو  ڇڙ جو دوست چون ٿا
ڪڏهن ماندو متان ٿيو آهن  تنهنجي اڱڻ اچن ٿا
چڙهن ٿين ٿيون هت سنپاران  نڏهن مت پور پون ٿا
پرين توکان پري ته نه آهن  ويڙهي ڇڻ ته وسن ٿا
ماندو متان ٿئين خوش سچوڻي  ڪوڻي قرب ته ڪن ٿا

سچل سرمست جو ڪلام بحر بي ڪنار آهي. هڪ طالب ان ۾ ٽوبي وانگر ٽٻي هڻي، ڪيئي موتي ٻاهر آڻي سگهي ٿو.

هن جي ”رسالي“ ۾ ڪئي ڪٽي ملن ۽ مولوين جي برخلاف شعر نظر اچن ٿا. پر اهي سندن تصنيف مان نظر نه ٿا اچن. هيڏي اعليٰ هستي ڪنهن جي مذمت يا گلا لکي، اهو ڪڏهن به ٿي نه ٿو سگهي. ٻڌ انهن ڪافين ۾ جا ٻولي ڪم آيل آهي سا نهايت رڪيڪ آهي. اهڙن شعرن کي سائس نسبت ڏيڻ، ايڏي وڏي مفڪر جي دامن تي داغ لائڻ آهن. جڏهن چيو وڃي ٿو ته ”جو شخص هندو ته ڇڏيو پر ڪافر کي به نه ٿو نندي“ تڏهن حيران آهيان ته ملن ۽ مولوين کي ڪيئن ننديندو هوندو. شايد ڪي ملاهڙا هجن به جنجي رهت اعتراض لائق هجي، مگر ائين ٿي نه ٿو سگهي ته سڄو جهنگ سڄو هجي، شايد ڪو منجهس شينهن به سٺل هجي.

سندس اردو ۽ پارسي شعر به ڪمال جو آهي، منجهس تصوف جو خزانو سمايل آهي. سندس سڄو شعر عارفانه نڪتن سان لبريز

آهي. پارسي شعر ۾ سندس تخلص خدائي ۽ پوءِ آشڪار هو. سندس اردو، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌي ڪلام مان انتخاب پيش ڪجي ٿو.

## تصنيفات

پارسي زبان ۾ سندس هيٺيون تصنيفون آهن:

(۱) ديوان آشڪار
(۲) رازنامہ هي مثنوي آهي.
(۳) رهبر نامہ " "
(۴) قتل نامہ ۽ گداز نامہ.
(۵) تارنامہ.
(۶) درد نامہ.

هن ۾ لوهہ جي تار پنهنجي حقيقت بيان تي ڪري، تہ ڪيئن ڪنجي سنجي، ساز تي چڙهي ٿي. سنڌيءَ ۾ سندس ڪافين ۽ غزلن جو جدا رسالو آهي ۽ بيتن جو جدا جي مرزا علي قلي بيگ، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي پاءُ وڏي محنت ڪري گڏ ڪيا ۽ ڇپايا. ۽ تنهن کان پوءِ مرحوم حڪيم آغا صوفي "سچل سرمست" نالي ڪتاب ۾ تاليف ڪيا.

## فارسي ڪلام جو انتخاب

(۱)

غريبي بيڪسي شد مايهٔ ما
ڪہ بالاتر بود اين پايهٔ ما
دلم پرغم پريشان اشتياقش
ز دردم شيرداده دايهٔ ما
نمي دانم فغان اين دلها چيست
خوش آمد دست را اين پايهٔ ما
صدا آمد بگفتا آشڪارا
ڪہ پرورده توئي در سايهٔ ما

(۲)

بادشاها خلعت از عشق پوشاني مرا
جرعهٔ از جام وحدت نبوشاني مرا
بردر درگاه عالي روز و شب من سائلم
ڪن زلطف خويش روزي دست افشاني مرا
هر ڪسي گويد ڪہ دشور است راه عاشقي
از توجہ خود ڪني اين راه آساني مرا
پرز نعمت ڪن دلم را اي توئي صاحب نعم
از خيالات دگر يڪبار برهاني مرا
آشڪارا چون شده دردل تو عشقش جاگير
خوش ترين باشد هم از تخت سليماني مرا

## غزل

جز محبت راه دیگر نیست نیست
گرچه شاهي تاج و افسر نیست نیست
درد و محبت عشق دان اولي تر است
یاد کائوس و سکندر نیست نیست
درد در دل هر که باشد مرد است
حرف بیدرد دان موثر نیست نیست
در عشاقي رنجها صد گنجها است
شوکت شاهي برابر نیست نیست
آشکارا چشم عبرت برکشا
اي بجز محبوب منظر نیست نیست

## غزل

هر آن چشمي که از شوقش پر آب است
سحاب ست و سحاب است و سحاب است
هما دل که اندر و درد و غمش نیست
خراب است و خراب است و خراب است
اگر هر کاربا خودي کني تو
عذاب است و عذاب است و عذاب است
همه دنیا نموداري است صد موج
سراب است و سراب است و سراب است
همه عالم که چون بالائي دریا
حباب است و حباب است و حباب است
دل آن آشکارا خوشترین است
کباب است و کباب است و کباب است

## غزل

دلا بگذر ز شیخي و ز پیري ‌‌‌‌‌ ‌ بر و بگزین رسم دره فقیري
اگر مردم ترا درویش خوانند ‌‌ ‌ مبارک باد خوشتر از امیري
بلاخلل است مسکیني- فقیري ‌ ‌ بود بر فتنه شاهي و و زیري
که فخر و فقیر کي گنجد بیک جا ‌ ‌ ولي الفقر فخري را بگیري
بسي شاعر نهان شد آ شکارا ‌ ‌ کجا ذوقي کجا رفته حقیري

## غزل

در ملک مفلسي من شب روز میگذارم
دانم که کیقبادم یا بادشه دراني
ما میز نیم نوبت کیخسروي بعالم
این طبل سنجري راکوبم زکامراني
آباد کشور دل هست از محبت او
هرگز خیال نبود بر دولت شهاني
بگذار خویشتن را جان ده براني جانان
الهام شد خدائي تو درمیان نه ماني.

# اردو کلام

(۱)

هاته پر لعلي لگائي آج کيسا دن هوا
وه لٹک کي زلف چهري سر اوپر سوسن هوا
يون کها معشوق اي مورک بره سون بيخبر
عشق کي تلوار ميري هاته کسکا تن هوا
عاشقان کو قتل کيتا هاٿ سي لوهو لگا
سر اول ديدين تو ڦر هي دوست کا درشن هوا
آج دن هي ديکني کا اب آلٿ ديا هي نقاب
نام جو تيري اوپر هي وهي سچو سجهن هوا

(۲)

اک دن بــزار ميــن ديکها عجب نظارا
طفلان کي هاٿ مين اک بلبل هوا بيچارا
پر بال رشته سيتي، اس کا کيا تا محکم
تڙپن سي وه نه چرٽي، کرتا هي لک پکارا
هم حال اس کا پوچها که بلبلاه من سون
کس حال مين پڙا هي، چوڙا چمن هزارا
هنس هنس کي گويا هويا، تجهکو خبر لهين هي
عاشق کا حال جو هي، وه حال هي همارا
دم عشق جس ني مارا، اس کي گلي مين رشته
سر جــان اس پـــ صدقه سچو سرير ســارا

(۳)

تيري ملن کي کيتي مين منتظر هوا هون
بي زر غلام تيرا مين سربسر هــوا هــون

ڦر ديک طرف ميري تجهه بن ڦرون اداسي
تيري ڪيتي گداگري مين در بدر هوا هون
روتا هون هجر مين دين رين يه گذارا
حبل الوريد سيتي هم بي خبر هوا هون
آمد هي فضل ڪي تجهه مين هي عاشقان هو
لا تقنطو من رحمت مين بي خطر هوا هون
فرياد اي سرر سچن سن نام خدا سچو ڪي
مان ديکه حال ميرا اندر شرر هوا هون

## سرائڪي ڪلام

(١)

| | |
|---|---|
| عشق والي تڪبير مڪا ئي | ڪيهان پيان تڪبيران |
| ١- جيهي تيهي لون عشق نہ پڇندا | ساري عشق آميران |
| ٢- چشمان چاون مڙگان مارن | چوٽ چلاون تيران |
| ٣- الفقر فخري والفقر منـي | اهو بخش حال فقيران |
| ٤- سچو نيهن دي نيل اسانکون | ڪيها زور زنجيران |

(٢)

مين اصل ڪنون وچ پاند نهين
اها رمز لڌي لکان وچون ڪهين

١- ڪيڏي تسبيح ڪيڏي سجاد رهيا
ڪيڏي قيدي ڪيڏي آزاد رهيا
ڪيڏي سورن سان ول ورتي سهين.

٢- ڪيڏا هل، ڪيڏا غوغاء رهيا
اندر باهر ليسرو پاء رهيا
اهين لال آئين اهين نال بهين.

٣- ڪيڏي جان ڪيڏي وت جسم ڳيا
ڪيڏي رواج ڳيا، ڪيڏي رسم ڳيا
اهو اوني هوا، انهيءَ ٿال رَهين.

٤- سچو ڪون، هادي اها ڳال ڏسي
اڏان آڻسان اها وَل چال ڏسي
صدقي تنهن تو وڃان ڪيتي بخش جهين.

## سنڌي بيت

### سمون - گڏري

١- تون سمون سلطان، آءٌ سڄي مهاڻي آهيان
جي تون مهربان، ته کهڙي ڪاڻ ڪڙم جي.

٢- نوري ڪيو ناز، ريجهائي اڄ راءِ کي
لٿ نت چام نياز، اهيو آلهيءَ جو ڪري
تنبو جا طناب، اڄ لڳا ڪينجهر ڪنڌئين
ناد وچن ٿا ناطقا پيا ٻي رود رباب
جتي ڪُڪڙ گوڙ هنا قيما تت ڪباب
وتن مهاڻا مست ٿيا، ماڇي ٻسي مهاب
تن ٿان سڀ حساب تماچيءَ تمام ڪيا.

### سر راءِ ڏياچ

١- مين هن سائل جي، ڪيو هاٽڪ ڪي حيران
هيرا، موتي، موڙا، دايو ڏ-، ولي دان
مڱتو مهمان، سدا سوالي سر جو

٢- سڻي ري مڱتي، سونُ آ مهٽو
لنگهي آه لهٽو، "سچل" سر سردار جو.

٣- اوکن لڪَ نہ ڪائي، ڪير سلڪ کي سمجهن
راجـــا کـــي رمزن- چارڻ جي چوڙ ڪري.

## روجهن جا بيت

(روجهون هڪ قسم جا جانور آهن، هي نر ۽ ڪوهستان جي پاسي ٿينديون آهن. خشڪ سالي ۾ هو رڻ يا نڪر چڙهي، پاڻي خاطر هيٺ لهي اينديون آهن.)

١- روجهون رڻ يـــاد ڪـري، اُپيون رت رُئن
هـــرڪا ويـــل هين، اهڙن اورائـــن ۾
٢- هنئڙو چـــڙهي هـــت، ٿيون روانيون روجهون
ڏکـيـــا اوســـر ڏينهڙا "سچل" گهارن هت
آئي پهر چـــت- وطـــن تـــن نہ وسري.
٣- منداٿنا مـــونيـــا- روجهون چـــون روئي
قسمت قيد لداءِ کـــي ڪون، جهلي ڪوئي
سائين سگهوئي- ڪـنـدو وس ولهن تي.

## سسئي پنهون

١- ڏاکهن ۽ ڏيـــرن ڪيو ڏوہن مـــان ڏاڙو
لڏر کي نصيب ٿي شـــل پنهونءَ جو پاڙو
وندن، حــب، هاڙهــو، "سچو" سڪ لنگهائيو.
٢- چڱي پنهونءَ چـــت- ســـدا آهـــي سرتيون
ڏي نہ ڏکائي ڪنهن کـــي پاڻهي رکي پت
هوت بنا مـــون هت- ڪربان ڪوه پنيور کي.
-- عمر آجـــائـــي گـــذري- آچـــا ٿيا اظهار
زاريون ڪيم زيـــل، مان روئـــي زارون زار
مٿم آهہ ميار- هـــوتن حرف نـــہ مڪڙو.

## سر سارنگ

۱- پورب سندي پار، جا ڪڪر ڪارونڀار
وڄن ۽ وڄڻ، سان چڙهن ڏا چوڌار
آيي ڪـي آبيندي، لڏائون سندڙيءَ سار
سڪر سٽاوا ٿيا، وڏيا وهه واهار
ستاوا ٿيا سنگهار- مولي سندي مهر سان.

۲- وسي پيو وڏ ڦڙو- پنهوريون پٽ پريون
پٽاريون پڇن تان، وٺائين وريون
کير جون ڪريون- چاڙيون ڏٿيون چاه مان.

۳- هڪ وڄڻ پيو وڄڻ- ٿيون لهي پيو سيءَ
جهوري وڏڻ جهوپيون، ڇڻ وڏائين ڇيءَ
رڻن جو رٿن ۾ والي وسيلو ٿيءَ
حال جني جو هيءَ- تن پرور رک پناه ۾.

## سر راڻو

۱- آءُ راڻا رنگ لاءِ، موٽي ڪاڪ ڪنڌين تي
ناسيا ناڻءِ خدا جي پير وري هت پاءِ
سوڍا سڌو ساءِ- ڪانگ اڏائيان ڪاڪ جا.

۲- موڊڻ مرڪ نه تنهنجو سوڍا سياڻان،
وساڻج ولهي جا پينگ اهي پاڻان،
پري ڪري پاڻان- مونکي مارهه مينڌرا.

۳- ڪونر وساءِ ڪاڪ جا سوڍا سچائي
ڏوليا ڏولي ديت ۾ وتان ويڳاڻي
راتو ڏينهان اوتيان هنڀين مان پاڻي
لتا ليڙون ليڙ ٿيا پوتي پراڻي
ته به راڻي جي راڻي- سرتيون سڏين سانيهه ۾.

## هير رانجهو

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال
مسڪينءَ جو مرد کي خطرو نہ ڪو خيال
محبت مستانو ڪري ههڙو ڪيس حال
وڃي جهنگ سيال. حب نہ تخت هزار جي.

١- مرلي تي تنهن مرد جي ڪنيا ڪاربهرن ڪر
پير چڙي ٻاهر ٿيا نيلا نڪري لـر
زهري منجھ زهر. جو گيئڙي جهٽي وتا.

## عمر مارئي

١- چئي مڪائون. هئن ڏاڏاڻي ڏيهہ ڏنهن
جيڪس اهي توهيون، ٻَنَ جون مذعائون
ٿان وڃي پلنگين پٽرئين لهين تون لائون
تو ٻڻ تيلهائون. هلي ويا ويڙهيچا وسري

٢- چگي طرح چئي. ني منجهان ماروئڙن ڏي
سڪين سانگيڙن ڪان، ٻري آءٌ پئي
قسمت قيد الماع جي، مون سان هئن ڪئي
وسري ڪين وئي. سنگت سنگهارن جي

٣- ڪئي ماڻ ڪئي. جا آنڌم ملڪ ماير ڪان
مٽي ٿان مارئي جي اُما لحظو ڪين لٿي
لوئي سنڌي لڄ ڪان ڍڪيان ڀَتَ نہ ٿي
هٿ سورن آهہ سٽي. هٿ ڏوراپن ڏڪوئيو.

## سر جوڳ

١- جوڳي جال ڏٺم. پرڪو ڪوليي ڪاهڙي
هي ويهي وستين ۾ وڻا، هو نہ لوڪ لڙيام
تني ڪاڻ ٿيام. هئي هئي ههڙا حالڙا

٢- مٿي ڪات قدم- ڪاڪيون ڪاپڙين جو
سنسو ميٽي سروپ ۾ "سچو" ٿياسي سم
سدا ساميڙن جو دامن سا دم
آديسي عدم- ٿيا نالي اندر ناٿ جي.

## وحدت

١- پاڻ وڃائي پاڻ - ڳولهي لهج پاڻ کي
پاڻ منجهائين پاڻ کي پوندي ڄاڻ سڃاڻ
مکڻ آکر هڪڙو سوئي ڪير سياڻ
اهو اٿئي اهڃاڻ، ڀلا انهيءَ ڳالهه جو.
٢- سچل سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪل
الف مان آدم ٿيو ڪري هنگامو هل
هندو مومن هڪ ٿيو پول نه پي ڪا پل
خلق الاشيانهو عينها اهو آڻ عمل
ٽج گلابي گل- مرمارني منصور جان.

## معرفت

١- عشق لڳوونئي رهجي والله ياري عزيزي خويشي
پنهنجو پاڻ قبول ڪيائون سارو دم درويشي
لوڪ سارو پيو ماري طعنا برهبر و بدڪيشي
سچا يار هميشه آهن، درد وارا دل ريشي
٢- هن زماني بزرگ بيشڪ ڇهني لطيفا لائن
ڪسب ڪرڻ دم بند ڪرڻ جو نتا پاڻ سنبالن
اهي فن فروعي آهن ناحق وقت وڃائن
ريءَ ٿيڻ ڪم سچو، پنهنجو پاڻ نه پائن.
٣- روز ازا آستاد اسان کي سٽ پريت جي پاڙهي
سائي دل جي تختي مٿي جاهڻون ملن جاڙهي
سچو عشق پيدو نا ٿئي، تي جي مٿي ڏاڙهي.

## مرغ نامون

۱- ترنهڪ ٽوڙي اڄ لامين لاڪيٺو لوي
وِيٺو آهه وِڳوڙ ۾ ڪنهن ڪَي ڪوڪوڙي
ڳالهه ڪرڻ ڪان ڪاڪيون منهن گهٽو موڙي
پر پنهنجا ٽوڙي، چڪيون ڏي ٽو چهنب سان

۲- چڙهيو لوي لام ۾ ٿو ٻوليون ٻاجهاريون ڪري
ڏئي سنيها سڄڻان نڙيون سڀئي تام
ماريون ماري مام ٿو ڏئي لڪائي لوڪ کان

۳- موتين ۽ لعل سان پيٽر ڪنپ پريانس
پيرين هٿ ٽرپانس آهه نياپو ڏينڊڙ نينهن جو

## سر سهڻي

۱- چڙن جي چونگار منهنجو چت چريو ڪيو
راتيان ڏينهان ٽن ۾ تن جي اٿم تار
مينهن ۽ ميهار سندي سڪ سرير ۾

۲- دلي سان هٿي دل، دادلي دلبر جي
انهيءَ ڏنس اوچتي جل اندر اجل
ڪل نهيس ڪنهارکي ته خاڪي منجهه خلل
متيءَ جو محل، ڏورزا پاڻيءَ ۾ ٽيو

۳- هٺي هٺي هيچ تي، هٿ ٽيس هيٺا
پلنندي جا پيٽا سماهيڙ ڪيا سير ۾

۴- هٿ نه ملي هٿ ڪي سالم سيڻاهون
ڏڏڪا دم ديام جا ڪڪر پيا ڪپون
موج ٻسي مهراڻ جي سٿون ٽيون سنجهين
پرينءَ ڪنن پچين هنڙ ٻڏڙ دوت ڪي

## غزليات

۱ - محبت عشق مولا جي گهٽا مي گهوٽ گهايا هئا
هزار ساهه ساجن تان گهوريون گهوري گهمايا هئا
وره جي واٽ تي ويرن ڪلهن ڪان ڪنڌ ڪپايا هئا
ڪٽي سر ساه ساجن لء مٿي سوريءَ سنباهيا هئا
ٿيو تن ميهڙو مونـڻ تکي ڪنهن تاءَ ٿـايا هئا
مٽان مئخاني تي مستن ونـي جـي وٽ وڏايا هئا
انهيءَ پڙ ۾ پهلوانن جـوشٿون جيڏا جلايا هئا
ڪنهان هي موج محبت جي اهي هن سار آيا هئا
لسنگ هن لينهن جي ناتي گهٽڻ جا سر گوايا هئا
سچل اڄ ٿي صدق تن تان جني رنگ هي رچايا هئا

۲ - آءُ آدا سالڪ سچي ڪـر تـون طلمسات کي
پڇ دوئي تان ڪل پوئي دور ڪر درجات کي
سر اهو سارو ميڃائج ڪـن نه ڪرامات ڪـي
ظاهر ٿي تان ذات مون ۾ سمجهه هن صفات کي
غازي نه پائيج غير ڪو هن محض موجودات کي
سر سڃ هن سر ۾ ڏي سنهن نه ئي مصلحات کي
بي اعتباري سان ڪرين هـر هـر نفي اثبات کي
اثبات ڪان اڳيان لنگهي ڪر تم تون طاعات کي
تون ڪٿي وٺي وبهي رهين هي هاء حڪايات کي
ڳالهين منجهان تان ڪين ٿي پڇ اوٽ غزي لات کي
سچو رئين چو ايترو بس ڪر تـون برسات کي
تصديق تون چو ڏئين، محبوب جـي محلات کي

۳ - اهي انهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو
وٺو وٺي مان آهيان ڪامل قرار تنهنجو
هن کي اوهان جي پاجهون اهي نه ماڙ سڪائي
بهي تـسان غريب آهـي اميدوار تنهنجو

”ني ھاڪون ھري تون، فرمان ٿيو اوھان جو
آھي جميل اصل ڪون ھي اعتبار تنھنجو
چاھيون ٿيو اوھان جو دامن لڳو جو آھي
سچو غلام ڄاڻي ھــي داغدار تنھنجو

## ڪافيون

شاھ ٿيـو سيلانــي نہ ڄاڻن ڪـھي ڳالھ ڪان
ني گدا گر ڪري گدائي شـــرف ڇڏي سلطـانــي

(۱)

صورت انھي ڪر سڃاڻي ھنہ ھنہ سـب حيرانــي
ظاھر پنھنجي ذات ڪيائين جوڙ ڪـــري جسماني
ڀول نہ ڪنھن اي اوھين ڀاڄو عيـن اٿــو انسانـــي
سچو سرسري ڪر ڄاڻين جڳ جـو ســب جاني

(۲)

اڄ ڪي صبح اچن ٿا ڏوار ھــــوَ نجومــي
ميرڻ ھت نماڻي جو پرين حال ڪي ڀڃن ٿا
ھن ڀار ڏي اچڻ جو ڇوڪي سچڻ ھون ٿا
سچو جي نہ لھڻ ليءِ قاصد ھيڏي اچن ٿا

(۳)

رکين يار جـــو خيال ڪوڙا ڇڏ تو سيڙين مال
تڏھن طالب ڪولجين جڏھن ڇڏي سب جنجال
ھلي وڃ حـــال کي ڪاپ ڇــڏج قـــال
ولي وڃـــج ورھ جي ڪرنيو ڏڏي ڪـلال
سچو سـيـن ھ اٿي ڄانب جو نہ ڪـلال

(۴)

دم دم جا ديدار    اڀر آسمان جي تار تي

١ - ٻگا ڏانهن سڏانون پيئي    تن جي ڳالهه ڪريان اڄ ڪيهي
وهن ڏارون ڏار    ڳاڏيءَ جي ڳتڪار تي

٢ - پاروني ڪوڙي ڪريون پئي    آر انهن جا آهن اهيئي
وهن بارون بار    لٺ واري للڪار سان

٣ - ڦرهيون ونگڙيون آهن اوپاريون    ارڙيون سونهن واه موچاريون
جهلڻ جا جهنجهڪار    لوڏن واري ڏڏڪار سان

۴ - ڪانگين ڪانگيرو وهين واهيرو    ڪبرن ڳيرن ڪيو اچي گهيرو
ڳوڙهن جا وسڪارا    جهرڪن واري چهاز سان

٥ - نيسر پرڙيچ ۾ آيو ٻاٽي    مرشد ٿيو آهه سيج ۾ سچائي
ٻوڪ بچي ٿي تيار    ڪم سچو جا ڪلتار تي

(٥)

دوست ڪمي دانهون سٺي    ڪا مهر من سون تي پوي

١ - درد مند جي در اتي    ٿو ڪانگ لاڪيڻو لنوي

٢ - پيغام پرين پيار جا    چشمن اتي ويٺو چوي

٣ - عاشق اهي اڪنديو گهڻو    ٿو راند روئڻ جي روي

۴ - سر پر اسين انڌانهن اچون    يا ڪي اوري اپڏا اوي

٥ - سچو سدا! سڪ سوز ڪان    سان محبف جو موي

## سيد ثابت علي شاه

سيد ثابت علي شاه سنڌ جو مشهور مرثيه گو شاعر ٿيو وڃي ٿو ته ملتان" جي شهر ۾ سنه ١٧٤٠ع ۾ ڄائو هو، جيتوڻيڪ سنڌس ڄمڻ جي تاريخ ۾ پوري ريت تحقيق نه

ٿيل آهي*. سندس والد جو نالو "مدار علي شاھ" هو، جو ملتان جي مشهور سيد عيسيٰ جو پوٽو هو، جنهن جي نالي پوٽتان، گهڻي وقت تائين هڪ مدرسو مشهور هو.

سيد ثابت علي شاھ جو ننڍپڻ پنهنجي وطن ملتان ۾ پنهنجي والد جي زير تربيت گذريو هن گهڻن استادن وٽ پڙهيو، پر سندس ننڍپڻ جو استاد "سيد چراغ" نالي هو، جنهن وٽ گلستان جو منڍ ۽ "شق القمر" جو معجزو پڙهيائين. هي سيد سندس والد جو دوست هو، جنهن ڪري سندس پڙهائڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندو هو. ان سبب ثابت علي شاھ سندس تعليم ڪان گهڻو فيض حاصل ڪيو. پنهنجي تعليم جو ذڪر پنهنجي احوال ۾ هڪ هنڌ هيئن ٿو ڏئي:-

هڪڙي ڏينهن مونکي سبق وسريو ۽ ان ڪي ٿيو ڏر
ان هنيو مون کي تماچو، مون ڪان رت قطرا وهيا
ان تماچي جو هئڻ، مون علم پاتي جان پيئڻ
چڻ تماچو هي هدايت، بل عنايت ٿي عطا

مگر کيس پنهنجي وطن ۾ گهڻو وقت رهڻ نصيب نه ٿيو. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ دفعي سندس والد پنهنجي زمين ۾ کوهه ٿي کٽايو. گهڻي خرچ ڪرڻ کان پوءِ به خراب پئي ٿي ويو. اتفاق سان، هڪ درويش اچي اتان لانگهائو ٿيو ۽ هن سيدن وٽ اچي مهمان ٿيو هن کوهه جو حال معلوم ڪري دعا ڪئي. فقير جي دعا سان سگهوئي کوهه تڙ ڏنو ۽ پوري جاءِ تي وڃي بيٺو. هيءَ کليل ڪرامت ڏسي، ننڍڙي ثابت علي شاھ جي دل ۾ فقير صاحب لاءِ محبت پيدا ٿي، ۽ ان سيلاني فقير کي،

---

* مسدس مرثيه سيد ثابت علي شاھ. شمس العلما مرزا قليچ بيگ ص ٢.

جو سيد به هو، مرشد ورتو. فقير ڪجهه وقت رهي سيدن کان موڪلايو، مگر ثابت علي شاهه پنهنجي مرشد کان رهڻ ڪرڻ جا هنڌ پڇيا، جنهن ٻڌايس ته آءٌ سيوهڻ ۾ رهندو آهيان. جيڪڏهن تون اتي ايندين ته مون کي لهي سگهندين. سيلاني سيد ته راهه وٺي رمندو رهيو، مگر ثابت علي شاهه جي دل ۾ مرشد جي لاءِ بيحد اڪير پيدا ٿي. نيٺ هو سنڌ ڏانهن ايندڙ هڪ قافلي سان همراهه ٿي اچي سنڌ ۾ نڪتو.*

هي غلط آهي ته هو ڪو ڪنهن سنڌ جي نواب سان گڏجي سنڌ ۾ آيو. هو سنڌ ۾ ڪنهن به ملازمت جي سلسلي ۾ نه آيو هو، پر مرشد جي زيارت ڪرڻ ۽ علم جي سلسلي کي جاري رکڻ لاءِ ئي پنهنجي وطن جي ڏک کان هميشه لاءِ موڪلايو هئائين. جتان جا وڻ وري ڪڏهن نصيب نه ٿيا. قافلي هن کي اچي ٺٽي چاڙهيو، جتي هن کي مختلف استادن کان درس وٺڻ جو موقعو مليو. شعر جو شوق هن کي ننڍي هوندي کان هوندو هو، مگر مولوي مداح ڪيس نئون رنگ لاتو. "مولوي مداح"

* شمس العلما مرزا قليچ بيگ صاحب، "سنڌي مرثيا" جي مقدمي ۾ شاعر جي احوال ۾ ڏيکاريو آهي ته هو نواب اعظم خان سان گڏجي سنڌ ۾ آيو. مگر واقعات کي پيٽيندي معلوم ٿو ٿئي ته نواب اعظم خان ١١٢٣هه مطابق ١٧١٠ع ڌاري سنڌ ۾ آيو هو، جڏهن ثابت علي شاهه ڄائو به نه هو. "سنڌ جي ادبي تاريخ" جي مصنف "نواب اعظم خان" جي بجاءِ نواب لکيو آهي، مگر تاريخ شاهد آهي ته ٺٽي جي نوابن جو سلسلو نواب صادق علي خان تي ختم ٿيو، جو سنه ١٧٣٦ع ڌاري سنڌ ۾ آيو. ثابت علي سنه ١٧٥٣ع يا ١٧٥٤ع ڌاري سنڌ ۾ آيو هوندو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته هو غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو. هي تفصيل غلط آهي ڏسو تاريخ تحفته الڪرام.

جو ڏاڏو ”غلام علي“ ھو، جو ٺٽي جي مشھور عالم ۽ شاعر محمد محسن جو فرزند ھو؛ جنھن جو ذڪر تذڪري جي پھرئين حصي ۾ اچي چڪو آھي. تحفة الڪرام جو مصنف غلام علي جي لاءِ لکي ٿو ته:-

”محمد محسن (محسن ٺٽوي) جو پٽ غلام علي مداح، پيءُ وانگر شعر ڪان سواءِ، عربي علم ۾ به وڏو درجو رکي ٿو:-

اي قطرهٔ بادية ات گريهٔ مينا
اي جرعه ڪش ميڪده ات نشهٔ صهبا
دل سوخته از شرر برق غمت ڪوه
ديوانهٔ دامان بيابان تو صحرا
تر در غم ديدار رخت ديدهٔ گرداب
از زلف مسلسل هم را سلسله برپا
گرانه دهن غنچه ثنايت نکند گل
از وي نشو درانجمن عطر هويدا
يک ذره ز خورشيد جلالت دل مجنون
يک شعله از ماه جمالت رخ ليلي
مداح ز توحيد تو تا چند نويسد
يا من هو بالمجد علي الکل تعالي

مولوي مداح ميان محمد سرفراز ڪلھوڙي جو به استاد ھو. ممڪن آھي ته انھيءَ ڪري سندن پاڻ ۾ ڏيٺ وٺ ٿي ھجي. شھزادو فارسي زبان جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آھي. سندس ذڪر تفصيل سان تذڪري جي حصي پھرئين ۾ ڏنو ويو آھي.

شھزاد ۽ ثابت علي شاھ هڪ ٻئي سان شعر آزمائي ڪندا ھئا ۽ سندن سخن جي اصلاح مولوي مداح ڪندو ھو؛ شھزادي

جي تعريف ۾ هن ڪيترا قصيدا به لکيا. ٺٽي ۾ ڪجهه وقت رهڻ ڪانپوءِ هو سيوهڻ ۾ آيو. جتي هن پنهنجي مرشد کي ڳولهي لڌو. ميان سرفراز خان جي حڪومت کان پوءِ سنڌ ۾ بدامني جو دور دورو هو. مگر ثابت علي شاهه سيوهڻ ۾ امن و امان جي زندگي گذاريندو رهيو. اُن پرآشوب دور ۾ به هو علم جي تحصيل ۾ مشغول رهيو. سيوهڻ جي عالمن، مخدوم نورالحق (نور محمد بوبڪائي) کان شعر، مخدوم محمد احسان کان عربي ادب ۽ مخدوم محمد مراد واعظي کان تفسير، حديث ۽ فقه پڙهندو رهيو.

انهن ڏينهن ۾ مخدوم شهباز قلندر جي درگاهه جو متولي پير اسدالله صاحب هو. هو علم وارن جو وڏو قدر شناس هو. اتفاقاً اُن وقت پير صاحب کي پٽ ڄائو. جنهن جي سارڪباد ۾ ثابت علي شاهه قصيدو لکي کيس عرض گذاريو. پير صاحب کي اهو ڏاڍو وڻيو ۽ کيس آئي پاڻ وٽ رکيائين. جتي هو سارو سال مجلسن ۾ روضة الشهدا ۽ پنجابي شاعرن سان محزون ۽ مسڪين جا مرثيه پڙهندو رهيو. انهيءَ وقت ڌاري کيس سنڌي مرثين لکڻ جو شوق پيدا ٿيو. جنهن ڪم لاءِ کيس سيد اسد الله شاهه گهڻو همتايو. پاڻ ان بابت چوي ٿو:-

مرثيه سنڌي اڳهن ۾ هو ڪونه اصلي سنڌ ۾
جي ڪو هو تا نه هو مشهور هن پر هر ڪجا
مون ڪي چئين ثابت علي هي شعر سنڌي دردناڪ
تون به سنڌي شعر ۾ ڪي چئج ماتم مرثيا

"اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين"
چيوم پهريون مرثيو سو ٿيو قبول ڪبريا
تنهن تان پوءِ بيحد مرثيا مسڪين قتل ترجما
ني چيم جي مومنن سڀڪنهن لکي دفتر ڪيا

هن مان معلوم ٿو ٿئي ته شاعر ڀيروُن مرثيو "اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين" چوي، ۽ پوءِ سڪون ۾ مقتل (جي پنجاب جا مرثيه گو ٿي گذريا آهن) جي پنجابي مرثين جا ترجما به ڪيائين. "سيوهڻ" ۾ هن جي حياتي جا ڏينهن فارغ البالي سان گذرڻ لڳا، جڏهن ڪلهوڙن جي صاحبي ختم ٿي ۽ مير فتح علي خان سنڌ جو حاڪم ٿيو، تڏهن ته هن جي محنت جا ڏينهن وريا. "مير ڪرم علي خان" کي سنڌس علم جي ڄاڻ پئي ۽ جيئن ته شاعر ميرن جو هم عقيده هو، انهيءَ ڪري مير صاحب موصوف کيس گهرائي پنهنجو مصاحب مقرر ڪيو. جنهن لاءِ پاڻ چوي ٿو:-

بزم عالي جو مقرب خاص محفل جو نديم
بارياب حضرت مختار با عز و علا
انجي لطف و مڪرمت جو سرتي سايو ٿيو جڏهن
رزق و آسائش فراغت حال حاصل ٿيو عطا."

هي بلڪل غلط آهي ته مير ڪرم علي خان جڏهن حيدرآباد جي گادي تي ويٺو، تڏهن ثابت علي شاهہ کي پاڻ وٽ گهرايائين، جيئن ڪن مصنفن سندس ذڪر ۾ لکيو آهي!

ميرن جي دربار ۾ شاعر جي وڏي عزت ٿي. شاعر به مير صاحب جي تعريف ۾ "ظفر نامه" لکيو ۽ کي قصيده پڻ چيائين. فارغ البالي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن ملتان مان پنهنجي والدين ۽ قريبي عزيزن کي گهرائي ورتو ۽ مستقل طرح "سيوهڻ" شريف کي وطن ڪري ويٺو. سيوهڻ جي شهر سان سندس بي انتها محبت هئي. پنهنجي حياتي جي تذڪري ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو:-*

* شمس العلماء مرزا قليچ بيگ شاعر جي مرثين جي منڍ ۾ ڏيکاريو آهي ته "مير ڪرم علي" گادي تي ويهڻ کان پوءِ

باقي فوٽ نوٽ ڏسو صفحو ١٩٧.

مير گاھ صادقان خلوت سرائي عارفان
مامن متوڪلان آرام گاھ اوليا
بارڪ الله شهر سيوهڻ سنڌ جو دار الامان
آھ دار الا وليائي سنڌ نالس اصل ڪا
شهر سيوهڻ جاء امن و شاھ عالم جي پناھ
شهر سيوهڻ ڪشيء نوح و قلندر نا خدا
شهر سيوهڻ جنهجو آ شهباز حسني شهريار
اي خدا هي شهر يار ۽ شهر هجي دائم بقا

انهيءَ وقت ڌاري سيد ثابت علي شاھ کي اچي ڪربلا ۽ ٻين زيارتن جو شوق ٿيو. هڪ دفعي مير ڪرم علي خان شڪار ڪندي وڃي شاھ بندر نڪتو. مير صاحب سان شاعر به گڏ هو. بندر تي غوراب ۽ ٻيڙا ڏسي هن جي دل ڀرجي آئي. مير صاحب کي عرض ڪيائين ته جيڪر کيس زيارتن جي سفر لاءِ اجازت ڏني. مير صاحب سندس اشتياق ڏسي کيس اجازت ڏني. هي سنه ١٧٩٣ع جو واقعو آهي. شاعر عراق ۾ پهچي دل کولي

---

شاعر کي پاڻ وٽ گهرائي مصاحب مقرر ڪيو. جنهن جو هوبهو نقل "سنڌي ادبي تاريخ" ۾ ڪيو ويو آهي. مگر هي حقيقت آهي ته شاعر سنه ١٨٠٠ع ۾ وفات ڪئي ۽ مير ڪرم علي خان سنڌ جي گادي تي ١٨١١ع يا ١٨١٢ع ۾ ويٺو. پڻ ثابت علي جي شعر:-

"بزم عالي جو مقرب خاص محفل جو نديم"

به نه سمجهيو ويو آهي. 'بزم عالي' مير فتح علي يا مير غلام علي ٿي سگهي ٿو، ان جو مقرب ۽ نديم مير ڪرم علي خان هو. جيڪڏهن بزم عالي مير ڪرم علي کي وٺجي ته مقرب ۽ نديم ڪير ٿيو؟

زيارتون ڪيون. جڏهن مير صاحبن جو مصاحب هو، انڪري جتي ني ويو، اتي ڪس وڏي عزت ۽ آدرڀاءُ ني مليو. نيٺ هي سفر پورو ڪري شاعر پنهنجي وطن وريو.

باقي حياتي جو وقت مير صاحبن جي خدمت ۾ گذاريائين. پوئين بيماريءَ جي وقت هو سيوهڻ اچي رهيو، جتي سال ١٨١٠ع ۾ گذاري ويو. سندس تربت سيوهڻ جي پراڻي قبرستان ۾ آهي.

ڪنهن شاعر سندس مرڻ جي هيٺين تاريخ لکي آهي:-

چون محب شاه دين مداح آل مصطفي
آنکه از صدق وعقيدت در محبت داشت جوش
رفت از دنيا به جنت گشت هم بزم علي
ساغر وصل از کف ساقي کوثر کرد نوش
سال وصل آن محب واصل بزم علي
گفت هم بزم علي ثابت علي بادا سروش

## سندس عقيدو

هو عقيدي ۾ اثنا عشريه شيعه هو. پاڻ کي جعفري يعني، امام جعفر صادق جو پوئلڳ سڏائيندو هو. ٻين عالمن سان هنجون چڱا پيچيون رهيون. جنهنڪري حيدرآباد جي شهر ۾ سندس گهڻي مخالفت ٿي. خود سيد به مٿس وڙهيل هوندا هئا. خاص ڪري "سيد خيرشاه" سان، جو پڻ شاعر هو، سندس گهڻي ڏي وٺ ٿي. مگر حاڪمن جي پٺ هئڻ سبب، ثابت علي شاه، هيسجي نه سگهيو. شعر ۾ به پاڻ کي ڪربلائي، زوار (زيارت ڪندڙ) مرتضائي جعفري وغيره نالن سان سڏيو اٿس.

## سندس تصنيفون

سنڌي ۽ پارسي ۾ سندس ڪيتريون ئي تصنيفون آهن. جنهن سڄي شهر کي گڏي گنج سڏيو آهي.

(١) سنڌي مرثيا چار جلد.
(٢) زيارت نامو.
(٣) چٽنگ جنهن ۾ جدا جدا شاعرن جي هَجوَ لکيل آهي.
پارسي ۾ ڪيترائي قصيدا، ظفر نامہ ۽ فتح نامہ اٿس.
رد الخوارج ۽ شهاب ثاقب نثر ۾ اٿس.

## سنڌس شاعري

سيد ثابت علي بقول شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ ”انهيءَ وقت کان وٺي، (سيد ثابت علي) سنڌي عشقيہ يا مدحيہ شعر پارسي وزنن تي شروع ڪيو.“
پي هنڌ فرمائي ٿو:-

”ثابت علي شاہ اصل نئون نمونو اختيار ڪيو ۽ طرز ۽ وزن پارسي بهاريو. سنڌي سان گڏ پارسي ۽ عربي لفظ ۽ اصطلاح امڙا ملايا، جو هنجي شعر پڙهندي ڏاڍي لذت پئي اچي.“
انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ”ثابت علي شاہ“ سنڌ جو اهو پهريون شاعر آهي، جنهن موزون شاعري جو بنياد سنڌ ۾ وڌو. جيڪڏهن ثابت علي شاہ کان اڳ ڪن شاعرن جو شعر اسان کي موزون ملي ٿو، تہ اهو تمام ٿورو آهي جنهن کي سنڌ وقتي ڪوشش چئجي تہ بہ بجا آهي. پر وٽن تغزل کانسواءِ ٻيو ڪجھ نہ ٿو ملي! برعڪس انجي سيد ثابت علي شاہ جو سمورو ڪلام ”علم عروض“ جي حدن اندر آهي، ۽ ايراني شاعري جا سڀئي قسم غزل جي طرز تي سلام، قصائد، مربع، مخمس، مسدس، مثنوي، وغيره ملن ٿا، جنکي ڏسي اها دعوي پيش ڪري سگهجي ٿي تہ هو ”سنڌي شاعري“ ۾ انقلاب پيدا ڪندڙ، ۽ موزون شاعري جو موجد آهي. خدا جي قدرت! شعر جو بہ اهو ڀاڱو سنڌس نصيب ۾ آيو، جنهن کي فن شاعري ۾ بلند درجو حاصل آهي، يعني مرثيہ.

## مرثيه

مرثيه جي جزن تي جيڪڏهين نظر وجهجي ته آهن مکيه جزن جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. هڪ حزنيه (ڏک ۽ درد وارو) ٻيو رزميه (جنگ بابت) مگر مرثيه جي عام معني ورتي ويندي آهي، "ڪربلا" جي واقعي بابت پرسوز شعر. دنيا جي اعليٰ ۽ قديم زبانن ۾ "حزنيه" شاعري موجود هئي، ۽ انجي گهڻي تعريف ڪئي ويئي آهي. عربن ته هن ۾ ڪمال حاصل ڪيو هو. ايام جاهليت جي شاعرن ۾ "حزنيه" شاعري جو گهڻو اثر موجود آهي.

"افلاطون" جنهن وقت شاعري کي انساني دماغ جي شايان شان نه سمجهي ڏڪرائي ڇڏيو هو، ان وقت چيو وڃي ٿو ته ڪيس "حزنيه" شاعري جي اعليٰ مقصد جي ڪابه ڄاڻ نه هئي. هنجو اعتراض نغماتي يا عشقيه شاعري تي هو. انهيءَ ڪري ارسطو پنهنجي استاد جي اصول سان اختلاف ڪيو آهي. جنهن جو ذڪر ملٽن پنهنجي تصنيف سئمپسن اگونسٽيز (Sampson Agonistes) جي منڍ ۾ ڪيو آهي:-

انهيءَ ڪريئي "ارسطو" هن کي پرزور سڏيو آهي ته هي (حزنيه) شاعري رحم يا خوف يا دهشت کي جاڳائي ٿي، يا دماغ کي اهڙي قسم جي جذبات سان صاف ٿي ڪري".

"مرثيه جي وڏي وصف ادا آهي، جو منجهس ڪردار نگاري سمايل آهي، جنهن کي تمثيلي يا ڊراماٽي شاعري چنجي ٿو. اگرچ مثنوي به انهيءَ قبيل جي شاعري آهي، مگر مثنوي نگار، داستان نگار ٿئي ٿو. مرثيه نگار رحم، خوف، درد ۽ ڏک جو نقش چٽيندڙ آهي.

انگلنڊ جي مشهور فلسفي شاعر "مل" Mill شاعريءَ جي هڪ هنڌ هيئن تعريف لکي آهي:-

"شاعري فقط لفظن ۽ خيالن جي ان مجموعي جو نالو آهي جنهن ۾ هڪ بي ساخت طريقي سان جذبات جو اظهار ڪيو ويو هجي".

جيڪڏهن هي ڳالهه صحيح آهي ۽ شاعري سموري جذبات آهي ته "مرثيه" شاعري جي اها شاخ آهي، جنهن جي پڙهڻ سان جذبات هڪدم اٿن ٿا، ۽ ماڻهو واقعي جي بيان ڪان بي اختيار رويو ڏين ٿا. "شبلي" هن قسم جي شاعري لاءِ ڪهڙو نه عمدو چيو آهي:-

"اسان جا بهترين نغمه اهي آهن، جي جذبات غم جي ترجماني ڪن ٿا."

"امرالقيس"، جو عرب جي ايام جاهليت جو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي، سو پنهنجي قصيدي جي شروعات هيٺين سٽن سان ٿو ڪري:

قِفَا نَبْكِ مِنْ ذِكْرَىٰ حَبِيبٍ وَ مَنْزِلِ
بِسِقْطِ اللِّوَىٰ بَيْنَ الدَّخُولِ فَحَوْمَلِ

"اي منهنجا ٻه رفيقو گهڙجي ته اوهان ۽ آءٌ گڏجي روئون، پنهنجي حبيب ۽ ان جي منزل کي ياد ڪري. جو واريءَ جي پٽن جي پڇاڙيءَ ۾، دخول ۽ حومل جي وچ ۾ آهي."

انهن ٻن سٽن جي پڙهڻ سان پڙهندڙن تي اهڙو اثر پوي ٿو، جو شايد ڪنهنجي مڪمل نظم پڙهڻ سان پوي. اهو ئي سبب آهي جو "مرثيه" کي فن شاعري ۾ بلند درجو آهي. "جذبات غم" جنهن کي شاعري جو اصلي روح چئجي، اسانکي شعر جي ٻين قسمن ۾ گهٽ ۽ مرثيه ۾ اول کان آخر تائين نظر اچي ٿو. انڪري مرثيه ۽ مرثيه نگار کي شاعري جي ملڪ ۾ بلند درجو حاصل آهي. هندستان ۾ انيس دبير ۽ مونس اعليٰ مرثيه نگار ٿي گذريا آهن. ڪن نقادن جي خيال ۾ "انيس" جو درجو مير، غالب ۽ مومن کان به مٿي شمار ڪيل آهي سنڌ ۾ باقاعده مرثيه نگار "ثابت علي شاهه" ٿي گذريو آهي ۽ هي آنجو اعجاز

آهي جو سنڌ ۾ پڻ ٻ ڪي مرثيه گو ٿي گذريا آهن، مگر ساڻس ڪو ٻه مٽ نه پهچي سگهيو آهي. ”ڪربلا“ جي رڻ جا واقعات بيان ڪندي، سوگوارن جي ياداشت جا هن پيش ڪئي آهي ۽ انهن جي غم جو بيان جو هن ڏنو آهي، آن مان سندس اعليٰ ڪردار نگاري چمڪي ٿي. جناب امام حسين جي صبر جو نقشو هئن ٺو ڪڍي:-

سيني ڪي اٿ امام سڏي هن طرح ڏيو
يارو امانڪي حڪم ۾ هو هن طرح لکيو
هن دشت ۾ گذارو امانو اڄ جو ٿيو
راضي رهو رضا تي ۽ منزل ڪري ويهو
٢- جهوڪيو آن کي اوليو، سنبرو اي سائيو
ويهي رهو مسافرو مسڪين پانڌيو
مهمان موت جا ويهو، اي يارو دوستو
سڀ آس ۽ اميد پڄائي ڪئي پائرو.

ڪيتري قدر نه تسليم ۽ رضا جو مڪمل نقشو آهي. جناب امام جو فرزند علي اڪبر پنهنجي والد جي سامهون ميدان جنگ ۾ وڃي، انجو نقشو شاعر هئن ٺو ڪڍي:-

تا علي اڪبر اچي هل من مبارز ڪئي پڪار
شير ڪئي شمشير هٿ ۾ ڇهو قضا هي ڪارزار
لا فتا الاّ علي لا سيف الاّ ذوالفقار

صاحب دلدل جي پوني ۾ و ٿي جولان ڪيا
هنا ملڪ مدهوش ڪرو بيان ٻه ٿي قربان ٿيا.

علي اڪبر جي بهادري جو ٻي هنڌ نقشو هئن ٺو ڪڍي:-

جئن گجي بادل ۽ هوءَ گردون جو گنبذ پر صدا
تئن علي اڪبر ٻه ٿي الله اڪبر ڪئي ندا

جناب امام، ميدان جنگ ۾ دشمن سان وڙهڻ ڪان اڳ، پنهنجي حجت هنن تي پوري ڪري:-

اي عمر آهيون اسين ڏس دل شڪسته دل ملول
جي اسان سين وڙهندين تان سڀ عذر تنهنجا نا قبول
دلشڪن دشمن خدا جا ڪرمَ جوش اهڙا جهول
ڪجهه ادب ڪر آمتي، اسين عترت، آل رسول
هي اسانجا خون ناحق ڪين بخشيندو خدا
جي خدا پائين ته خوش ٿي ڪرمَ هي سر تڙ جدا.

شاعر ڪيتري قدر نه سادن لفظن ۾ حجت بيان ڪئي آهي. هي آهي صحيح واقعات نگاري. جناب امام جا جڏهن سڀ ساٿي عزيز ۽ اولاد شهيد ٿين ٿا، تڏهن هو آخري بار تنبو ۾ اچي رهيل اهل و عيال کان موڪلائي ٿو ۽ پنهنجي بيمار فرزند کي تسڪين ڏيندو وصيت ڪري ٿو. هي بيان شاعر اهڙي نموني ته ادا ٿو ڪري جو اکين مان بي اختيار ڳوڙها ڳڙيو پون.

شاهه گهوڙي تان لهي خيمي ۾ آيو اشڪبار
طرف سيراندي جي ويهي، چيائين منهنجا من قرار
اٿ هليس عابد مرڻ تون پٽ اکيون تي هوشيار
هي نبي ناموس پرتيء توتي مڙني جو مدار
دل کي ڏي ڌرج ڏي متا ۽ هيانو کي هوشيار ڪر
پنهنجي بابي جو آبا اٿ آخرين ديدار ڪر.

جناب امام جي شهادت ڪان پوء اُن لٽيل قافلي جي درد انگيز ڪيفيت جو احوال هن مؤثر لفظن ۾ ٿو ڏئي:-

شام غربت مثل هو صبح يتيمان، حسين
صبح محشر مثل ٿيو شام، غريبان، حسين

صبح و شام ان پر ٿي ڪئي فرياد طفلان حسن
اي خدا آهيون اسين ناموس نالان حسين
يا اسان کي ڪربلا ني جت حسين و ڪربلا
يا مديني وار واڳون جت اسانجو مصطفي

هنن ٿورن مثالن مان خبر پوندي ته هن کي فن مرثيه ۾ ڪيڏو نه ڪمال حاصل هو. شمس العلما مرزا قليچ بيگ جو هي سنڌ وارن تي وڏو احسان آهي، جو هن "شاعر" جي مرثين کي جمع ڪري ڇهن جلدن ۾ ڇپايو. اگرچه ڇاپي ۾ تمام گھڻيون غلطيون آهن ۽ نئين ترتيب سان ڇپائڻ جي لائق آهي، مگر مرزا صاحب جا محنت ڪئي آهي سا ڪڏهن به وساري نٿي سگهجي.

## انتخاب

### سلام

ڪربلا جي قتل جي ڪرڪا خبر اي آسمان
ڪئن ڏٺئه نيزن چڙهيا شاهن جا سر اي آسمان
هي خدا جا قطب تارا عرش ڪرسي جا جڙاءُ
هي رسول الله جا شمس و قمر اي آسمان
مرتضا مولا جا هي سرساه ۽ منهن نور عين
فاطمه زهرا جا هي جان و جگر اي آسمان
هن سرن کي اُت نبي صلواة جا بخشيا ثواب
تن جي پارت ڪيائين يا جن و بشر اي آسمان
جڏهن علي اصغر ڏٺيءَ ٿي تير سان رت ۾ ٻڏل
چو نه آنجي تير جي نون ٿئين سپر اي آسمان
جڏ ڏٺيءِ عباس پياسن ڪان پاڻيءَ تي ڪٺو
توکي روئڻو هو جي هئو تو ۾ ڪکر اي آسمان

منهن ڏٺه اڪبر جو هو ساڳيو مثال مصطفي
ڪيئن ڏٺه نيزي تي پنهنجي زت ۾ تر اي آسمان

سر حسين ابن علي هو، سڀ جي اڳ ۾ نيزه سر
پر ۾ پائــر پاڻتيا ۽ سڀ جگــر اي آسمان

سر هليا نيزي چڙهي تــن شام ڪيو پنهنجو سفر
ان پٺي ناموس قيدي هر ســفــر اي آسمان

هن جا سر نوزي تـي هئي ناموس قيدين جي قطار
هــن جا هــي ناموس بيوس در بدر اي آسمان

ڪا ڏسي چئي هـي اجهو منهنجا ادو سرور حسين
آهــ سنده همشيره اچ خونين جگــر اي آسمان

ڪا ڏسي چئي هي اجهو منهنجو ابو سائين حسين
آ سڪينه سڪ هلي ڏســي بــي پــدر اي آسمان

ڏڙ رهيا رڻ ۾ سي بــي ڪفنا دفــن جا طالبو
سي دفن ٿڌهين ٿين جڏهن ايندا ســر اي آسمان

ڏڙ پيا رڻ ۾ جــدا ۽ ســر جــلاوطنا جــدا
هن سفر هن رڻ وطن ڪنهن جــي قبر اي آسمان

عابدين واڳون ورايون هــي وطن هــو رڻ دفن
"ثابت" ان جي در گــدا شام و سحر اي آسمان

## مرثيه

شاهه جا ماريا جڏهــن مــظــلــوم خويش و اقربا
قاســم وعباس ســوڏا اڪبــر واصغــر ڪئا

چيائين وارو آهه اسان جــو آبــو، جيڏا يــار ويا
در تــي خيمي جي اچــي، چيائون تــه اي زين‌العبا

اهــل عصمت عــرض ڪيو اي قبلهٔ دنيا و ديــن
هــي غضب ڏس غش پيو آ تنهنجو زيــن العابدين

(٢)

ڇو سڪينہ کي تہ اڄ بابي کي ڪوٺي ٿي قضا
ھي خدا ڏي ٿو وڃي تون صبر ڪر رب جي رضا
تون مديني ھل وري جت تنھنجي ڏاڏي فاطما
تون ملي ڏاڏيءَ کي ڏس باھي وسائي ڪربلا
اي علي سجاد ھي ھيبي سڪينہ پرتي ٿي
تون ابي جي جاءِ کڄ قرب و قرينہ ڀرتي ٿي

( ٣ )

منھنجا زين العابدين بيدار ٿي بيدار ٿي
زينب و ڪلثوم ٻرتيہ تنجو تون غمخوار ٿي
قيد ويندن بيڪسن جو تون اجھو آڌار ٿي
ھي نہ ننڊ ويلو ابا ھوشيار ٿي ھوشيار ٿي
باتوتي بيڪس جي ٻارت جنھنجو اڪبر رڻ ڪنو
مادر، قاسم جي ٻارت جنھنجو گوھر رڻ ڪنو

( ۴ )

ھاءِ زين العابدين بابي جي زاري ڏس ابا
تو ابي اڄ ڪربلا ڏي ڪئي تياري ڏس ابا
اڄ نبي ناموس پالڻ پنھنجي واري ڏس ابا
ھي وڇوڙي ويل ڏس ھي ننڊ نڪاري ڏس ابا
ھن مديني ھار منھنجا شام پرڏيھي اسير
آءٌ قاسم ڪربلا ۾ تون حسن گڏ ھڄ امير

( ٥ )

آھ! جنھن دم عابدين بيمار صاحب ھوش ٿيو
ڏٺئين بستر تي بابو تڏ ڪري ھمت اٿيو

ويهي منهن والد طرف سر نائي هن ٻر عرض ڪيو
آهہ سڀ برحق بجا ۽ جيڪي قسمت ۾ لکيو
السلام اي عـابـد بيمار جـا بـابـا حسين
تون هلين رڻ ڏي ۽ قيدي شام ڪاهيا ياحسين

( ٦ )

تون خدا جـــي شير جـــو فرزند صاحب ذوالفقار
ســر بعزم قــاتــل الڪفار ســرور ٿــيو ســوار
اڪبر و اصغر جي صدقي ڇــو تہ آءُ ٿيان تيار
قاسم و عباس سان گڏ ٿي هي ٻہ تنهنجو جان نثار
سر چڙهي نيزي تــي ۽ ڌڙ ڪربلا ۾ ٿــي دفن
هـي قيامت آهـہ بابا نـاهـي طاقت منهنجي تــڻ

( ٧ )

شاهہ فـرمايـو تــہ عابـد آهہ جيڪي ڪيو خدا
جيڪا ســر آئــي ســا گذري قــد ر ضينا با لقضا
صـابر و شاڪر ٿــي بــابـا جيڪا آگــي اقتضا
مون رضا تــي راضـي آهيان، ناهہ چارو ري رضـا
جـان نـثـاري ۾ سندہ سجاد شڪ ناهــي بحق
منهنجا جاني جان فدائي آل ٿـيـا تـوتــي بحق

( ٨ )

جي ڏسين نيزي تــي ســر ۽ ڌڙ ٻـہ رڻ ۾ بي دفن
تون جڏهن سـوني وري تڏ دفن ڪج ڏيئي ڪفن
هاڻ سندرو ٻڌ اٿــي اي جــان بــابـا ڪر جتن
توڙي بي طاقت ٻـدن ۾ تــوڙي ٿــي بيتاب تــن

تون ۽ هي تو هٿ مهار آهي اسيرن جي ابا
شال رب واري وطن هي ڪاروان ـ ڪربلا

( ٩ )

جي ڏسين سر منهنجو نيزي پنهنجي سر سڀ ٻار چاڻ
ٻاڻ ڪي والد جو عابد صاحب دستار چاڻ
آه! منهنجي بيڪسن جو ٻاڻ ڪي غمخوار چاڻ
اي سندم لڄ پاڻ لائق سڀ ستم هموار چاڻ
سر وڃيا گهر تڙ لٽيا ناموس پرڏيهي سير
نعم اجر الصابرين جو جيڪا تقدير قدير

( ١٠ )

هيئن چئي سجاد کي فرمايو سرور الوداع
اي يتيم ناتوان بيمار ٻي پر الوداع
فاطمه زهرا جي نهن عابد جي مادر الوداع
تنهنجو چٽ پٽ تي ڪريو ويو سر جوافسر الوداع
ٻي ٻي سڪينه پرتي ٿي هي ناز پرور نورعين
ٿي سندء حافظ خدا اي ننگ ناموس حسين.

مرثيه

آيو جڏهن امام به ميدان ڪربلا
گلگلون ڏٺائين رنگ بيابانِ ڪربلا
ڪوٺي قريب ٿي چيو سلطانِ ڪربلا
ته اي بي وطن گروه اسيران ڪربلا

وا حسر تا به صبح يتيمان ڪربلا
وا غربتا به شام غريبان ڪربلا

سڀ يار ۽ رفيق ۽ سڀ دوست خاص و عام
سڀ ڀائر ۽ عزيز ۽ فرزند نيڪنام
سڀ ڀائٽيا، ڀاڻيجا آل نبي تمام
اصحاب پاڪ طنيت و احباب ذوالڪرام

آن خسروان ملت و آن مالڪان دين
آن حجتان حق و آن مقيدائي سر زمين

سڀني کي ات امام سڏي هن طرح چيو
ڀارو اسان حڪم ۾ هن ريت هو لکيو
هن دشت ۾ اسانجو گذارو آهي جو ٿيو
راضي رهو رضا تي منزل ڪري ويهو

گر نام اين زمين به يقين ڪربلا بود
اينجا نصيب ما همه ڪرب و بلا بود

جهوڪيو اٿن کي اوٺيو سنبرو اي ساٿيو
ويهي رهو مسافرو مسڪين پانڌيو
مهمان موت جا ٿيو اي يارو دوستو
سڀ آس ۽ اميد پڄائي ڪٽي ڀائرو

اينجا بود که تيغ بر آل نبي ڪشند
اينجا بود که ماتم آل عبا ڪنند

ٻاويهه هزار ڪوفي ۽ شامي جمع ٿيا
سردار عمر نحس جا جنگ تي هليا
جنهن دم زمين ڪرب و بلا جي مٿي رسيا
هٿي هٿي ٿيو ڇٿي سگهان جي ظلم تن ڪيا

وا حسرتا بسه آل نبي ظلمها رسيد
چند انڪه چشم سبز فلڪ پيش ازو نديد

ڪافر ڪري تي سنپري ٿيا صف بصف تمام
معلوم ٿيو امام کي تن جو خيال خام
آيو اڳيان امام ٿيو تن سان همڪلام
چيائين ته ڪوفيو ۽ سڀ شوميان شام

آخر ڪه نورچشم رسول خدا منم
آرام فاطمه (رض) جگر مرتضي (رض) منم

ڄاڻو ته آءٌ امام بحق آهيان ناھ شڪ
فرمان منهنجو فرض جان بر فلڪ ملڪ
حق منهنجو مومنن جي مٿي آھ جيئن نمڪ
سلطان دين و زيب زمين زينت فلڪ

فردوس جائي اوست ڪه باما بود رفيق
جنت سرائي اوست ڪه باما بود شفيق

تنهن کانسواءِ اوهين جي مڙيا آهيو فوج ني
ڄاڻو ٿا مون اوهانجي بہ تقصير ڪانہ ڪئي
مون کي اوهان لکيو تہ آ نائب نبي
برحق اسان امام مڃو توکي يا وصي

دانسته ايم رهبر راھ هدا توئي
هم نائب نبي و خليفه خدا توئي

ڪوفي تمام ڪفر کان انڪار ۾ پيا
اي شاھ خط اسان ڪڏهن ڪين ني لکيا
هاڻي بغير بيعت ھي لاھ ڪا دوا
بيعت بنا يا مرڻ بنا ٿا صلاح ڪا

هر چند جا نشين وصي و پيغمبري
بيعت قبول ڪن تو بحق شاھ و سروري

بيعت قبول ڪئن ڪري نائب رسول جو
ويٺو رضا تي راضي ڏي مهمان موت جو
پاڻ ۾ پائين ڪـــي سڏي شاه هئن چيو
پارو اسانجي امر ۾ هو هن طرح لکيو

سر از رضائي حق نتوان تافت هيچ ڪار
زان روئي نيست جز درش هيچ جا گذار

پاڻي پڏي پليد ٿيا ڪـره تي تيار
مارو وڄايا موت جا ڪوفين ٻه ڪار زار
ٻنهي ۾ پالو خنجر و سيف و علم ڪٽار
تيرنجو مينهن، ترار جي وڄ، ڌرتي ڌڌڪار

ازهام و هوه معرکہ شد شورش پديد
دانست اهل چرخ ڪہ روز جزا رسيد

طوفان ٿيو اڄ جو اهلبيت تي تمام
معصوم وشيرخوار، زبان خشڪ و تشنہ ڪام
پڪار ڪن ٻچن جي قيامت مچي قيام
فرياد "العطش" پئي در خيمهٔ امام

مي هي ڪجا است ساقي ڪوثر ڪہ شربتي
آرد بہ اهلبيت خود از روئي شفقتي

اصغر ڇهن مهيني جو معصوم شيرخوار
پاڻي بنا ٿي ڪير ٻسڪا ٿيو نهٺ نزار
اڄ ڪان اکيون ڦيرائي تو ضعيف و بقرار
رت ٿي رو رسول جي اولاد زار و زار

از آه و نالهائي غريبان ڪربلا
شد عرصہ گاه حشر بيابان ڪربلا

جڏهن فوج فاسقن جي ٿي تيار صف به صف
"هل من مبارزين" ٿيو آواز هر طرف
جي پهلوان دين هئا صاحب شرف
اصحاب نامدار ۽ سادات من عرف

ياران و ياوران و رفيقان و راز دان
شاهان و سروران و اميران انس و جان

ستر ڇٽا سيئي هئا همراه شاه جا
پاڻ ۽ پانئيتيا ۽ فرزند دلربا
ڪوفي ۽ شامي پاڻ ۾ پاويهه هزار هئا
اولاد سان علي (رض) جي مناق بيهي وڙهيا

خوف خدا ز خاطر خود دور ساختند
از بهر قتل آل نبي تيز تاختند

ڪوفي مڙيا ٿي ڪينڪي، شامي وڙهيا شرير
هيڏنهن هي مير ٿي مٿا پيش ٿي پيا ٿي ...
جيڪي سنانئون سر تي چاٽي سنڌن سرير
واري تـسي پنهنجو وارو وڃائي ويا ٿي وير

تا آنکه کس نه ماند که سوئي وفا رود
جان دادن از برائي ولي خدا رود

فرزند مرتضي جو هو عباس نامدار
رب جي رضا تي سر ڏئي ٿيو جوان جان نثار
جعفر جوان، عون ۽ عثمان شهسوار
سڀ هاشمي حبيب اميران ذي وقار

تنهائي شان به خاڪ زمين خاڪسار شد
سر هائي شان به نيزه قاتل سوار شد

قاسم جگر حسن جو هو پاڻهو حسن جو
نوشه نول جوان جو چوڏهين چنڊ هو

هت نو عروس جو ڇڏي اٿي جنگ ڏي هليو
هي هي وڇوڙي وقت قضا ڀڻ ڏسي هئڻ ڇڏو
هنگام نوبهار گل از بوستان جدا
يارب مباد هيچ ڪس از دوستان جدا

نيزي تي نامدار جو سرهو بہ شڪل ماه
هڪ طرف زلف ٻي طرف ڪاڪل سياه
قاسم جي ماءُ جڏهن ڪري نوشاه ڏي نگاه
رت جون هنجون روئي چوي فرزند آه آه
قاسم مرا بہ هجر تو تاب و توان نماند
چون درتو جان نہ ماند مرا نيز جان نماند

سڀ پنهنجي پنهنجي واري تي ٿيا جوان جان نثار
هت هيڪلو حسين هو رهيو نہ رازدار
لوٽي پيو عيال ۾ ٿيو روح ۾ پڪار
اطفال ٿيا اسير جا دل خستہ خاڪسار
افتاد جسمهائي شهيدان بروئي خاڪ
خاڪ عزا فگنده بسر آهلبيت پاڪ

هي هي حسين هيڪلو مظلوم و مبتلا
مونس مُئي مير جا سرور شهيد ٿيا
محلات طاهرات ۾ ٿيو ماتم و عزا
تنبو ۾ سڀ يتيم روئڻ ٿا رسول جا
نزديڪ شد ڪہ شور قيامت عيان شود
نزديڪ شد ڪہ گلشن دوران خزان شود

هيڪل ڏسي حسين رنو رت اکيون پري
ڀوارٿي، ڀوڻي تي پنهنجي نظر ڌري
هڪ هڪ يتيم کي ڏني رناڻين لائي ڳري
زين العبا کي ڪوٺي وصيت ادا ڪري

چندان گريستند ڪه از گريهائي شان
طوفـــان تـــازه گشت بروئي جهانيان

اصغر ڪٺي هٿن تي رنو شاهه زارو زار
سيني سان لائي سڪينه(رضه) کي ٿيو بابو بيقرار
زينب (رضه) کي ضعف حضرت ڪلثوم (رضه) خاڪسار
آهون ڪيون اهلبيت نه ٿيو حشر آشڪار

وا فرقتا ز فرقت شاه زمين زمن
وا غربتا ز غربت اولاد پنجتن

منهن ڪيو طرف مديني جي سلطان ڪربلا
چيائين ته يا رسول خدا مير مصطفي
آخر ته اهلبيت اسين آهيون تو سندا
ڏس هي جفا اسان تي جا ڪوفين رکي روا

فرياد يا رسول ز بيداد ڪوفيان
بيداد يا نبي ز ستمهائي شاميان

آخر امام گهوڙي چڙهي ٿيو اجل سوار
مڙني کان موڪلائي هليو طرف ڪارزار
ڪوفين هٿان ڪسي ٿيو سردار جان نثار
ڌرتيءَ تي ڌڙ ٿي تڙڦيو، سرهو علم سوار

بر نيزه شد سوار سرور زمان
خورشيد حشر تافت بروئي جوانيان

بس تاب ناهه تان چوان هڻ ظلم جو بيان
جــي ظلم ظالمن ڪيا بر اهل خاندان
ڏيندن سزائي سخت هت خاوند انس و جان
دنيا ۽ دين ويائي ٿيا خارجي خزان

روز جزا سزائي لعينان بود عذاب
باشد ز حق نصيب محبان بي ثواب

ثابت علي هي مرثيه خوان تنهنجو يا امام
تهدل جو آهي تنهنجي غلامن سندو غلام
ذي دان، تنهن کي دين ۽ دليا ۾ عز عام
ڪج حشر ۾ حمايت آن جي تون والسلام
شاها توئي ڪه اشرف اولاد آدمي
نور نبي و قبلهٔ حاجات عالمي

## "سيد ثابت علي شاه جو پارسي شعر"
### انتخاب

هر ڪجا حسن بتان جلوه مستانه ڪند
مست و هشيار همه سجده ڪنان خواهد بود
واعظ شهر ڪه در مدرسها مي نازد
آستان بوس در پير مغان خواهد بود
شب خيال تو نهان ڪرد دام را پامال
بر تو اين راز نهان نيز عيان خواهد بود
ثابت دلشده را گر بڪرم بنوازي
نزد خدام تو از بهره وران خواهد بود

### ايضا

آفتابم چوبي نقاب شود چشم مهر فلڪ پر آب شود
رخصت جور گرد غمزه دهد دهر را از امان جواب شود
ڪفر زلفش گراينچنين باشد رخنهٔ دين شيخ و شاب شود
ميرمن دوست دار آل علي است خانهٔ دشمنش خراب شود
باش ثابت بحب اوڪه ڪرم پر تو نور بو تراب شود

## سيد خير شاه

سيد خير شاه پرديسي ثابت علي شاه جو همعصر هو، هي
سڳورو سيد ڪلهوڙن جي دور ۾ حيدرآباد جي پاهران
ٿلهي جي ڪپ تي سيان جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، ميرن جي دور

۾ هو لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهيو. حيدرآباد ۾ ساڳئي نالي سان هڪڙو ٻيو سيد ساڳي وقت ۾ ٿي رهيو، جنهن جي نالي ھوٿان "سيد خير شاه" جو پڙ اڄ به حيدرآباد شهر ۾ مشهور آهي*

سيد ثابت علي شاه جو ان وقت ميرن جي دربار ۾ برڪ هو، اُن جي "سيد خير شاه" سان نه پوندي هئي. ثابت علي شاه "اثناعشريه" خيالن جو پابند هو ۽ سيد خير شاه اگرچه محب اهلبيت هو، مگر هو محرم جي ڏينهن ۾ سيج ۽ تابوت ٺاهڻ ۽ پڙن کڻائڻ جي بلڪل برخلاف هو، جنهن جي ڪري ٻنهي شاعرن جي وچ ۾ هڪ وڏي علمي نوڪ جهوڪ رهي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو مير صاحب سندس مخالف ٿي پيا. مير ڪرمعلي؏ ته ڪيس حيدرآباد مان لڏائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سيد سڳوري جي ڪرامتن ڪان خاموش ٿي ويو ۽ آئينده لاءِ ان کي ستائڻ جي بجاءِ چڱي ڏنائين ۽ ڪيس لوازما پڻ ڏنائين.

خير شاه پنهنجي دور جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. هن جو شعر تمام گهٽو آهي. جنهن مان سندس جنگ نامو معجزا ۽ ٽوپي ۽ ٻڪ جو قصو مشهور آهي. جنگ نامي ۾ جناب امام حسين جي شهادت جو احوال ڏنل آهي. مگر "جنگ نامه" جو شعر ثابت علي شاه جي موتين سان مٽ پڄي نٿو سگهي. محرم جي ڏينهن ۾ هو پنهنجي تصنيف کي نهايت درد سان پڙهندو هو. اڄ به ان جي جنگ نامي کي ڪئي ڪئي پڙهيو ويندو آهي.

## انتخاب

### ( ٽوپي ۽ ٻڪ جو جهيڙو )

الله جل جلاله وڏي سگهه ستار
پرور جوڙي پانهجا ٿو ڪم ڪري ڪلتار
مهند اپايائين نور نبي؏ جو آدم کان اڳوار

* هي خير شاه، فقير سچيڏنه صاحب درازي جو مريد هو.

پوءِ اُپايائون عالم ۾ بندا بي شمار
خاص ختم الانبيا جو مڪائين مهندار
دعوت سندي دين جي اچي در پڌي دستار
پنجن تنن جو پڌرو ٿيو ڏيهن ۾ ڏهڪار
اڳي جي نبي ٿي لنگهيا هيا بيحد بيشمار
هئا مڙيئي سي پُلا هڪ لک چوويهه هزار
چاڙهان ڪين جهان ۾ مرسل جي مقدار
پوءِ آڳي ڪيو اظهار الهيءَ حشمت هاشمي

* * *

انهيءَ حشمت هاشمي ڪري الله توهر
لڳي لڳايائون پاڻ ۾ ڏاڍو ڏک ڏمر
هڙءِ پائون پاڻ پليرو هو پائين پاڻ سڌر
پوءِ ٿوهي چوي ٿو پيچي پڳ پڇي ڏيءُ.

٣

ڪي ڪين پيچي پڳ پري ڇا جڙي منجهه جهان
پڳ بنا پرٿو ڪنهن کي ڪين سري
تو منجهه رکن اڳڙيون منجهان پاڻ پري
ڪچ ڪنهن سان ڪين ڪي وڃ تون مات ڪري
نت ظاهر منجهه ذري پڙو ڪنديسانءِ پڌرو

"ٿوهي"

چي ڙي پڙو ڪندينءَ جو پڌرو سو ته مڙني ۾ آهي
سمجهي اسان کي ڪانه ڪا سونو جا ساهي
ڳالهه ته تنهنجي ڳوٺ ۾ ڪو راڄ نٿو راهي
رسم اسانجي ڳوٺ ۾ نڪرن ڪئي ٿاهي
پوءِ لس وڏائون لاهي، توکي آندن جهڙي اچلي.

ٻيت

جي ڙي آڻيان ڏکين اسان کي آهي بخت جنهن جو بالا
ڇپون پڙهن چاهه سان مٿي آئي متوالا
ڇپلا هلندي ڏکين ڪي ڇندي ڪٽي چالا
تون انشاءالله تعالى، پاڻهين پولدين ۽ پيش اچي.

„ نوٽي "

جي پونديون سي پيش اچي ٻڪڻ لاهي پاڻ
آسين ته ڇندي ڪٽيون تون پنهنجو پاڻ سڃاڻ
قبول ڪريئي ڪونه سنده مرتبو ۽ مسان
ڪٽي ڪٽندو ڪنب تـي ڇاٽيون ڪڍني ڇاڻ
تون هاڻ ڪاڻ اڀري، هو ڪين نين تو ساڻ
پوءِ ڦهڪائو ڦرهڻ تي تي ٻچاڙائين ٻـاڻ
زنهي ۽ عقل ساڻ، ٽـي مٿان ڇلين ڳراء.

„ ٻيت "

جي ڙي مگرن جي مارن ڪان اشين ڪيون ڪونه تصور
ڏنون ڏمالون ڏوڻـن ٽـا ڏوهي آن دستور
ڪڍيو مر مجاز جو ڪن نرمل نور ڏون نور
تپان اڳـي ڪان آجري ظاهر منجهه ضرور
لڪوءِ تو ڪي ڪين ڪو، ڪو شاهاڻو شعور
پوءِ ڙي ڏوهي ڪيئن ني نور- لوڻي آتي لاتيون ڪرين

„ نوٽي "

جي ڙي هاڻ هاڻ ڪرم هيترو آهه هر ڪنهين پورياڳ
جي وڙ آهن جن جا تون ليک تنهنجا لاڳ

جن ڪاڏا پر پلاءَ ٿي سي هيل سڪن لئي ساڳ
ڏيلي ڏالپرن جي اسان جي والي وراٿي واڳ
ڪالهه هو وارو تنهنجو اڄ آهي اسانجي آڳ
تنهن لئي ڪريون چاڳ، هن مولي سندي ملڪ ۾

## پڳ

هيڙي مالڪ سندي ملڪ ۾ آهي ڳالهيون ڳالهايون
هٿ تہ ڪي راڄ رهي ويا ڏايون ۾ پايون
پوءِ عقل ۾ آيون، تنهنجون انڌيون عادتون

## ٽوپي

ڇڏي ڇڳيون اسانجون عادتون جي ڇڙون ٿي نہ ڇڳن
ترت ڏيئي تعظيم سي مٿي منجهه رکن
سر اهو پڌڻ هوو هن، جو پٽي هٿ ٽڪڻ هاڄ ۾.

## پڳ

ور پاڳ پڌن ڪي پرسنا، جي آهن ارڏ وڏا اڙهنگ
جوان جنگ آور جنگ جا خاصا خان خدنگ
رانول رک رانديرا پون جيئن پتنگ
هٿن سڪيلا سڪ مان چڪي تارين تنگ
اني ٽوپي ڪٽيو ٽنگ، ترت ڪريو پوي پٽ تي.

## ٽوپي

ڇڙي نهه نهه ڪيو ٽوپي کي ترت هڻين طعنو
اڪثين ڏهن ٿي ڪينڪي ظاهر زمانو
پوءِ ڪوڙ سنداءِ ڪانو ٿي ٽڪو ٽوپين کي ڏئين.

"پڳ - ٢"

ڇو ڙي ڪو ٽوپي پائي امام ٽيو مڙني جو مهندار؟
ڦرع جا شريف جي، سي تون ٻچي ڪر تڪرار
جي ڪيترين ۾ پيهار، ته جت ڪنديسانءِ جڳ ۾.

صلح

ڇي ٽيو خير خيرشاه، ڇوي لٿو جهٽو ۽ جهيڙو
ڪيئي اشراف سان ڪيو برڙي ٻڪيڙو
امير وسين لڪ وڏي جو سنڌو ۽ سيڙو
تڙ تنهين ٻيڙو، ڪلمو جن قلوب ۾.

خير انصاريءَ ڪي ٿي هي ڪم قضا ڪهڙو ڪيو
قصد مان ڪيهر اٿي سو ڪڏ ڳوڙي ڪاهي پيو

پٽ پچي ٻيءَ ڪان پري ڪولي چڙهي قابو ٿيو
ٻيءَ پاليو پٽ وڏان، نينگر چڙهي پٽ تي ڪريو

ٻيءَ پيالو موت جو سو ٻن سڏاريو سر سفر
ڪٽي ڪتولي ٿي اٿي سي گهر نياڻون نونهال

ڦهري ڪم قادر ڪيا جو آهه قدرت جو ڪمال
پنهنجي عورت ڪي چيائين غم ماري ڪر پائمال
گهوٽ ايندو گهر اسان جي زنده حق ذوالجلال

سيد و سرور دو عالم خاتم و خير البشر.

تڏ، چيس عورت اسان وٽ پير پاتا جي پريان
وڪ مٿاهون مصطفي جي سؤ پٽن صدقو ڪريان
اصل ڪان ٿي ان طرف ڏي نيڪ نيت ٿي ڏريان
سر رکي سينهون گهڙو پاٿي پيغمبر جو پريان
مان مٿانم ڀورهوت ايندو ٿني اعلي اجر.

صبر جو سندرو ٻڌي ٿــي زال زو دون بردبار
نرش فرشيليون وڇايــائين ٿــي پردا پــر بهار

## معجزو حضرت جابر انصاري

سيد خير شاهه جي ڪلام ۾، حضرت جابر انصاري جي معجزي کي وڏي اهميت آهي. هو نه فقط علم عروض جي پابندين هيٺ ڇيل آهي، پر سنڌي شاعري ۾ هڪ نئين صنف جو آغاز به ان تصنيف مان ٿيل نظر اچي ٿو. جهڙي ريت سيد خير شاهه نوري ڄام جو قصو لکي، مڪالماتي شاعري جي ابتدا ڪئي آهي، اهڙي ريت معجزي جي صنف جي ابتدا به شايد خير شاهه کان ئي ٿي آهي. معجزي جي معنيٰ آهي هڪ اهڙي اعجاز واري شيءِ، جنهن جي تشريح ڪرڻ کان عقل قاصر رهي ٿو. معجزي جو ظهور فقط انبياء ڪرام کان ئي ٿي سگهيو. پيغمبر اسلام حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم کان گهڻيئي معجزا ظهور ۾ آيا، جن جو ذڪر، سيرت جي ڪتابن ۾ موجود آهن. انهن معجزن مان حضرت جابر انصاري جي فرزندن متعلق به هڪ معجزو آهي. حضرت جابر انصاري رضي الله تعاليٰ، حضور ڪريم صلعم جي اصحابن مان هو. جيئن ته مونکي هن معجزي جي ادبي حقيقتن کي نروار ڪري ڏيکارڻو آهي، انڪري معجزي جي اهميت ۽ ان جي وڌيڪ تفصيل لاءِ، ڪنهن اهڙي ڪتاب کي رکي پڙهڻ گهرجي، جنهن جي روايتن کي حديث جي ڪتابن سان موافقت هجي،

جيئن مٿي ڏيکاريو اٿم، هي معجزو، عروض جي حدود اندر لکيو ويو آهي. جنهن ڪري معلوم ٿئي ٿو ته هو ان جي دور جو آهي. خاص ڪري، جا شيءِ هن اشعار ۾ نظر اچي ٿي، سا لفظن ۽ عبارت جي سادگي آهي. ان کانسواءِ، حڪايت ۾

روايت جي سلسلي کي پوري ريت بيان ڪرڻ، خير شاهه جي شاعري جي هڪ وڏي خوبي واري وصف آهي. هن هيٺ ان هن معجزي کي نقل ڪري رهيو آهيان، تانجو ان جي خوبين جي پڙهندڙن کي خبر پئجي سگهي.

---

قدرتا ڪرتار جي، تون ذڪر رضا رحمان جي
بي ستون باري بنيايا، جنهن زمين آسمان جي
ڪل جوڙي جوڙ ڪيائين، ملڪ ۽ انسان جي
ٿي هويدا هر دو عالم منجهه صفت سبحان جي
ڪيائين مشرف محب پنهنجو، پاڪ پيدا پيغمبر
ڏينهن ڪنهن ڪامل ڪچري ڪئي مدني مصطفيٰ
سو نبي الله صحابن ساڻ گڏ هو پر ضيا
جابر انصاري جي دعوت تي ڪس مرسل مرحبا
پوءِ وري ويو جاءِ تي، حار وٺي وهلو رضا
سڀ گهرائي ٿي کهايئين در اگهيان دنيا پڪر

.... ... ...

پٽ پر جابر جا ننڍا، تن ڪوس ٿي ڏٺو ڏنو
هڪ سرس هو پيو ٽرس هو، ميڙنين ڪان هو منو
تنهن وڏي نينگر ننڍي کي، راند ۾ ڪوني ڪنو
حڪم هو الله جو ۽ واءُ ڇوڙي جو آنو
پاءُ کهايئين پاءُ ڪان، هٿ ۾ ڏئي خوني خنجر

.... .... ....

گلم گياليون زير باليون زيب بلخي زر نگار
ٿي چٽيا چٽڪار ٿيا آت مشڪ خوشبويون هزار
چوطرف چنديا هوائن مشڪ عطر ۽ عنبر

پوءِ هليا سرور سڀڻ جو صاحب تـاج و لرا
هاشمي حضرت هلِيو عالم سنـدو بدرالدجيٰ
چنڊ کي چوگرد جئن تـارا تئن اصحاب هئا
پير جت پرين ٿي پاتـا سير سي سرها ٿيا
شوق شهه جي ذوق کان آيا هليو شجر و حجر

... ... ....

جوءِ جابر جي ۾ جابر پيا سندن قدمن پٽيٰ
شوق سان هر هر چماڻون ٿي سندن پيرن پٽي
خونچن تي خونچا پوءِ ڪاج جا آيـــا ڪٽي
رب ريءَ ٻي ڪل نه ڪنهنکي پيا هنن سان آ ٻٽي
چگر جابر جا ڪسي پيا هئي پيارا سي پسر.

... .... ...

سڀ سوز سانڍي ساهه سان عاشق اٿيو اعتبار سان
هٿ ڏنارڻ هيچ سان جابر اٿيو جيءَ جار سان
چاهچيون، چٽيل ڪونرا جوڙي چگي جنسار سان
هٿ ڏئـاري دادلا سرهـا ٿيا ســـردار سان
خاص ڪاڻ جو ڪيو ارشاد ات عربي امر.

.... ... ...

وقت تنهن جبرئيل جلدي هن خبر سان آئيو.
يارسول الله ارهان کي سائين هيئن فرمائيو
ڪوٺي جابر جا ٻئي پٽ پاڻ سان کارائيو
ڪاج کي تيسين توهين هٿ نه هرگز لائيو
تان اچن ٻئي ٻار سڻ سردار عالم جـا سڌر

مي ٻڌي ڪئي طلب تن جي پاڻ حضرت هاشمي
مان آڇو ڪوئي ڀڄي تان ڪيون گڏجي سڀئي
عرض ڪيو جابر اهي اڄ هت نه آهن حاضري
نڪري ويا واڍهن آئي چرڪا ايندا راندهون رمي
واپراڻو طعام ڪي سيد سچا اي راهبر.

... ... ....

پاڻهه سان فرمائيو آت حضرت ختم رسل
اي جوان توکي نه آهي هن حڪايت جي ڪا ڪل
وحي آئيو اڄ اسان وٽ حڪم سان رب لم يزل
ڪوئي پٽ جابر جا ٻئي ڪارائيو هت هن مهل
ساڪ مولي جي ڏني آ خوب خاصي خوش خبر

.... ... ...

جوش مان جابر ودهي ڪئي هي حقيقت حال جي
جيڪا سائس ٿي ء گذري ڳالهه سڀ احوال جي
سڀ سڻائين ماجرا من جيء جي جنجال جي
يا رسول الله ڏسو تقدير هن احوال جي
چوڻ چارو نام ڪو آگي لکيو جيڪو اڪر.

... ... ....

آت وئي واحد جا آندا وحي سيد ڏي سلام
پٽ جابر جا جيارج امر رب جي سان امام
تان ڏسن قادر جي قدرت سڀ انبي هي خاص عام
خوش ٻڌي خير الورا ٿيو پاڪ پرور جو پيام
وڃ لجي لائق آڇي ڪئي مصطفي مهرون نظر.

چام مرسل مير معصومن ڏي آيو ات هري
مهر مان مشفق مهربان ماجهه ۽ واهر ڪري
قم باذن الله ويو ات پاڻ حضرت هٿ ڌري
ننڍ مان اٿيا ٻئي سي ڪوڏ مان ڪلمون پڙهي
ٿيو مشرف معجزو محبوب جـو مشهور تر

... ... ....

شاد مانا ٿيا شروع ۽ شهر ۾ شاديون ٿيون
جابر انصاريءَ جي گهر ۾ خانہ آباديون ٿيون
جي هيون ويران اڄ سي سڀ وسڻ واديون ٿيون
جن حمايت هاشمي تي ايڏيون اماديون ٿيون
غم وين سڀ جان مون، آجا ٿيا خوف و خطر

... ... ....

آءٌ اهڙ عاجز نهايت منهنجا ٿيا ڪيئي جرم
جي ڏسي هر هر لڇان ٿو ڪو قريشي ڪر ڪرم
فضل ڪر في الحال مونتي صاحب خير الامم
هل هيبت قيام جي اي شاهہ منهنجو رک شرم
آءٌ رسين رهبر رسولا جت ڪاهيندا منجهہ قبر

... .... ....

ساڻ سڙني مومنن جي ڏي چڱي ايمان جي
ٻن ٻنان اولاد جو ۽ عافيت جند جـان جي
خير شاهہ ٿو گهري ٻن اڳ ٻي احسان جي
سڀ چڱا ڪلمن جي برڪت صدقي ان سلطان جي
تنهنجي پاڪر تنهنجي آڏر تون نبي آنهہ نامور

خير شاه جو سنڌي ڪلام سواءِ، سرائڪيءَ ۾ به ڪلام موجود آهي. معلوم ٿئي ٿو ته مير صاحبن جي سرائڪي زبان جي همٿ سبب، هن زبان سنڌي ۾ ڪافي ترقي حاصل ڪئي هئي. روحل فقير ڪانپوءِ، سرمست سچل، پنهنجي ڪلام جو وڏو حصو، هن زبان ۾ يادگار ڇڏيو آهي. خير شاه جو سرمست سچل جي همعصر شاعرن مان هو. سرائڪي زبان جي طرف به گهڻو جهڪو ڏيان ڏنو هو. سندس هڪ مناجات، جا سرائڪي زبان ۾ موجود آهي، نقل ڪئي وڃي ٿي.

## مناجات

هردم آکان حمد حڪيما  قادر ڪرين ڪرم ڪريما
هر ويلي هر وار سائين مين توبهه ڪيتي.

... ... ...

سائين تيڏي خواهش خدائي  جب ڏلو سڀ واه وڏائي
آئي ته چلدي پئي دي ڪائي  در تيڏي دربار
سائين مين توبهه ڪيتي

.... .... ....

نيڪ عمل نا ڪيتم ڪوئي  آکيا نفس ڪيتم سوئي
لائق نه لا مين لج دي لوئي  ستر پوش ستار
سائين مين توبهه ڪيتي

... ... ...

توں سائين اسان تيدي بندي  ڪم ڪيتو سي ساري گندي
ڏوڙ دنيا دي ڪوڙي ڏنڏي  آکان استغفار
سائين مين توبهه ڪيتي

مون مٿون ٿيا برائيان    پاڻ پلو سر اڳون آئيان
عمل ڪري ميڙيان، پٽ مداڻيان    بخشڻ مون بخشڻهار
سائين مون توبهه ڪئي

... .... ...

شرڪ شيطان دي نال گذاريم    وٺ آئان وڃون ريتون ماريم
سڪ سنا ڪر پاڻ نهاريم    ڪرم ڪرين ڪلتار
سائين مين توبهه ڪيتي

... .... ...

ڏيک اسان مڏا مڪر ماڻان    ستهس سومل نال سهاڻان
ره راضي ٿي سکھا راڻان    ول نه موڙ مهار
سائين مين توبهه ڪيتي

... .... ....

هار گنهگار ڪو با مين لاڻسان    ڪهر حشر ڪر ور ڪو ونڃسان
صاحب مٿي ڪنهن نه ڏيسان    هٿ نه لئيسان هار
سائين مين توبهه ڪيتي.

... ... ....

ننڍ نپاڳي روڪيس راهون    پنهل پلسي ٿير ڳنڍاهون
زمين پيڙي اوڳڻ ڏانهون    ڪيچ ڏٺي ڪوهيار
سائين مين توبهه ڪيتي

... .... ...

پڪ لسٽ تي ڪچا ڪچ پايم    پار وڃڻ دا پنڌ چتايم
گهڙا پڪا قسر هٿ نه آيم    تڪيا ڏي وچ تار
سائين مين توبهه ڪيتي.

اوجهڙ جهنگ آجايا جهوران ڪر عفو سر تون تقصيران
سرڪ مدتي توتان مين جيهان موران آءُ مل رانجهن يار
سائين مون تـوبهہ ڪيتي.

... ... ...

جڏهن پير محمد ڏيسي شافي ڪل اُمت تـي مکو ڪافي
ملڪ و ملڪ ڪريسي معافي ڇڏسن گنهگار
سائين مون تـوبهہ ڪيتي.

... ... ....

خـود خيرشـاه وڃـا چمان وچ گناهـون ڪـڏرن ڪمان
پاڪ نبي تي پڙهير ڪلمان ڪفرون ٿيس بيزار
سائين مون تـوبهہ ڪيتي.

## پير علي گوهر شاهہ ”اصغر“

پير علي گوهر شاهہ اول، سنڌ جي راشدي خاندان ۾، وڏي درجي جو عالم ۽ صاحبدل بزرگ ٿي گذريو آهي. سنڌي شاعري ۾ سندس وڏو مقام آهي. راشدي خاندان جو در بي بها حضرت پير محمد راشد عليه الرحمت به سنڌي شاعري ۾ ڪڏهن ڪڏهن طبع آزمائي فرمائي هئي، مگر سندس ذات عالي، شاعري کان گهڻو پاند هئي. هو بزرگ، سچل سرمست جو همعصر ۽ مخدوم ڪهڙن واري جي شاگردن مان هو. فقير قادر بخش بيدل پنهنجي تصنيف سندالموحدين ۾ سندس ڪي بيت مثال طور ڏنا آهن جن مان هڪ هن هيٺ ڏجي ٿو، جنهن مان وحدت الوجود جو نقش نمايان ٿئي ٿو:-

وحدت تان ڪثرت ٿي آهه ڪثرت وحدت ڪل
اندر ٻرين ٻاهر ٻرن، ڀــول نه ٻــي ڪنهن ڳل
هـــي هنگامو هـــل، سـڙوئـــي محبوب جـــو

پير صاحب موصوف جون ملفوظات فارسي زبان ۾ گڏ ٿيل آهن ، جنهن جو ترجمو سنڌي زبان ۾ به ٿيل آهي. هن بزرگ سن ١٢٢٠ هجري ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوء پير محمد صبغت الله شاهه گادي نشين ٿيو. سنه ١٢٤٦ هجري ۾ پير صاحب جي وفات کان پوء پير علي گوهر شاهه مسند نشين ٿيو. سندس ولادت جو سال ١٢٣١ هجري ڇيو وڃي ٿو. شعر ۽ سخن ۾ سندس تخلص اصغر هو. ننڍي هوندي سندس تعليم بهتر نموني ٿي. فارسي زبان تي کيس وڏو عبور حاصل هو. ايتري قدر جو چيو وڃي ٿو ته اها سندس ڄڻ مادري زبان سمجهي ويندي هئي

هيءُ اهو وقت هو، جڏهن سنڌ جو ملڪ پرآشوب انقلابن کـان گذري رهيو هـو. انگريزن جا هٿ، سنڌ تـــي قبضي ڪرڻ لاءِ وڌي رهيا هئا. ميرن ۾ سندن خانداني ڪشمڪش وڌي رهي هئي. خيرپور ۾ مير رستم خان ۽ علي مراد خان جو تنازعو روز بروز وڌندو ٿي ويو. مير علي مراد خان هڪ دانااءُ حريف هو. هن هڪ طرف انگريزي آفيسرن کي پنهنجو ڪري ورتو ۽ ٻئي ملڪ جي مشهور شخصيتن کي پنهنجي همدرد بڻائڻ لاءِ ڪوشش ورتي. هن مير صاحب پير علي گوهر شاهه صاحب کي پنهنجو طرفدار بڻائي ورتو. پير صاحب ڪيترن ئي موقعن تي سندس مدد ڪئي. انگريزن، جڏهن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن پير صاحب سندس خاندان ڪش پاليسي کان بيزار ٿي پيو. سندن تعلقات بعد ۾ ڪي چڱا نه رهيا.

پير صاحب جي روحاني ڪمال جو شهرو پري پري پکڙيل هو......

سندس مريد به وڏي درجي جا عارف ٿي گذريا آهن. علم سان به سندس بيحد شوق هوندو هو. هزارين ڪتاب گڏ ڪيائين. سندس سخا جي اها حالت هوندي هئي، جو سندس دربار مان ڪو به سوالي خالي ڪين ويو. عالمن کي بيحد ورسائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن وٽس سماع جون محفلون به قائم ٿينديون هيون، جنهن ڪري ملڪ ملڪ جا خوش گلو مطرب سندس مجلس ۾ موجود رهندا هئا، هن کي هزارين روپيا امداد ڏيندو هو.

باوجود ڪيس لکن روپين جي آمدني هئي، پر پاڻ سادي زندگي گذاريندو ٿي رهيو. صوفيانه گذارو سندس لاءِ ڪافي هوندو هو. هي با ڪمال شخص سال ١٢٦٣ هجري ۾ هن جهان فاني مان لاڏاڻو ڪري ويو.

"اصغر" جي شاعري جي وڏي خوبي آهي سوز و گداز. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي، ته قادرپور جي پرسان درياهه جي لظاري ڪي پسڻ لاءِ ويس. چوڌاري چپ چپات لڳي پئي هئي، درياهه جون لهرون اٿيون، ٿي ۽ درياهه سان ٽڪرجي ڪريون ٿي. سج جا آخرين ڪرڻا پاڻيءَ جي نيز ڌارن تي ڪري ٽڪر ٽڪر پئي ٿيا. مان اڃا ان خوشنما منظر کي ڏسي رهيو هوس ته اوچتو پري کان هڪ دلگداز آواز آيو. ڪنهن نهايت درد سان چيو ٿي:-

"عاشقن عيد سدا ٿي، عالم عيد فصل تي"

آءٌ حيران ٿي ويس ته هي ڪنهنجو سوز سان پريل شعر آهي. جڏهن ڳائيندڙ مقطع تي آيو، تڏهن "اصغر" جي نالي، جو منهنجي دل تي اثر ورتو، انجو بيان لفظن ۾ ادا ٿي نٿو سگهي. هن ۾ ڪجهه به وڌاءُ نه آهي ته اصغر کي درد جي ڳالهين اورڻ جي ترتيب هئي. هو شعر ۾ فراق ۽ انجي لاڳو

حالتن کي اهڙو جهٽي وٺندو هو جو ٻڌندڙن کان بي اختيار ڳوڙها ڳڙيو پوندا هئا. ڪافي جي صنف ۾ سندس وڏو مقام آهي جنهن ۾ خصوصيت سان سلاست تمام گهڻي آهي فقط روزانه ڳالهائڻ واري سادي سنڌي، سندس شعر ۾ پڙهندڙ کي اهڙا لفظ هرگز نظر نه ايندا، جنهن لاءِ کيس استاد جي مدد وٺڻي پوي. اصغر جو شعر جن ٻڌو آهي تن کان پڇو ته سندس شعر ۾ ڪيڏو نه سوز ۽ ساز آهي. وقت ڦرندو گهرندو رهي ٿو، مگر هيءَ حقيقت آهي ته اصغر جي شعر کي جا ڪاله مقبوليت هئي، سا اڄ به کيس حاصل آهي. انهيءَ ڪري سنڌ جي شاعرن ۾ اصغر کي بلند درجو حاصل آهي: هن ٿي درد سان فقير حمل لغاري ۽ گهرام فقير جهڙن درد اڱار شاعرن درس ورتو. حضرت بيدل جهڙي عارف به سندس فيض جي چشمي مان پاڻي پيتو هو. عارف بيدل سندس فوت ٿيڻ جي تاريخ هن ريت لکي آهي:-

جناب پير علي گوهر آن ڪريم و رشيد
چو رمز ارجعي از درگاه راز شنيد

گذاشت جسم درين وانگاه ناسوتي
بسوئي گلشن لاهوت، مرغ جانش پريد

بتافت ز ظهورات آن سراپا نور
بتافت معني سيمرغ وش نهان گرديد

دلم چو سال وصالش جست، هاتف گفت
بـه آفتاب بپيوست "نور مي توحيد"

---

١٢٦٣ هـ

## انتخاب

### ڪافي

روزان راڻول منهنجي روح ۾ — اڄ ڪي وري لاٿا نيون
ڦٽڙا جي درد فراق جا — تنهنجي وٽه وهه جون وڻيون
آهي تاب تنهنجي ڪان تتيون — جئن تيل جون ٽچڪن تيون

۲- طوفان نوح جو ويو سڪي — اڙيون جوڇڻ ڪان ناجهڪيون
جهولي پاڻي آهه ٿي جهجهان — نيڻن وهائي رت ليون
۳- وٽ ٿي وره جي ورهائجي — پاڻ محب ڏين ڏا پرميون
آهي وره وارا ڏا وڻن — اڄ عشق جون عيدا ڪيون
۴- اصغر عاشق عشق جون — ڳالهيون ڪون تو سڀ ليون
قاصد هنج آت يار ڪي — جيڪي جري توڪي چيون.

### ڪافي

ڪالڪل ڪيدي دل تو ڏيان — جانب اکيون جي تون ڪٿين
۱- مژگن سندا خنجر عثي — رت عاشقن جو تو پٿين
هٿ پورڙا رت ۾ رڱي — پوهه ڏوهه ميندي ڪي ڏٿين
۲- چري سندا چٽي سڀ چڪج — جڏهن منهن مقابل تون ٿٿين
لياپا نذر جا ناهر نٿي ڏج — مستان ويچ تي وهٿين
۳- پيغام پهرين ڏجه پرين کي — خط ڪان اکي جي تون وچين
مرڻ ڪان بچندس تڏهن — اجلئون اکي جي تون ورين
۴- ڏج ڪتابت روبرو قاصد — ادا شل تون جنهن
مرڪي حقيقت جي پڇن، — جنهن روئان روزج ٿٿين
۵- ٻجليون ٻهاري ٻئي وسن — اکڙيون منهنجون روئن ٿٿين
اصغر عاشق آهه اٿين، — جري ڪه هجي آهي ڏٿين.

## ڪافي

جانب مٺڙي جڳ جان ۾ — جهوري ڏني ويو مون گهٽي

١- اک ۾ ڪن لاءِ عشق هو — ڪين باز آيو مون ٻٽي
ڪيفي ڪتاريون عشق جون — هي هوت ويو هٽي هٽي

٢- چم چرم ميڪي سٽي — هاڙهي هلي هڪڙي جٽي
ڏک سور ڏونگر جا ڏسي — لس لڙڪ پيس لوهو چٽي

٣- ڏک سور درد فراق جا — ڏوهڻ ڪي بخشي ويو ڏٽي
جي ڄند وڃهي جت جاڙ ويو — وه تيس سرمو ڦٽي

٤- سورن ورايس ساه کي — دعائون پني هٿڙا کڻي
همڪر ملان دلدار کي — سر منهن مليان پيرن پڻي

٥- سڪڙا ڏني ۽ ذڪر وٺو — هيءَ ڳالهه، آهه ڳاڻن ڳڻي
اصغر اهو عشق جون — آلي هونديس اک جي آٽي

## ڪافي

بار بديون بهتانا لکين طعنا، سر سر تي،

لوڪ ساري جون جهڙيون جٺيون
سهنديون اهي جي محبت مٺيون
هاني ڳچيءَ ڳل ڳانا ... لکين طعنا،

عرض عجيب کي قربئون ڪريان
آئي ادب سان هر هر پرڏان
جانب ڪي لک لک جانا ... لکين طعنا،

ڪاٿ ڪنن کي مور نه ڪنهنجي
پڏن چوڙن پاٿ ۾ پنهن جي
شوقئون ڪريان شڪرانا ... لکين طعنا:

اصغر عاشق ڪي لائق ا وري
هي سر صدقي گهوريان گهوري
گهوريان مال خزانا ... ليڪن طعنا؛

## ڪافي

ڏاڍي رمز رلايئه راڻا ○ داڙي ڪسي پوءِ ڪر نه ماڻان
١- مل تو لئه محب مري ٿي ور سودا يار سياڻان
٢- ڪرهل ڪاهج ڪاڪ تي ڪج نه ترن تي تاڻان
٣- سوڍل توکي ساريان پڻي پنهون سڀ پاڻان
٤- اصغر کي عشق اوهانجي ڪيو آهي نينهن نماڻان

## ڪافي

ڪاٿي گهولي لهان ڙي پنهر
مهنجو هوت سنپاريو
سڌ نه مون کي سور جي
ڪنهن سان سور سليان
بخت پڙني پوريئه جو
سندن روح رهان
امر مونسان اٿين ڪيو
ڪنهن کي ڏوهه ڏيان
هيئه حقيقت حال جي
ڪنهن کي ڪين چوان
اصغر جوي عشق جا
وڃي سور سهان.

## ڪافي

### عشق وڃي ٿل حال

مونکي رلڻا ڪوه ڪوه رولئيو ٿي

١- ڏينهن ته قيام جي سر منهنجي جو پوندءِ سر و بال
تڪيا مونکي ڪوه ٽوليو ٿي

٢- هتئون هلي، هت جڏهن آئين مون ڪو لٽيو ڪنهنجو مال
آئي گهوٽن منجهه گهوليو ٿي

٣- اصغر چوي ٿو عشق اوهانجي پيڙي ڪيو پامال
منهنجو سنڌ سنڌ ڦوليو ٿي

## ملا اويس احمد اويس

ملا اويس مرحوم، شڪارپور جي انهن فارسي شاعرن مان آهي، جن جي علم ۽ فضل جي ته وڏي شهرت هئي، مگر اڄ سندن ڪلام گهٽ ملي ٿو، جو شايد زماني جي بيقدري سبب برباد ٿي ويو هجي. سندن تاريخ ولادت ته پوري تحقيق سان نه ٿي ملي، مگر زباني روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنه ١٧٦٠ع ڌاري تولد ٿيو. سندس عمر جو گهڻو حصو درس ۽ تدريس ۾ گذريو. غالبن پٺاڻن جي حڪومت جي دور ۾ ڪنهن سرڪاري عهدي تي به رهيو. پنهنجي زندگي جي آخري دور ۾ جڏهن شڪارپور جو شهر پرآشوب دور مان گذري رهيو هو، سڀ ڪجهه ڇڏي وڃي گوشه نشين ٿيو. باقي حياتي خدا جي ياد ۾ بسر ڪندي، سنه ١٨٣٠ع ڌاري فوت ٿي ويو. جئن مٿي لکيو اٿم، سندس ڪلام گهڻي انداز ۾ موجود هوا مگر هاڻي سندس هڪ فارسي مسدس ۽ ڪي ٿورا سنڌي زبان ۾ اشعار موجود آهن. سندس هيءَ فارسي مسدس بياض خادمي ۾ موجود آهي، جتان انجو

انتخاب ڏنو وڃي. هن انتخاب ۾ان خبر پوندي ته هو فارسي زبان جو ڪيڏو نه قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي.

## انتخاب

دلا ز گردش گردوش گردون تاتو بتواني
بنال بردر درگاه شاه جيلاني
که وارهي ز عنايات او ز حيراني
به اعتقاد درست و بصدق ايقاني
آغث بايزد دستگير جيلاني

.... .... ....

شعاع لطف تو چون صبح برکشد چون علم
رسمد بظلمت غم زود ترنداني عدم
سهد شباشرب رودز فرار کرب و الم
چنانچه از اثر اظهار صبح در بکدم
طلوع شمس شوب تيره را کند فاني
آغث بايزد يا دستگير جيلاني

.... ... ...

درازئي غم و اندوه من گر شوت از حد
هموم خاطر من هم برون شده ز عدد
رسمد وقت مددگاري اي شهد امجد
کنون بديدن حالم بيا بحق صمد
بکش بمقدم خويش از دلم پريشاني
اغث بايزد يا دستگير جيلاني

... ... ...

بلفظ لا تخف اي ماحئي صحافت و نوم

عطائي دود بهر مدان چه ڪرده تقسيم
باين نويد نواز نده و از عطائي عميم
ز بقر داده نجات و مزاج ساخته تسليم
دل اويس زهر درد و رنج برهاني
اغث بايزد يا دستگير جيلاني

معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي زبان ۾ اويس جو گهڻو شعر موجود هو، مگر دستبرد زماني ڪان برباد ٿي چڪو آهي. سندس هڪ نظم مونکي بياض خادمي ۾ نظر آهي، جنهن کي ڏسي نه فقط سندس قادرالڪلامي جو انداز ٿئي ٿو پر سنڌي شاعري جو عروض جي حدن اندر اچڻ جو به نشان ملي ٿو. مان ان نظم کي هن هيٺ قلمبند ڪريان ٿو:

## بهار

سيارو ويو بهار آيو    گلن آ باغ ٻهڪايو
ڏٺي نانگر ۽ چنبيلي    ڪليءَ منهن مگريءَ مرڪايو
پراڻا پن پيا رت تي    وڻن کي هير چٽڪايو
رتن جي جوت ۽ زينت    ستارن کي به شرمايو
بهار ويس ساوڪ جو    وڻن کي واهه پهرايو
پيو آ پور انهن ۾    ڀؤنرن کي تن آ ڀرمايو
لڏي لامن تي ٿي بلبل    گلن کي ساهه سان لايو
لڳي ٿو مور باغن ۾    چمن چيهن آ ڇهڪايو
لنويون لاتيون پکين ڳڏجي    بهار آيو بسنت آيو

سندس هڪ نظم، پڻ بياض خادمي سان هٿ آئي، جا معلوم ٿئي ٿو ته ڪريما کي سامهون رکي لکي وئي آهي. اها پڻ هن هيٺ ڏجي ٿي:

## ماڻهپو

مروت سان جيڪو رهي سرخرو
لهي ادمن وٽ سد آبرو
ڪئي ڪار پنهنجي جنهن آهي ڪرم
ڏيو نانءُ ناموس ان جو اتم
ادب مول آهي، خوشيءَ جو مدام
مروت سان پنهنجو ٿئي خاص و عام
رکج دل مروت سان تازي سدا
ته ساراه تنهنجي ٿئي جا بجا
وڃي ٻي جي غم سان ٿي غمسار
اهو ماڻهپو آهه ٿي هوشيار
سدا پاڻ سان رک ادب ۽ تميز
رهن جئن جهان ۾ سڀاڳو عزيز

پوکر داس شڪارپور جي مشهور ڪتب فروش سترهن حصن ۾ ڪافين جو سلسلو ڇپايو هو، اُن ۾ آن جي هڪ ڪافي موجود آهي، جا ٻڻ نقل ڪئي وڃي ٿي.

## ڪافي

ڪيهي هت قرار  هرڪو آهي هلڻ وارو

١ - ڪٿي سڪندر دارا آهي  موت سين تي آيو ڪاهي
گهڙي آهه گذار  دنيا آهي دم پسارو

٢ - ٻانور تنهنجو آهه اجايو  موت جو قاصد چاڻ ڪي آيو
ساجهر پاڻ سنڀار  چاڻ آيو موان تنهنجو وارو

٣ - اويس دنيا سان دل نا لائج  ڀي-ر سنڀالي ٻئر ۾ پسائج
صاحب آهه ستار  پاڻ کچي ۾ فڪر جو گارو

اويس جو شعر چيل گهڻو ئي هوندو، پر زماني جي دستبرد کان برباد ٿي ويو آهي. جو ڪجهه به مليو آهي، غنيمت آهي.

## صاحبڏنو صاحب

شڪارپور جي مردم خيز زمين، جي عالم ۽ شاعر پيدا ڪيا آهن، انهن مان ملا صاحبڏنو صاحب، وڏي ڪمال وارو ٿي گذريو آهي. افسوس جو هن شاعر شهير جو ڪلام به اڄ ناياب آهي. هڪ ڏينهن ڪنهن علمي تحقيق جي سلسلي ۾ شڪارپور جي بهرسن عالم عبدالمجيد صاحب دريشاڻي وٽ وڃڻ ٿيو. دوران گفتگو ۾ ان بزرگ ٻڌايو ته ”شڪارپور جي زمين مردم خيز زمين آهي. ڪنهن وقت سندس هر گهٽيءَ ۾ ڪونه ڪو شاعر ضرور ٿي رهيو.“

ملا صاحبڏنو، ملا اويس جي همعصر شاعرن مان هو. ممڪن آهي ته سندن پاڻ ۾ ملاقاتون ٿينديون رهيون هجن، مونکي ڪن اهڃاڻن مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته هو ڪي ٿورا سال، ملا اويس کان پوءِ ڄائو هجي. قرين قياس آهي ته هو ١٧٧٠ع جي قريب پيدا ٿيو هو. ننڍپڻ کيس چڱي تعليم ملي. فارسي زبان تي کيس وڏو عبور حاصل هو پر عربي جو به وڏو عالم هو. خواجه فقيرالله صاحب علوي جي معتقدن مان هو. سندس شغل درس ۽ تدريس هو. ان مان جا کيس آمدني ٿيندي هئي، ان تي سندس گذارو هوندو هو. ان کان سواءِ وقت جي حاڪمن وٽ به سندس بيحد عزت هوندي هئي ۽ کيس وڏا وڏا انعام حاصل ٿيندا. سندس تصنيفات مان هڪ فارسي ديوان ۽ سنڌي ڪلام جو وڏو ذخيرو موجود هو، مگر افسوس جو دستبرد زماني کان برباد ٿي ويو. سندس ڇڙوڇڙ فارسي غزل جدا جدا بياضن ۾ ملن ٿا. سنڌي شعر ۾ سندس هڪ مداح موجود آهي. ڏاڏو بياض سرفراز ڪانپوءِ،

صاحبڏنو "صاحب" اهو سنڌي شاعر آهي، جنهن علم عروض جي پابندين هيٺ هڪ مسدس قلمبند ڪئي آهي. مداح مسدس ملڪ ۾ بيحد مشهور آهي، جنهن جو ٿورو حصو پيش ڪريان ٿو، جو شايد اڃا تائين طبع ٿي نه سگهيو هجي. هي مداح حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ چئي اٿس ۽ نهايت سليس ۽ عام فهم آهي. مسدس ٻهرين حصو ۾ حرفي آهي ۽ ان جو ٿورو ٿدم.

ملا صاحبڏنه صاحب پنهنجي پوئين عمر گوشه نشيني ۾ گذاري. مير ڪاظم جو شڪارپور جي نواب جي شهادت کان ٿورو پوءِ وفات ڪري ويو، انگريز جي فتوحات کان ڪي ٿورا مهينا اڳ، يعني ١٩٤٢ع جي آخر ۾.

## مداح

ملڪ مقرب جي نه هئي، جا ٿي نبين جائگاه
سامنڌ جي ۽ جاه خوش، خوب آهه ڏنهن بارگاه
تخت سر قدرت قدم، بيشڪ رکيو بادشاه
سر اوهان دستار دولهه، تاج قدرت جي ڪلاه
اغثني يا سيدا، رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور
.... ... ...

منجهه امر احمد اوهانجي، وحي جامع جبرئيل
جاه جو جاروب ڪش و شفيق مجاور ميڪائيل
دائما دربار جو دايو اوهان در اسرار چيل
بازو ٻڌو پانهو آهي، تنهنجي امر ۾ عزرائيل
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور
... .... ...

نوح ، براهيم ، آدم سڀ سلامي سيدا
در مٿي دربان تو ، هارون موسيٰ مقتدا
لڳ اوهان جو جيمس يونس، هود مردم جا نقدا
تون سين سردار صاحب، پيا سنڌ ۾ بيشڪ بندا
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور

... ... ....

ارميا ، اسحاق در دائود نوڪر نامدار
خضر خادم خاڪ پاءِ الياس تنهنجو آبدار
ءُ مثل يعقوب يوسف، ٿا سڪن عالم آڌار
سڀ سنڌ ۾ مشتاق مرسل، مچ لڳا تو پايدار
اغثني يا سيدا، رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور
ذڪريا، زبير، يحيٰ، شيث شافع شانور
پر تو اهر جا پسي، قربان ڪيائون ساهه سر
ذنهن اوهان لائق لڏا، عزيز. عيسيٰ فيضور
تون بحرالله جو، توهون وٽن سڀ دان در
آغثني يا سيدا، رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

... .... ...

سرورا مانند سليمان، سڀ بندا بردار تو
لوط ۽ لقمان صالح ، خاص خدمتگار تو
ڪرن پارت پانهجي ، سڀ انبيا ابرار تو
چمن مل مصطفيٰ، پرتون سرسدا پنرار تو
اغثني يا سيدا ، يا رس يا نبي خيرالبشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

.... .... ...

جان ٻڌادن پيش تو ادريس ٻوڙي دلبرا
يا شفيع شمعون شعيب ٻرت مان ٻائي پرا
رنج ويو راحت رَسّي، آيوب ڪي اي آنورا
گهوٽ سڀ ڳاهي سنڌ ۾ پڻ سڀاهي سرورا
آغثني يا سيدا، رس يا نبي خير البشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

.... ...

ڏڏ ڳڻو ڏوهن پريو، خالي آهيان بد بيخبر
بي وسيلو بي وڙو، هرگز نه مون حرفت هنر
ڏنهن طمع تنهنجي مدح جو ڪيم مرمل سڀ مڪر
دائما ديدار ليءِ، مشتاق آهيان منتظر
آغثني يا سيدا، رس يا نبي خير البشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

... ...

تو ڪنان گهران مان منگتو جو آهي ڪرتين ڪفر
تون سخي داتا ڏئي، هي سگ سنڌ صاحبڏنو
تون ڏئين در دان دولت، پاڪ توهون هن پنو
حضرتا حامي ٿيو، دنيا جي ڦاهي ڪي ڇنو
آغثني يا سيدا، رس يا نبي خير البشر
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور

## فارسي ڪلام

دل خراب از غمت آباد کنم یا نه کنم
جانِ غمدیده بدال شاد کنم یا نه کنم

گشت آباد ز غمهائے تو ویرانهٔ دلم
نام ادن شهر غم آباد کنم یا نه کنم

شادم از وصل تو از هجر تو ناشاد ستم
شادو ناشاد ز تو يـــاد ڪنم يا نہ ڪنم

سوختئہ عهد وفــا، ساختئہ جــورو جفا
صاحب از وضع تو فرياد ڪنم يا نہ ڪنم

## محمد عارف، صنعت

محمد عارف صنعت، شڪارپور جي آنهن بهترين شاعرن مان آهي، جنهن کي فارسي ۽ سنڌي زبانن تي يڪسان دسترس حاصل هئي. سندس زندگي جو تفصيل جو اسان تائين پهتو آهي، اهو جامع تہ نہ ٿو سگهي، مگر گهٽي پاڳي سندس حياتي جا ڪوائف معلوم ٿي سگهن ٿا. صنعت مرحوم، ڪلهوڙن جي دور جي پيدائش هو پر هن ميرن ۽ انگريزن جي حڪومت جو دور بہ ڏٺو. شڪارپور، بادشاهہ گردي جي انقلابن کان تنگ آهي وٺي هئي. آن پرآشوب دور ۾، هن علم ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي. صنعت مرحوم کي ابتدا ۾ ملا اويس جي شاگردي جو موقعو نصيب ٿيو، شاعري جو شوق بہ آنجي ئي صحبت ۾ حاصل ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد ڪجهہ وقت درس ۽ تدريس ۾ مشغول رهيو، پر پوءِ، ”خيمہ دوزي“ جو پيشو اختيار ڪيائين، جنهن ۾ وڏي مهارت حاصل هيس. مير صاحبن کان کيس خاص عطيات ۽ لوازما ملندا رهيا. ڌنڌي جي مشغولين هوندي بہ هو علم ۽ ادب کي حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهندو هو. ملا اويس جي وفات بعد، هن شڪارپور جي مشهور شاعر ملا صاحبڏني ”صاحب“ جي شاگردي اختيار ڪئي. جنهن فيض جو اعتراف هئن ٿو ڪري:-

گر نيست صـــاف صحبت آئينہ دار صاحب
صنعت مثال طـوطـي شـڪـر زبـان نبود

"صنعت" تخلص به سندس اُستاد جو تجويز ڪيل هو، جنهن مان سندس ڌنڌي ڏي به اِشارو آهي. جهڙي خيمه دوزي جي اسبت سان پنهنجي تخلص کي اختيار ڪيو هو. اهڙي طرح صنعت لکي ٿو:-

اي خيمه دوز صنعت بهر خيام دوزت
برتاب از رگِ جان رشته طناب را

صنعت اُستاد جي فيض کان وڏو رتبو حاصل ڪيو، ايتري قدر جو اُستاد سندس سخنوري جو داد هئن ٿو ڏئي:-

به شعر صنعت، صاحب اگر تو دم بزني
بخلق يـاد دهـي معجزهٔ مسيحا را

صنعت، ميرن جي صاحبي جي ختم ٿيڻ کانپوءِ به زنده رهيو. انگريزي حڪومت جي دور ۾، ڌنڌي جي بيقدري جي باعث، پويون وقت گوشه نشيني ۾ گذاريائين. آخري ڏينهن ۾، پيٽ ۾ ڪجهه وٽ هڪ ڦرڙي پيدا ٿي. اُنجا گهڻيئي علاج ٿيا، مگر ڪيس ڪوبه فائدو نه ٿيو ۽ انهيءَ ٿي مرض ۾ وفات ڪيائين. چون ٿا ته بيماري ۾ هيٺيون غزل تصنيف ڪيو هئائين، جنهن ۾ پنهنجي بيماري ڏانهن به اشارو ڪيو اٿس:

ما ئيم فقط عاشق رخ يار وگر هيچ
داريم در آفاق همين كار وگر هيچ

چون به نه شد از مرهم ريش غمت اكنون
الماس نهم بـردل افكار دگر هيچ

موت جي بستري تي به هن غزل جو تڪرار ڪندو رهيو ۽ جان، جان آفرين جي سپرد ڪيائين. سندس وفات جي تاريخ آهي، صفر سنه ۱۲٦٦ هجري.

صنعت جي ڪلام جو گهڻو حصو مست آهي، اگرچ چيو وڃي ٿو ته سندس ڪلام جو ڪجهه حصو زماني جي دستبرد ڪان برباد ٿي ويو. سندس شعر جو پهريون جامع محمد امين فرزند هو، مگر افسوس جو هو عين جواني ۾ فوت ٿي ويو. ڪائنس پوءِ سندس ڀٽي ڀاءُ مرحوم عبدالخالق، جنهنجي استاد شيخ عبدالمجيد وڪيل جي ڪوشش سان هن ڪم کي پورو ڪيو ۽ ديوان طباعت هيٺ اچي ويو. ديوان صنعت، شروع ۾ قصائد سان شروع ٿئي ٿو. هنن قصيدن ۾ سندس هڪ قصيدو، "هفت رنگ" جي عنوان سان مشهور آهي، جنهن کي پڙهندي، سندس نازڪ خيالي جي داد ڏيڻي ٿي پوي. هڪ هنڌ شاعر صبح اڀرڻ جو هيئن ٿو نظارو ڪدي:-

ورد چون شمشير زرين خسروي خاور سفيد
بر زمين سلطان انجم را فتاد افسر سفيد
شد نگون اعلام زنگ از رايت دارائي روم
تاخته فغفور چين بر هند با لشکر سفيد
چون سفيد فيل با زرين عماري شد پديد
مادهٔ فيل سيه بگريخت زين پيکر سفيد

ترجمو- اڀرڻ جي بادشاه، جڏهن سوني تلوار کي ٻاهر ڪڍيو، زمين تي آن وقت ستارن جي سلطان جو افسر ڪري پيو.

حبش جي ملڪ جا جهنڊا، روم جي بادشاه جي جهنڊي ڪان برباد ٿي ويا، چين جي فغفور (بادشاه) جو سفيد لشڪر هند (اونداهي) تي ڊوڙي پيو.

جڏهن سفيد هاٿي، سونهري عماري سان پيدا ٿيو، تڏهن سياه هاٿياڻي، آن سفيد پيڪر کي ڏسي ڀڄي.

هي تصيدو، ستن رنگن ۾ لکيو ويو آهي، جو ته هيءَ جهان ۾ هفت رنگ تي ٻڌل آهي. انجا قافيه سفيد، سرخ، زرد، ڪبود، بنفش ۽ سياه آهن، پوئين بند ۾ هو عالم اسلام تي هئن لڙڪ ڳاڙي ٿو:-

سکه شد اي خسروين غلبۀ ملت سياه
گشت روئي روزگاري شرع اين امت سياه

هن جذبي کي پڙهندي خبر پوي ٿي ته منجهس وحدت قومي جو بي مثل عنصر موجود هو. شايد اهو هڪڙي هجي، جو هن ميرن جي تباهي پنهنجي اکين سان ڏٺي هئي ۽ فرنگي حڪومت جي مخالفن مان هو. تصيدن کانپوء سندس مشهور مسدس اچي ٿي، جا هن ملا اويس جي تتبع ۾ لکي آهي. انجو ابتدائي حصو هن هيٺ ڏيان ٿو:-

علي الصباح چو آفاق گشت نوراني
بر آستان شهنشاه قطب رباني
نهاد خسروي سيارگان پيشاني
پس از اداني سجود و بصد ثنا خواني
بصد نياز بگفتا ز دست حرماني
اغث بايزد يا دستگير جيلاني

ترجمو- صبح جي وقت جڏهن جهان نوراني بڻجي ويو شهنشاه قطب رباني جي دروازي تي ستارن جي بادشاه پنهنجي پيشاني جهڪائي سجدي ۽ ثنا خواني ڪان پوء،
سؤ نياز سان تڪليف جو هٿ ڪئي چيائين پنهنجي فرياد کي پهچ يا دستگير جيلاني.

قصيدن ڪانپوءِ، سندس ديوان شروع ٿئي ٿو. ديوان ڇا آهي، نازڪ خيالي ۽ بلند پروازي جو آئينو آهي. شعر جي مختلف صنعتن تي سندس سخن ڏسي خبر پوي ٿي، ته هو وڏو مضمون آفرين ۽ مشڪل پسند هو. پنهنجي وطن شڪارپور جي هن ٿو تعريف ڪري:-

خوانند هست خبت اکبر شکارپور
وز هشت در هشت نکوتر شکارپور
احرام طوف کعبهء کوئي بتانِ شوخ
بستند حاجيانِ حرم در شکارپور
از قند شهد خند شيرين لبانِ مصر
بےروند کاروان ز شکر شکارپور
صنعت برنگ بلبلِ خوشخوان بوصف يار
آمد بخوش ادائي سخنور شکارپور

سندس فارسي شعر ايتري قدر ته فصيح ۽ شيرين آهي، جو اُن مان انتخاب ڪرڻ ئي مشڪل ٿي پوي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته تغزل جو تاجدار ٿي گذريو آهي.

## صنعت جو سنڌي ڪلام:-

سنڌي ڪلام ۾، سندس تخلص ”عارف“ آهي. سندس سنڌي ڪلام ڪو گهڻو نه آهي، پر جو ڪجهه اڪيو اٿس، اهو به سندس هڪو يادگار آهي. سندس مشهور مثنوي ”ڪريما“ جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي شيخ سعدي سان منسوب ڪيو ويندو آهي، سنڌي ۾ ”ڪريم“ جو ترجمو هڪ ٻي بزرگ به ڪيو آهي، جنهن جو نالو عبدالروف هو. اُن صاحب هيءُ ترجمو سنه ١١٦٨ هه ڌاري پورو ڪيو هو. جنهن پاڻ لکي ٿو:-

الاهي چوي عرض عبدالرؤف — پسڻ پنهنجي جو ڏيو تنهن وقوف
هنا سنهُ يارنهن سئي الهتر — جڏهن هي جڙي نظم آئي نظر (١)

معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ بزرگ، ڪلوڙي (ضلع سکر) جي ڳوٺ جو رهندڙ هو. خدا بهتر ٿو ڄاڻي. "صنعت" جي ڪريما جو سچو ترجمو اسان کي ميسر ٿئي ٿو. ترجمو نهايت سليس ۽ سادگي پريو آهي. ڪوشش ڪئي اٿس ته جيئن اصل مثنوي جو ڪوبه نڪتو رهجي نه وڃي، هي شايد سنڌي شعر ۾ پهرئين مثنوي آهي، جا مڪمل طرح دستياب ٿي آهي، هئن چوڻ لاءِ ته سبب آهي ته ميرن جي حڪومت ۾ سنڌي شاعري، علم عروض واري موزون شاعري کي قبول ڪري ورتو، جنهن جو اثر هاڻي غير فاني آهي، هن هيٺ سعدي جي اصل ۽ عارف جي ترجمي کي نموني طور پيش ڪجي ٿو، جنهن مان معلوم ٿيندو ته سندس ترجمو اصل کي ڪيڏو نه ويجهو آهي -

دلا گر تواضع کني اختيار — شود خلق دنيا ترا دوستدار
تواضع ڪرين دل جي ٿون اختيار — ٿئي خلق جڳ سندءِ دوستدار

هن مثنوي ڪانسواءِ، سندس ڪي سنڌي بيت به يادگار آهن، جي سڀ ناصحانه رنگ ۾ آهن. افسوس جو سندس بيت ٿورا دستياب ٿي سگهيا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا. ممڪن آهي، ته هنن ڪانسواءِ ڪي ٻيا به هجن، جنجو ملڻ هاڻي بيحد مشڪل آهي:

(١)

ڪسندي وير قلوب مان، ڪئي ٻڪري هي پاڪار
ته ڪندا ڪاڏم عمر ۾، جاڻي جيب چمار
پر تن جا کهڙا پار، جي ڪندون ڪاڻن ڪير مان

(١) هڪ وڏيڪ شعر:-
ڏهم ڏينهن ربيع الاخر سندو — هيو وار تڪرار آڇ سندور

هن بيت کي ڏور جو بيت چئجي ته به بجا آهي. حضرت ابراهيم آدهم رحمت الله عليه لاءِ مشهور آهي ته هو هڪ ڏينهن شڪار تي ويو آهي. سندس ٻانهي، بستري جي سجاوٽ کي ڏسي، متاثر ٿي. اتفاقاً حضرت ابراهيم جلدي موٽي آيو ۽ ٻانهيءَ کي پنهنجي بستري تي ليٽيل ڏسي بيحد ناراض ٿيو ۽ هٿ واري لڪڻ سان کيس مارڻ شروع ڪيائين. ٻانهي مار کائيندي رني به ۽ کلي به. حضرت ابراهيم هيءُ ڏسي پنهنجي هٿ کي جهليو ۽ ٻانهيءَ کان پڇيائين ته تنهنجي روئڻ ۽ کلڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ ٻانهيءَ کيس جواب ڏنو ته "سلطان، (۱) هن بستري تي ٿورو دم آرام ورتم ته هيءَ مار پئي اٿم، تڏهن رنيس، پر آءٌ جي هن بستري تي هردم آرام وٺن ٿا، انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو، اُن تي کليس." ڏور جي بيت جو مفهوم آهي ته انجو مطلب ڪنهن واقعي سان تعلق رکي.

(۲)

مصريءَ جي ٻاٽيءَ تي پئي نهايم آڪ
تلخ ميوو انجو، مٺو ٿيو نه سڪ
جنهن جو، جو سرڪ، ڪري ڏيکاري ان کي.

(۳)

پڇيندي پيمڪ کي. وٺي جمار جت
پر جي ليٽڻ کٽا، سي به پٽين پيٽ کي

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته صنعت جتي فارسي زبان جو قادرالڪلام شاعر هو، اتي سنڌي شعر ۾ به کيس ڪافي دست رس هئي.

---

(۱) حضرت ابراهيم آدهم شروع ۾ بلخ جو سلطان هو، جنهن کي پوءِ ترڪ ڪيائين.

## انتخاب

### تواضع

تواضع ڪرين دل جي تون اختيار
ٿئي خلق جڳ جي سندءِ دوستدار

تواضع وڏائي تنهنجو مرتبو
ته جئن سج ڪاڻ چنڊ کي پرنور

تواضع سان ٿي مول جي دوستي
زياده ڪري دوستن دوستي

تواضع ڪري ماڻس کي سرفراز
اميرن جو سينگار آهي نياز

تواضع ڪندو جو هوندو آدمي
جو مردن کي سونهي سدا مردمي

تواضع قبولي سدا هوشمند
رکي شاخ ميوي ڀريل هيٺ ڪنڌ

تواضع وڏائي تنهنجي آبرو
رهين خلد جي جاءِ ۾ سرخرو

تواضع وڏائي سندءِ عزتون
ڏئي جاءِ جنت ۾ ۽ حرمتون

ڪنجي جاءِ جنت جي آهي نياز
رکي ان ڪان توکي خدا سرفراز

تواضع ڪري قدر تنهنجو عيان
معزز دلين ۾ رکي مثل جان

نه ٿيندو تواضع مٿيلي ڪنا
مٿيلو اٿو صاف خبث البنا

تواضع جي عادت رهي جنهن ادا
انهيءَ کي رسي فائدو ابتدا

تواضع ڪري مرد ڪي سر بلند
تواضع ڪندڙ ڪري رب پسند
تواضع ڪري مرد ڪي ڪامران
تواضع آهي سروري جو نشان
تواضع ڪري جو آهي هوشيار
زمين تي جهڪي شاخ ٿي ميويدار
تواضع آهي سر بلندن جو ڀاڱ
تواضع فقيرن اصل برڪ ماڳ

## فضيلت علم

لهي علم کان شرف ٿو آدمي
نه دولت ڪما ۾ نه ڪنهن خادمي
رڳيان علم جي شمع جنهن ٻار ڀاڻ
جو ري علم مشڪل خدا جي سڃاڻ
سياڻو طلبگار ٿئي علم جو
سدا نرخ بالا رهي علم جو
ازل ۾ ڏنيو جنهن سندو بخت يار
طلب علم جي سو ڪندو اختيار

## وفــا

سدا منجهه وفا رهج ثابت قدم
جو سگهي بنا نا هلي ٿو درم
وفا کان م ڦيراءِ تون پنهنجي دل
ته ٿئين ڪين جانب اڳيان تون خجل
وفا وات کان جي نه ڦيرين تون واڳ
اڳيان دشمنن ڀڻ وري تنهنجو ڀاڳ

## ڪوڙ

م ڪر بي وفائي مثال فلڪ
م منهن موڙ محبن ڪان هڪ پلڪ
جدائي آهي دوستي ڪان خطا
ڦٽائڻ محبن سان ابتر وفا
آهي بي وفائي اصل عورتن
ڪوڙ مسڪ يار اخلاق ٻچڙو رڻن
مڄي ڪوڙ جي گفتگو جنهنجي يار
ٿئي ڏينهن محشر ۾ ڪئن رستگار
برو ناهه ڪم ڪوڙ ڏاران ٻيو
ٿئي ڏانءُ ڪر ڪوڙ سان جنهن ڪيو
اداڪم ڳالهاءِ تون ڪنهن سين ڪوڙ
جو ڪوڙي جي منهن ۾ سدا آهه ڌوڙ
ڪري ڪوڙ ماڻهو ڪي ٿو شرمسار
ڪري ڪوڙ ماڻهو ڪي ٿو بيوقار
ڏياري ٿو ڪي ڪوڙ شرمندگي
وڃي عمر ۾ ڪوڙي سندي زندگي
وٺي عار ڪوڙي ڪنان هوشيار
جو ان جي سخن تي نه آهه اعتبار

## دنيا جي بي ثباتي

ڪٿا بادشاهه، شاهه، سلطان چاڻ
ڪٿا ملڪ ولندڙ ڪٿا پهلوان
ڪٿا شوخ شنگوار لشڪر اجاڙ
ڪٿا شير دل مڙس تلوار مار
ڪٿا چند جهڙا صنم سر و قد
ڪٿا مشڪ بو سيج جهڙا بدن

گهڻا خوبرو عمر جا نوجوان
گهڻا گهوٽ گلفام گلشن مڪان

گهڻا ناسوارا گهڻا بهرور
گهڻا سرو قد ۽ گهڻا گل چهر

سندن عمر جو نيٺ ٿيو جامو چاڪ
ويا اوچتي مارجي زير خاڪ

نہ آهي بقا جڳ ڪي حاصل آيا
وڃائج نہ هي عمر غافل ابا

نہ رک دل، جو هي ماڳ آهي فنا
جو ان ۾ رهيو ڪو نہ غم کان بنا

نہ رک دل تون ويران خانہ مٿي
جو خالي نہ ڏسندين بنا غم اتي

دنيا جي چمن ۾ نہ ڇاڏو درخت
جو رهجي ويو ڪانجڻ کان درست

نہ رک جڳ ۾ اي دل ڪوئي اعتماد
رکج عارفا قول سعدي جو ياد

## فارسي ڪلام

### غزل

بجز عشقت بنا شد ياد مارا
بهر آموخت اين استاد مارا

طريقہ مي پرستي را گزيدن
شد از پير مغان ارشاد مارا

شرابي ده ڪہ تا ساز و يڪدم
زقيد اين و آزاد مارا

زدام الفاه غنچہ هر صنعت
فراموشي شده صياد مارا

## غزل

سوئيء گلشن مي کشد دل را صدائي عندليب
وه چه دلکش است صيت دلکشائي عندليب

هست موج رنگ گل زنجير پائي عندليب
نيست در خور دام ديگر از برائي عندليب

گر بجوئيدم به کوئي او مرا خواهند يافت
زانکه در بزم گلستان است جائي عندليب

عاشقان را تا تبسم جان مي بخشد لبش
هست صنعت خندهء گل جانفزائي عندليب

## غزل

هر زمانم بار غم از يار مي بايد کشيد
يار گر اين است غم بسياري بايد کشيد

آدمي کورا بنا شد در عرش سودائي يار
گردنش با ذلتي بردار مي بايد کشيد

چونکه نبود بر مراد کار تو کار فلک
دست خود از دامن هر کارمي بايد کشيد

صنعت ديوانه را نقش خيال صورتش
بر بياض ديدهء خونبارمي بايد کشيد

## غزل

اشک چشم بلبلم هم شبنم روئي گلم
دود آه حسرتم هم پيچ تاب کاکلم

شمع بزم حسن را شوق دل پروانه ام
نو بهار عشق را ساز نوائي بلبلم

محفل احباب غم را مايئہ عشرت منم
ساغرم هم ساغر هم نشئہ رنگين ملم
همچو صنعت نيستم پا بستئہ قيد هوس
عاشق ديوانہ ام دل بستئہ آل ڪا کلم

## فتح فقير

فتح محمد فقير، جنهن کي فتح فقير بہ ڪري ڪوٺيندا آهن، هو اصل ڪکڙ تعلقي جي ڪنهن ڳوٺ جو وينل هو، جتان لڏي اچي حيدرآباد شهر جي "ڦوٽڻ واهہ" جي ڪناري تي شامي اوتارو ٺاٺي وينو، جنهن اوتاري کي اڄ تائين "فتح فقير جو اوتارو" سڏجي ٿو.

"فتح فقير" پنهنجي عقائد موجب "سني" مسلمان هو. پر جٿي تہ ان وقت ميرن جو راڄ هو ۽ هو شيعہ خيالن جا هئا، ان ڪري چرن ٿا تہ سندن دربار ۾ "يارن سڳورن" جي تحقير ٿيندي هئي. جهڙيءَ ريت سيد خير شاہ، سيد ثابت علي شاہ جي هجو ۾ شعر چيو آهي، تهڙيءَ ريت فتح فقير بہ پنهنجي شعر ۾ اهڙن سب و شتم ڪندڙن کي نندبو آهي. سندس مشهور نظم:-

"چارئي سرور سان سونهن چئني جي رک محبت من"

اهڙن خيالن سان ڀرپور آهي. هڪ بند چوي ٿو:-

چارئي دين سندا دربان چارئي عارف سان ايمان
بغض رکي جو بي ايمان احمق پوي سو منجهارمان
شڪ رکي ٿو چو شيطان نيش ٻچيندہ اي نادان
چارئي سرور سان سونهن چئني جي رک، محبت من.

انهن خيالن جي ڪري يقيني طرح فقير کي ميرن جي دشمني خريد ڪرڻي پئي هوندي هو وقت جا حاڪم هئا ۽ هي فقير مگر هو سندن سياست، دولت ۽ حڪومت کان ڪڏهن به مرعوب ڪونه ٿيو. ميرن جي دشمني انهيءَ حد تي وڃي پهتي هئي جو مير نصير خان فقير کي مارائڻ جون ڪوششون ڪيون. چون ٿا هڪ دفعي مذهبي فرقي بازي تي پري دربار ۾ فقير، مير صاحب کي ٽوڪيو. مير صاحب کي فقير صاحب جي هيءَ حالت ناگوار لڳي. اڌيءَ رات جو پنهنجا ماڻهو موڪليائين ته فقير صاحب جو ڪم تمام ڪري اچن. موڪليل ماڻهن ڏٺو ته فقير اڳيئي ڪٺو پيو آهي. ڪٽي سڀي پيئي آهي ته ڪٽي ڏڙ. هيءَ حالت ڏسي، موڪليل ماڻهن اچي مير صاحب کي خبر ڏني ته فقير صاحب جو ڪم پورو ڪري آيا سين. مير صاحب ته مطمئن ٿي ويٺو، مگر صبح ٿيندي ئي فقير صاحب اچي دربار ۾ حاضر ٿيو. هيءَ حالت ڏسي مير صاحب ۽ سندس ماڻهو حيران ٿي ويا. ان کان پوءِ مير صاحب، فقير صاحب جو معتقد ٿي رهيو ۽ سندس لنگر جي رسائي ٿيندي رهي.

پيو وڃي ڏو ته فتح فقير سيد قنبر علي شاهه نالي درويش جو مريد هو، جو ٽٽي کان ويهارو ميل پري درياهه جي پرسان پاڏ نالي ڳوٺ ۾ رهندو هو. هن پنهنجي شعر ۾ هڪ هنڌ پير پاڳاري جي عقيدت جو اعتراف به ڪيو اٿس. چوي ٿو:-

آيو منهنجو پنهل پاڳارو جڙيو منهنجو سيد سوارو

انگريزن جي فتح کان پوءِ فقير صاحب حيدرآباد ڇڏي وڃي پاڏ رهيو، جتي وڏي عمر ۾ سنه ١٢٥٩ هجري ڌاري وفات ڪيائين. فتح فقير با شرع ۽ وڏي درجي جو صاحب هو. هو سڄي عمر مجرد رهيو. سندس شعر ميٺاج وارو ۽ وڻندڙ آهي. ڏاهل سلوڪ جي محفلن ۾ وڏي سڪ سان ڳايو ويندو آهي.

فتح فقير جو ڪلام، اڪثر ڪافين جي صورت ۾ آهي. ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو ته اُن وقت ۾ ڪافي گهڻي ترقي ڪري چڪي هئي، اگرچه مضمون جي لحاظ کان ڪا جدت منجهس نظر نه ٿي اچي ۽ اهي ئي خيال جي متقدمين ۾ شاعرن جا هئا، سي ئي اسان کي ان وقت جي ڪافين ۾ نظر اچن ٿا. فتح فقير، سچل فقير وانگر، پنهنجي ڪلام ۾ شطيحات جون راهون وٺي نه گهڙيون آهن نه وري تصوف کي فلسفه بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، مگر سادي آرزو آهي جا سندس ڪلام ۾ خاص طرح نظر اچي ٿي. فراق ۽ وصال جون ڪهاڻيون ۽ بس سنڌي قصن مان هن سوز ۽ گداز جي مدنظر سسئي پنهون جي قصي کي عمومن پنهنجي ڪافين ۾ استعمال ڪيو آهي. ان قصي جي اوٽ ۾ پنهنجي دل جي ڪيفيت جو اظهار ڪيو اٿس:

جنهن مت موٽي جتڙي اديون سا مت سونڪي نه آئي
واهي آڻ وچ ۾ ڳالهه ڪريان ڪهڙي ڳت

فراق جي اضطراب کي اهڙي ربت اوريو اٿس. ڳالهه ته سسئي جي آهي واقعي هن کي ان ڏکي وقت ۾، جڏهن، پنهون کي پنهنجا پاٿر ڪٺي وڃڻ وارا هئا ڪا سمجهه ٿي نه آئي هئي ته هو ڪاٿس ڏار ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اها مت ڪيس اچي ها ته ڪيس ايڏي مصيبت ۽ تڪليف ۾ اڇوڻي نه پوي ها.

فتح فقير جي ڪلام ۾ نه فقط سادگي آهي، پر سلاست به آهي. هن سلاست ۽ سادگي ۾ درد جو اهڃاڻ صاف نظر اچي ٿو. هن درد جي ڪري ڪيس ڪافي گو شاعرن جي پهرئين طبقي ۾ گهڻي قبوليت حاصل ٿي. افسوس جو سندس ڪلام جو وڏو حصو زماني جي دستبرد کان برباد ٿي چڪو آهي، جيڪو بچيو آهي، اهو غنيمت آهي.

## انتخاب

وَر ڀاروچا وَرُ — نينهن نماڻيءَ کي ماريو

١- اڄا ڪنڌس ڪينڪي — تنهنجو ڄام ڀڄمر
نينهن نماڻيءَ کي ماريو

٢- ڪنديس ڪوهيارل لئي — هاڙهي منجهه حشر
نينهن نماڻيءَ کي ماريو

٣- ايندو ڀاروچو عيد ٿيندي — داد ڪندو دلبر
نينهن نماڻيءَ کي ماريو

٤- فتح ڇوي فراق ۾ — چال وهائي جت
نينهن نماڻيءَ کي ماريو

## ڪافي

جنهن مَت موٽي جت ڙي — اديون سا مَت مونکي نه آئي.

١- وِيهي آڻ وچ ۾ — ڳالهه ڪريان ڪهڙي ڳت
اديون سا مَت مونکي نه آئي.

٢- چرخو چندن عاج جو — پيڙيان ڪهڙي پت
اديون سا مَت مونکي نه آئي.

٣- پنهل ساڻ ڀرت جي — ڀوري ٿئي مون ڀت
اديون سا مَت مونکي نه آئي.

٤- فتح ڇوي فراق ۾ — روئان وِئي رت
اديون سا مَت مونکي نه آئي.

## ڪافي

آهو منهنجو پنهل ڀاڳارو — جڙيو منهنجو سيد سوڀارو

١- آهيريو ڏنر جيڏيون — طرف تنهن تارو
ويلو واڳن وندري — هيئون ويچارو

٢- راتيون ڏينهان رڄ ۾ ڳارڻ ٿيو ڳارو
جبل مٺيءَ جي جوش ڪان ڪڙهي ٿيو ڪارو

- اٿم آري ڄام جو من ۾ مونجهارو
جيڏيون پنهور جتن ري سڄ ٿيو سارو

٤- ڏاڍي ذات جتن جي ڇوڻ ناهه ڇارو
فتح چري فراق ڪان وره ڪيو وارو

## ڪافي

اوهين وڃو سڀ وري مٺي جو محب نه مونيو

١- جتن ڌاران جيڏيون ٿيو پنهور پري

٢- ڪانه هلندي ڪيچ ڏي ساهيڙين سري

٣- ڏونگر سي ڏوريندي يون پنيان جن پري

٤- فتح چوي فراق ۾ ڇا ڪن ڪيس ڄري

## ڪافي

ٻاروچي جي ڪاڻ ٿينديس جبل جوڳياڻي

١- آهٔ ڪنڌي جي ڪاڻ الله ساجن آڻ
ناتي جنهن جي ڪيس نماڻي

٢- نهاريندس نڪري ٻاروچي لاڏاڻ
پنهون تنهنجي ناٺ وڪاڻي

- اديون آري ڄام جي عشق ڪيم اڇاڻ
وڃايم پاڻ سڃاڻي

٤- فتح چوي فراق ۾ آهه روئڻ سان رهاڻ
اديون آن نه ڏلو آرياڻي

## ڪافي

نينهن سڄڻ جي ڪئي نماڻي — ذاتر شال ڏيکاريندو

١- وره وڏي ڪئي دل ويڳاڻي
سالڪ مٺيءَ جو مرض سڃاڻي
ايندو آزار اُاريندو

٢- چاڻ اجهو منهنجو آري آيو
ڪندو هوت ملڻ جو سعيو
قول ڪمل اهي پاڙيندو

٣- آهه آهيان عيين هاڻي
پنهل ايندو پاڻ سڃاڻي
آري ننگ آجاريندو

٤- فتح فراق برهه جو باري
ساجن چڙهي ٿيو آه شڪاري
محبت واريون ماريندو

## ڪافي

تو ڏاران ڇڙ جاني — نينهن ڪنهن سان وري لايان

١- ملهه خريد جتن جي آهيان — پاروچل جي پانهي
سينو تن سان کهڙو ساهيان

٢- اکيون اکين سامهون — هڻن ٿيون ڪجل ڪاني
بت پنهنجو ڪيئن سان بچايان

٣- ڏيهه ڏوريو ڏونگرين — ڪونه ڏٺم تنهنجو ثاني
روح جنهن سان وندرايان

٤- فتح ڦٽ فراق جـــي — ڦٽي ڪڍو آه ڦاني
چاڪ اندر جا روز ڇڪايان

## ڪافي

جيڏيون ساڻ جتن — وري نئون نينهڙو لاڌو مون

١- روئي روئي پاڻ پرين لاءِ — ڏيون ڪيون نيڻن
وندر مونهن وسايو مون

٢- آءُ اصل کان آهيان ٻانهي ٻاروچن
ناتر نام سڏايو مون

٣- هولڊ نه وڇڙيو قافلو سنڌو ڪوهيار
روئي هوت رهايو مون

٤- فتح چوي فضل سان پئي آهه ٻاجهه ٻاجهارن
پنهل پاڻ پسايو مون

### ڪافي

مونتي ٻاجهه ٻاروچا ڪن جيئڙو لاءِ سڪي جن

١- جڙون منهنجي جان تي هنيون هوت هٿن
آڪيڙي انبورن سان ورچيو وچ وچن

٢- عادت عجيبن جي ڪنهنتي ڪهل نه ڪن
ماريو مشتاقن کي پنهون پاڻ ٻڌن.

٣- مون جيءُ ٻيو آه ماري ٻنهل چام ڇپن
ڪوه جيئڻ هي جيڏيون ٻچاڻون ٻرين

٤- فتح سوز فراق جا مرتان چاڪ چڪن
دونهان منهنجي دل تي دکايا دوستن

### ڪافي

منهنجا سڄڻ سانگي وري مان نه ملن
منهنجا سڄڻ سائي من کو ٻيرو ڪن

١- مچ منهنجي من تي ٻاريو ٻاروچن
هي جا باهه برهه جي جاڳائي نه جتن

٢- ڪيم سگ ساجن سون سڪي لاءِ سکن
ويو ٻاروچو نڪري ڏيئي ڏيل ڏکن

٣- تهري ڪان قرب جا هيٺڙي منجهه هرن
صبر سرتيون نا اچي مونکي ڪانءِ گهرن

٤- وساريان نه وسرن ڳالهيون هوتاڻن
ڳڻ پرين جا پل پل مونکي ياد پون

٥- فتح قٿ فراق جا چمنيان تان نه چڪن
هٿان حبيبن جي لوڙي ليک لهن.

# حمل لغاري

سنڌ جو هي باند شاعر، جنهن جي شعر ۽ شاعري کان، سنڌ جو وڏو حصو ناواقف آهي، پنهنجي ڪلام جي خوبين کان زنده جاويد آهي. سون سال ١٩٣٧ع ۾ سندس حياتي جو مختصر احوال سندس ڪلام جي انتخاب سان گڏ ”سنڌو رسالي“ ۾ شايع ٿيڻ لاءِ ڏنو هو، مگر ان ۾ ڪي سطحي غلطيون موجود هيون. حمل جو قدر، جنهن جي هو لائق هو، سنڌ ۾ ته تمام ٿورو ٿيو، مگر هي حقيقت آهي، ته سون بهاولپور رياست ۾ ڏٺو ته هو پنهنجي پرسوز سرائڪي ڏوهيڙن ۽ سي حرفين ڪري گهڻو مشهور آهي.

هير رانجهو جو قصو پنجاب ۾ گهر گهر مشهور آهي ۽ سرائڪي زبان ۾ وڏن وڏن شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي، جيئن ته داموڌر (اڪبر جو همعصر شاعر)، وارث شاه، الله بخش (اعظم جو همعصر شاعر)، الله بخش (راجا رنجيت سنگهه جو درباري شاعر)، مجروح ۽ فرخ ملتاني، ۽ پڻ هير جي عشقيه قصي جون سي حرفيون لکيون آهن، مگر ”حمل“ جي سي حرفيءَ ۾ ڪو پيو لطف آهي، اهي سي حرفيون ۾ آهن ۽ منجهن هير ۽ سندس ماءُ جي گفتگو بيان ٿيل آهي، سچ پڇو ته اها گفتگو ايتريقدر ته درد ۽ سوز سان پرٻل آهي، جو ان جي سامهون وڏن نانڪ نويسن جي ياد وسريو وڃي. ان مان ڪجهه انتخاب طور ڏيان ٿو. جيتوڻيڪ سي حرفيون سرائڪي زبان ۾ آهن، مگر اهي ايتريون ته سليس آهن، جو ان کي هر سنڌي آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو، چوي ٿو:

( الف )

آهُ هيرا گهن مت سهڏي نت

وت ڏيئا رلي رلندي ڙي

چاڪ ڏال تنهنجا وچ چاهه لڳا بد راهه
اتي ڪيون پلندي ڙي
اها ڳالهه تيڏي بد چال والي
قيل قال قبيلي وچ هاندي ڙي
اڄڪلهه متان پيءُ ڪل لاهيئي
ڏس تيغ چو چڪ دي تلندي ڙي

( ب )

هير ٿي جواب ڏي:

بس امان اهين بات ڪنون مثل
وات سڙني ڳهلي ڳالهه تي ڙي
جيڪا رن تيڏا ڪن پري تون
نه ڪُپ ڪڙين تهن خيال تي ڙي
اڃا سر ٿيئي اڃا عقل نه هويئي
هـي هي تيڏي اهين حال تي ڙي
ماءُ اڄ والي عيب ڪج ٿيوي
تون بديان رکمن پيٽي ٻال تي ڙي

( ت )

ماءُ ٿي چوي ٿي:-

نير لڳئي شل هير ڪوئي
وڏا پير پلئي مندي پير ڪنون
پڄ سهر وچين جهنگ چير سدا
تيڪون شڪ نهين نر شير ڪنون
تيڪون پيءُ پراوان دا پؤ نهين
نڪو ڏر تيڪون ڪنهن ڏير ڪنون

لڪ چپ لنگهين جتان ڪپ وڏي
شل ڪپ مرين تنهن گهير ڪنون

( ث )

هيءَ جواب ٿي ڏي:

ثابت گناهه گواهان ٻاجهون
تون تان ناڻ نماڻي دي جهيڙ نهين
ڪنڊي چاڙهه ڪاوڙ دي ڪوپ
اوين سچي سيڙهه والي ڪر وبڙهه نهين
متان ماهي سڻي منجهيان
چوڙ وچي تون ماهي دي منجهيان چڙ نهين
ساڏا چاڪ ساڪون حق پاڪ ويکي
ڪبڙي وانگي نوٽ نبڙ نهين

هيءُ ساهه ۽ ڏيهه جو مزيدار بحث آهي، طعنا تنڪا، ٻٽ پاراتو، ٻنهي ۽ ٻڌيءَ جي چاڻ ۽ سمجهاڻي. منجهانئس اصليت پئي بکي، سچي سي حرفي اهڙين ڳالهين سان ڀرپور آهي. اهوئي سبب آهي، جو حمل جون سي حرفيون زياده مقبول آهن. حمل ذات جو لغاري بروچ هو، جيئن پاڻ هڪ هنڌ چوي ٿو:-

ڪانگل چنج قريب ڪي ڪن ۾ ڳالهه ڳجهي
لڪائج لغاري.چوي ساري مام ٻجهي
اندر مان اجهي، متان ڪڍين ٻاڦ ٻين سان.

هو ڀڙي لغاري ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. سندس جنم جي سال جي ڪا به خبر پئجي ڪانه سگهي آهي، مگر تصنيف مان خبر پوي ٿي ته هو وڏي عمر جو ٿي فوت ٿيو.

چوي ٿو:-

ڪانگل ڇنج قريب ڪي ترت خبر تازي
توبه ڪيم توڙ ڪن مچ الله لڳ آري

ٻيري منجهه پريون ڪيون مونسان مجازي
ٿي رب ڪارڻ راضي، ته حمل له حج ٿئي.

سندس ٻوليءَ تصنيف سي حرفيون آهن، جن مان هڪ مي ڇپائي ۾ چوي ٿو:-

ٻارهن صدي نري هٺ اٺي سٺ بيت جوڙي مٿن ڪتاب ڪيتا

هن جو مطابق آهي ته ١٢٦٠هه ۾ يا ان کان پوءِ فوت ٿيو آهي. هو پارسي زبان جو وڏو ڄاڻو هو. سندس هٿ لکيل هڪ فقه جو ڪتاب "هزار مسائل" منهنجي نظر مان گذريو آهي، جنهن جي خوشخطي عمدن ڪاتبن سان وڃيو ٽڪر کائي.

هن جي اوائل حياتي دنيا جي ڌنڌن ۾ گذري. مگر جواني ۾ محبت جي چاٽ لڳڻ سبب هو سيلاني ٿي رهيو. شڪارپور ۾ گهڻو وقت مقيم رهيو. ان کان پوءِ سنڌ جي گهڻن شهرن ۾ سير ڪندو رهيو. سي حرفين ۽ سرائڪي ڏوهيڙن جي ڪري هو دور دور مشهور ٿي ويو هو. رياست بهاولپور جي حاڪمن، ميرن، سري جي سردارن وٽ ڪيس گهڻو مان ۽ مرتبو هو، عام ته هن کي محبت ۽ عشق جي تصوير سمجهندا هئا. حمل فقير شاعر هو، مگر سٺو ڳائيندڙ به هو. هن جو آواز ماڻهن جي دلين کي مقناطيس وانگر ڇڪي وٺندو هو.

هو پير لنواري جو مريد هو پر ڪيس پير پاڳاري جي گادي واري سان به عقيدت هئي. چوي ٿو:-

مرشد سيڌا پير پاڳارا ڏين سنڌي جنهن سر دستارا
مريد تنهنڌا هيڻ جڳ سارا آل نبي جي سيد سونهارا

هي "سيلاني شاعر" پنهن جي محبت جي ياد ڇڏيون، وڏي عمر ۾ گذاري ويو.

## سنڌس شعر و شاعري

حمل جي شعر تي نظر ڪرڻ سان خبر پوندي ته هو فطرتا شاعر هو، جنهنڪي مادر زاد شاعر (Born poet) چئجي ته به روا آهي. محبت ۽ آن جي منزلن ڪي جنهن طرح هن پنهنجي شعر ۾ قلمبند ڪيو آهي، ان جي تعريف ڪرڻ کان ٻاهر آهي سون جڏهن ڀريائين حمل جو شعر پڙهڻ شروع ڪيو ۽ ان جو ڀريون ات سامهون آيو:-

اڌيون ڙي اڻ جهل اصل يار ته ياروچڪا
جن پيرن تي پوان تن جهليو نه ڏين جهل
ڪوانون ڪاڻ ڪهل، ماريندي معذور ڪي

اڃا اڳتي جڏهن پڙهيم:-

آڌا ڏونگر ڏاڪڙا وڏا جبل جال
نه ڪا وسؤن وات تي نڪا تيل ڇال
چڙهي جبل چوٽ تي زاري ڪري زال
مجذوبن مثال ني هوتن لاءِ حمل چوي.

تڏهن آءٌ حيران رهجي ويس ته سنڌ وارن کان هي "مجذوبن مثال" شاعر ڪيئن وسري ويو آهي. درد الاهي ذات آهي حمل کي اها بخشش روز اول کان عطا ٿيل هئي. سندس سرائڪي شعر ۾ بلا جو درد آهي. سرائڪي زبان جا ٻه شاعر جهڙوڪ "خواجه فريد" چاچڙان شريف وارو ۽ "نوروز" نوآبادي (بهاولپور

رياست) ملتان ڊويزن ۽ رياست بهاولپور پنهنجي پرسوز شعر ڪان گهڻو مشهور آهن. مگر سنڌ جي حمل به ڪين گهٽايو آهي. سندس شعر ۾ جا رواني آهي، سا بيحد ساراهه لائق آهي. سندس هڪ شعر "ايراني ڪيتن" جي طرز تي چيل آهي، ان کي پڙهڻ سان خبر پوي ٿي ته هو ڪيتري قدر نه بلند پايه نظم چوي ٿو:-

ڪٿان شاهه سڪندر دارا ڪٿان نادر تهندا نعرا
ڪٿان نوبت نام نغارا او سڀ وڃا ڳيئي وارا

سٽ ڪر راڻيان رنگ محل
ڪر ڳهن ڪجهه تون نيڪ عمل
اها عمر نه آ نظر سيٺي ول

هي سڄو نظم بيحد دلپزير آهي، جنهن ۾ دنيا جي بي ثباتي جو نقشو مٺي ٻولي ۾ ادا ڪيو اٿس. سرائڪي ڊويزن ۾ ته سندس شعر جي رواني چوٽي تي پهتل آهي. هجو ۽ مذاق جون ڳالهيون نهايت منڙي انداز ۾ ادا ڪيون اٿس. فرمائي ٿو:-

رات ڏينهان هي وات مڪون
ڳالهه تيڏي ڳولنڊي - قسم تو ڊولنڊي
حال ميڏي دل ڳالهه ڳجهي
بي نال نهين ٻولنڊي - قسم تو ڊولنڊي
تانگهه تيڏي من مره ليتا
ڊلڪ تيڏي ڊولنڊي - قسم تو ڊولنڊي
سانگ تيڏي سو ڪانگ اڏائي
تانگهه نهن تولنڊي - قسم تو ڊولنڊي
حمل ڪون هي حب سدا سر
کهول تيڏي کهولنڊي - قسم تو ڊولنڊي

ائين نہ آهي تہ "حمل" جو فقط سرائڪي شعر اعليٰ درجي جو آهي، مگر هيءَ حقيقت آهي تہ سندس سنڌي شعر جي بہ شمس العلما قليچ بيگ مرحوم مختصر مگر جامع تعريف ڪئي آهي. درد ۽ فراق جي نقش ڪڍڻ ۾ ڪيس وڏي اهميت حاصل هئي. هنجي لفظ لفظ مان درد ٿو جهلڪي- هڪ هنڌ "سسئي" جي المناڪ حالت جو نقشو هئن ٿو ڪڍي:

خوشي ۽ ڪيڻ، پنهون وٺي ويو پاڻ سين
هاٺي گهرجي هوت لاءِ فانـــي فوت ٿيڻ
حمل هلي هيڪلي ســـوريءَ ســـر ڏيڻ
جڏيءَ جو جيڻ، ڪونهي جانب ڄٽ ري.

مجاز جي ساڙيندڙ آگ جو نقشو حمل جي زباني پڙهو:-

مونکي ماهُ مجاز- چڻي چيهون تان ڪيو
آيل ڪم نہ اچهي نقو نقل نماز
حمل حبيبن جي رمز ڇپايم راز
الستي آواز- منهن جو چٽ چريو ڪيو.

ساڳيو "شاه پٺاڻي" وارو رنگ پيو جهلڪي ۽ تجلا ڏئي. حمل نہ فقط درد جون ٻوليون ويهي ٻوليون آهن، پر هو بهترين ناصح بہ هو. زماني جي حالتن کان متاثر ٿي هن عجيب نصيحتون ۽ نڪتا بيان ڪيا آهن. ناصحانہ شعر ۾ ڪئي تہ هن اهڙو ڍنگ اختيار ڪيو آهي، جو پڙهندڙ ان کي ڪل ۽ ورونهن جي ڳالهہ سمجهندو، مگر ان ظريفانہ شعر ۾ سندس وٽندڙ نصيحت لڪل ٿئي ٿي- جڻ تہ هڪ هنڌ فارغ البال نوجوان جو نقشو ڪڍيو اٿس:

ڏنگي نور تي ڏنگا پڪا انگاين پنجھ ڇھ چلي
ٻوين ڪڍ تـي وٽ ڏينويندين اتي ٻيچ اولـي

آڪڙ شاڪڙ نال شهردي نُوٽ نرن ڪر تلي
طري چوڙ تڙانتي ڪڙدي گانڍو ڪر ڪر گلي
لک رهئي دي لوڏ ڪرن ني گهروچ نڪر للهي
گهم گهم تي گهر آون سانجهي، پيسا مور نہ پلي
آڳون آکن ڪيا ڪٹ آئين ولدي وات نہ واي
گهر وچ ڪلا بجا ٻاهر شير بهادر ٻاي
حمل جنهن گهر دا حال اهو آک ڪيون گهر هلي

انهي ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ شاہ پٺاڻي، سرمست سچل ۽ روحل کان پوء، حمل سنڌي جي عوامي شاعري کي، جنهن ۾ بيت ۽ دوهيڙا اچي وڃن ٿا، وڏي اوج تي پهچايو، اگرچہ "ڪافي" جي صنف جي طرف گهٽ ڌيان ڏنو. سرائڪي زبان ۾ تہ، هو پنهنجي تخيل ۽ شعر جي ترتيب کان نهايت بلند آهي. منهنجي نظر ۾ سرمست سچل کان پوء، سرائڪي زبان ۾ ٻيو ڪوبہ شاعر سائس بر ميچي نہ ٿو سگهي. تخيل جي بلندي، فڪر جي شگفتگي ۽ زبان جي رواني وٽس عام جام ملي ٿي. دنيا جي بي ثباتي جو نقشو ڪيڏو نہ حسرت ڀريل لفظن ۾ ٿو ڪڍي:-

ڳئي وهي وَل هٿ نہ آسي، ڳئي عمر نہ آندي
هڪ گذري ٻي گذري ويندي، رات ڏينهان پئي جاندي
ساري راتين هڪ ٿي سمهندين، ڏي ڪر ٻانهن سيرا ندي
حمل هڪ ڏينهن نئي پوريسن، چاه ڪلهي تي ڪانڌي.

دوست کي ڏٺي دل نہ ٿي ڀرجي، ان کي نهايت دلڪش انداز ۾ بيان ڪري ٿو، جنهن مان سندس نازڪ خيالي نظر اچي ٿي:-

سؤ سال سڄڻ گڏ نال وهي، تہ ٻي اکيان ڍيک نہ رڄ ديان
پل پل ويک پيارادان آون، ول ول ويکڻ ٻج ديان

لوڪ توڙي لک، ٿو ڪ ڪري، ته ٻي لوڪ ڪنول نا اچ ديان
حمل عشق آسان ڏي ڏيان، ڏم ڏڙم ڏ...الان وڃ ديان

ڪيتري نه صحيح تصوير اشتياق ۽ محبت جي ذوق عشق جي پيدا ڪئي اٿس. ايڏي نازڪ خيالي، سنڌ جي ٻين سرائڪي شاعرن جي شعر ۾ مشڪل سان نظر ايندي

سندي ڪلام ۾ سندس، جدا جدا صنعتون نظر اچن ٿيون، تجنيس تام، جنهن ڪي هاڻي سکڻن جي ڪلام ۾ هنر ٿو سڏجي حمل وٽ عام جام ٿو نظر اچي. هڪ هنڌ چوي ٿو:-

سرها تيل نه سکيا، مارون مير مکڻ
تن جا هٿ حمل چوي، مليا مير مکڻ
سام تنهنجي سومرا، اهي مير مکڻ
ماروءَ مير مکڻ، ڪاڏي شال خطا جو

مختصر ته حمل جو شعر، پنهنجي انداز وڏيون خوبيون رکي ٿو ۽ کيس زنده جاويد رهڻ جو شرف حاصل آهي:-

انتخاب

سُر سسئي

(١)

هانيڻ عشق هروج جي، باه وڏو پرڙي
پاهڻ سڀ پٽي وڃا، پپ، ڪڙيون ڪرڙي
رائي، پٽيءَ روهه جي، پهر وڏس پرڙي
سيني پر-رڙي، حمل وڃي ڏي هوت ڏي

(٢)

ڏيرن جسي ڏمر جا، اڳيئي هـل هنا
اڄ اهيئي آيا، جـــي ڏسي سيڻ سنا
حمل هوتاڻــن جــا، اهـــي ٻير ٻنا
ڪانهي ڪل اها، تہ ڪميڻي سان ڪڻن ڪندا

( )

ور ريءَ آءٌ نہ وران، او ماڻ وريتيون وري وڃو
بلائون ٻـرن جـون، ڏســي ڪينم ڏران،
ڪاڇنديس ڪيچين ڪي، جيڪي ست سران
ملي جي سران، تہ ٿيم حـج حمل چوي

(٤)

آڏا ڏونگـر ڏاڪـــڙا مٿي سنگ سبيل
جن جناور جوءِ ۾ پيا پر پٽون ۾ پيل
پون ڪونہ پرٿ ڪي بنا دوست دليل
اتي رب جليل ـ ميليس هوت حمل چوي

(٥)

ڏونگرڏڪ مَ ڏي آءٌ اڳئي ڏکوئي آهيان،
پاهڻ تو پــرزا ڪيا پٽي پيرن ڪـي
هوتن جا حمل چوي جيءَ ۾ انم جي
سور سليمان سي ـ تہ پڏڻ ساڻ پري وڃين.

(٦)

سڏڪي ۾ سڙي ـ روئي ۾ ربهون ڪري
ڏکيون چاڙهيون ڏونگرن پڌي ڇيله چڙهي
وڏي ڦرب ڪڙي ـ حمل هوتاڻن جي

(٧)

سڏڪو ڪري سڏ - پانهون پاروهي ڏي ڪٺي
آهي ڪين اوهانجي هي ۽ نماٽي ٿڏ
پانهي پاروچا سمجهي، هي ڪولي نهٺي ڪڏ
چير ۾ نا چڙ - حمل چوي هي هڪلي

(٨)

ڊڪي ۽ ڊوڙي، سڏي ۽ سڏڪا پري
پامڻ پور پٽي وڏا ماس رڳون روڙي
حمل هوتن جي وڏي وهمڻ ولوڙي
ڪڙهون ۽ ڪرڙي - وجهي سر پر سر ڏندي ساهون

(٩)

لڪ لنگهون لانگها، اوڪا پنڌ پهاڙ جا
ڏٺي لوھ، لنگهي ويا چٽ پٽ ۾ چانگا
"حمل" هو ته چني هليا سسئي جا سانگا
اڙينگ اڙانگا - اصلئون پار پروڙڪا

هن هيٺ "حمل" پنهون جي وڃڻ کان پوءِ سسئي جي بيقراري ۽ سندس ساهيڙين جو گفتگو ڏني ٿو، جنهن مان اصليت بکي ٿي. حمل جي هن گفتگو جو هر هڪ لفظ املھ ماڻڪ آهي. قديم شاعري جي آخري پيغمبر جو هرهڪ شعر پڙهڻ وٽان آهي:-

(١٠)

آتڻ وڃڻ اڄ ابٽ اولاٽي نڪرو
موڪلاڻي مون ڪنان روئي ڪرڪو رڄ
هي ۽ هي هوت وٺي ويا ڪانڌ مٺي جوڪڄ

هاڻي ھتي حمل چوي ڏار نڪڻ ٿـــي لڳ
تنهن منهن چاڻي ڇڄ، جا ور ريءَ ويس ڪري گهمي.

(١١)

نڏهن ساهڙين سڏڪي ڇهس گهوڙ ما ڳل ڳاڙي
هيءَ هيءَ وڃ مَ هيڪلي سسئي تون ساڙي
هاڻي آڪ حمل چـــوي پهر ڪـــو پاڙي
تہ سيئي سياڙي، توسان هلون هـــوت ڏي.

(١٢)

جي صبح تائين سرتيون ڪهڙي جوش جلي
سسئي ڪي ساٿ وهـــو سورن ســـاٿ سلي
جا هلڻي آهہ هلي- سونسان هيئنر هـــوت ڏي.

(١٣)

تڏهن مڙني ڪي ساٿ ٿي، جڏهن بينن بار اچي
هـــئي آنهن ۾ هيڪلي سسئي ٿـــي سچي
همت ســـاڻ حمل چـــوي هلي روح رچي
قولن جي ڪچي، ڪانہ هلي ڪا ڪيچ ڏي.

(١٤)

تڏهن توڪل سان هلي پـــڏي قصد ڪـر
ڪاهوئين ڪيچ ڏي ڪـــري ســور سـر
ڪهہ ڪان ڪونئرا ٿيا ڏـــوڙا ڏاڪ نڪر
بار لنگهي سا بر، حمل ڳڏ نئي هوت ڪي.

(١٥)

سسئي توڪي سور، جوش جـــيءَ ۾ جت جو
سو پنهون اٿيئي پاڻ ۾ ناحق ڏور مَ ڏور

توکي هت حمل چوي، حاصل هنج حضور
پرٽ اکيون تون پور، تان هوت تنهنجي هنج ۾.

١٦- ڪوٽ نہ ڪا ڪوڪار، نڪي سنج سڏ ڪو
سسئي ويئي سچ ۾ روئي زارون زار
منهن هنيو مونن ۾ ڪيڏي پنهل لئہ پار
حمل چوي هيڪار، هوت اچي مل حب ۾.

## سر ماروئي

١- عمر اباڻي پار ڏي ٿيون وري جام وسون
جهانگيئڙن جون جهنگہ ۾ ٿيون وير وسئون
ويٺيس ڪئين وسون، هن هنڌن منجهہ حمل چوي.

٢- سرها تيل نہ سکيا مارون مور مکڻ
تن جا هٿ حمل چوي مليا مير مکڻ
مارن سان مکڻ، چڏ تون خيال خطا جا.

٣- عمر آباڻي پار ڏي اس پڏن لويون
آئن ٻري پنڌ تان آب پري اويون
ڪري قوت ڪماحتون ساڳ سگر سوبون
پاند پسي پويون، پائن هار حمل چوي.

٤- عمر اباڻي پار ڏي لاک رتيون لويون
سڀي ويئي ساريان لاڪيٽيون لويون
پين پيارن پاڻ ۾ لوٽ اسي لويون
لڄ انهي لويون، هاڻي هت حمل چوي.

٥- الله وڃي آڻ هت ڏاڏاڻي ڏيهہ جو
خوشي جون ڏي خبرون حمل چوي شل هاڻ
آهيان ۾ ٿي ڏينهڙا مارئين منجهہ مهمان
امانت آماڻ، عمر اوڏاهين سوکڙو.

٦- مارن جي منهن لاءِ، سڪي ساري جندڙي
ڪيو منهن ملير ڏي جهليان وطن واءُ
حمل ڇوي هت ماڙ ۾ رهڻ ناهه رواءُ
ڪاڻي قيد الماءُ- وري وبڙهيچن ڏي وڃان.

## هن بيت ۾ آن جي جنس جو ذڪر آهي

"جور" اصلي آهه- "چانور" ڪنديس ڪو نه ڪو
"مهري" ڇاڙهي مارئي عمر ڪئن آندياءِ
"تر" نه لڪنديس نومڻي وهلو ويرِ وراءِ
جن ري ساعت نه سري تو ميان "مانهه" وڌاءِ
"مڱر" مارونڙن تي ڪنهن اوچي ڳالهه ايتاءُ
"گندم" ڏي ڳاريون نه خود خير وڃاءِ
ٻيوس نا تنهنجي ٻاجهه ري ويڙهيچا وينداءِ
ملڪن ۾ مشهور ٿي هي "ساري" ڳالهه سنداءِ
حمل ڇوي هي آزيون ڪي "چونرا" چت لڳاءِ
ڏي سوڪل تان سوني وڃان ميان "مڱ" نه پاءِ
تنهن ڪي تر جو جوڪو ناهه، جنهنجو ٻردو پاڻ ڏٺي رکي.

## سر سهڻي

ساهڙ سورن سان ڏني سرڪي ڪا سڪجي
سا پيئڻ سان پيهي وئي لنو لنو منجهه لڪجي
ڌاڪر تنهن پار ڏي وهان نه رڪجي
منهنجي ٻي مجلس ڪان دل وئي ڏڪجي
حمل حب هڪ جي- رهي آهي روح ۾.
ميءُ سيارو تڙڪي ۾ پون ٿا پارا
سرتيون سڏ ميهاري سٽيو سانپارا
ذم ڏهاڙي ڏڪجي ٻاڙيچن پارا
ٻرزا ڪئي پارا- حمل حب ميهار جي

٣- ساهڙ ڪان سڪ جي ڪا پيتائين پڙي،
ڇڏي هوش حمل چوي لهرين منجهه لڙهي
ڏئي سر سرهي ٿي- سا مرندي ڪين مڙي
ڏهي ڏڌ ڦڙي- ڪا ميهر ڏيندو سوٽ جي.

## سر سارنگ

١- مند ٿي منهل وڇيا ڪڪر ٿيا ڪارا
آيا آتر پار ڏانهن بار پري بارا
مينهن ڪي موڪل ٿي پرور جي پارا
ٿيون نيان نوندريون ڪڙڪا ڪن ڪارا
وسي مينهن وسون ڪيون چوڏس چوڌارا
ڏڪائي جا ڏيرا، ٿيا موني متارا
حمل هر پارا- آهون خبرون خير جون.

٢- مند ٿي منهل وڇيا ٿيو سارنگ سوايو
ڪارو روٽ رم ڪري آترون ٿي آيو
ڪڪر ڪارونيار ڪري بادل بڻايو
ڪوٺيون آچن ڪيڏيون سارنگ رنگ لايو
حمل چوي هر ديس تي واحد وسايو
ٿيو سڪر سٺائو، لٿو ڏرت ڏيهه تان.

٣- آهه ميان سارنگ آهه، عالم تنهنجي آسري
آتر اوپر پار ڏانهن ڪر ڪو سٺائو واهه
ڏيئي هولڳ حمل چوي موني ملڪ وساهه
ڌان بر تر جاهه بجاهه، عالم آسودو ٿئي.

## ڪانگ نامو

١- وڃ سگهو جان واهه، ڪانگل ڇنجهه قريب ڪي
تو ري ڪا ٿئي حمل چوي جيئن مون نه جڳاهه
اچي وري هنڌ وساهه، تو ري سير سچا ٿيا.

٢- منهنجو عرض الله لڳ ڇهنب ڇنجهه جولي
تان بندي ٿي بندگي ڪوندر ڇني مان ڪولي
سڪ تنهنجي سوراخ ڪيا سي ڦقڙ ڏس ڦولي
جيڪي ٻاجهه منجهان ٻولي- سا خبر رسائج خير جي.

-- ڪهه ڪانگل ڪر بات، اڄ عجيب اهڃ جي
آڇي ويهه اڱڻ تي لنو سڀاجهي لات
آڇن هوند حمل چوي اڄ پرين پرڀات
تان ڪالگل تنهنجو وات، مصري سان مڱو ڪريان

٤- ڪالهوڪر هي ڪانءُ، ڻو ڪيانڻو خبر ڏئي
اڄيو ويهي اڱڻ تي ڻو ڪري ڪان ڪان
ٻولي مان ٻروچ چوي سام پروڙي سان
حمل ڏکي ڻو هنيانءُ، آيا ڪي آيا پرانءِ

## متفرقه

١- هيءَ هيءَ هيءَ هاءِ، محبت ويئي ملڪ مان
جتي قرب ڪمال هو آتي لاءِ نه ساءَ
حمل چوي هن ڳالهه جو ڪونهي سڌ سماءَ
ڪو جو وريو واءُ، ماڻهو سڀ مٽجي ويا.

٢- جن ڇيو تي جيءُ، سي اڄ ٻوڏ نه چون ٻاجهه مون
جن ڪارايو ٿي خوشي مان سي ٻاٽي چون نه ٻيءُ
هوڏ هن هونءَ حمل چوي هت حال منهنجو هيءُ
رحم رب ريءَ، ڪير اڄ ڪنهن تي ڪري.

- حمل چوي هن جو ويهي ڪيم ويچار
تان دل لڳي دوستي جو ڇا ملهه آهي مقدار
تان اندر مان عقل ڇيو لقطو هي نروار
جي لڳي ته لک هزار، جي ٽٽي ته ٽڪو ٽي نه لهي.

٤- سڄڻ سڄوڻي سڪ، سڪ ۾ ڳانءُ سڄڻ جو
صورت سڪ سڄڻ جي سڪ ۾ ڪيائين لڪ
ماڪيان مٺي پانيان ٻريان سنڌي پڪ
ھٿاسون ھڪ، پر حسن منجھ جدا ٿيو.

٥- ٻارالي ٻارن مان، ويٺي ڙي ويٺي
گلڊيل ھئي ڪمان ۾ سا پڌري ٿي پيٺي
ڪوڙي لات لباس جي لاٿن تا ليٺي
ڪم لٿي ڪاغذ جيان اھلن اگھيٺي
محبت لڌي ملڪ مان ڏک وٺي ڏيٺي
دوست ڦري دشمن ٿيا جانب ھا جيٺي
حمل ھاڻ ليٺي، ڪنھن ڪي سور سٺائياز.

٦- البيلا اڙٻنگ خوال وڏي مان خان ھٿا
جن ٿي ڪونت ڪڍايا تازي تيز ترنگ
ماري ملڪ مچائيا، جن ويرين پائي ونگ
سھسين ساز سرود ھٿا راڳ رھائيون رنگ
تنجا ھاٿي حمل چوي قبرن منجھ ڪرنگھ
آھي لعل للنگ، ڪائي خاڪ ڦٽا ڪيا.

## غزل

زلف ڏنگا ابرو ڏنگي
گفتار ڏنگي، رفتار ڏنگي
جنھن جا ھولدا ھار ڏنگا
لاچار ھولدي ڪم ڪار ڏنگي
ڪين آھي جاھ جھڳھت
شھر سارا ھر شور شور
جت يار ڏنگو، اغيار ڏنگو
وھنوار ڏنگو، بازار ڏنگي

٢- ڪير ڪنهنجو فرياد مڃي
۽ ڪير ڪنهنجو داد ڪري.
جت سوار ڏنگو، سالار ڏنگو
دستار ڏنگي تلوار ڏنگي

٣- ڪٿي اچي ڪم وس تنن کان
سخن سچو رک هوش حمل
جت مختار ڏنگو عملدار ڏنگو
ڪوٽوار ڏنگو، سرڪار ڏنگي

## ڪافي

آيل موٽ ـوٽ آءُ، منهنجي ماءُ
توسان ڳرهيان ڳالهڙيون

١- متي هيڙس سيج تي ڏنـــو سور سماءُ
توسان ڳرهيان ڳالهڙيون

٢- ڏونـگر ڏورڻ آئيو جيڏيون جتن لاءِ
توسان ڳرهيان ڳالهڙيون

- پاڻي پانـد ڳچيءَ ۾ هلان هوت وراءُ
توسان ڳرهيان ڳالهڙيون

٤- پانهپ ريءَ پروچ سان حمل حج نه ڪاءُ
توسان ڳرهيان ڳالهڙيون

## محمد صديق سومرو

محمد صديق فقير، جنهن کي صادق فقير به سڏيندا آهن، هڪ چڱو درويش ٿي گذريو آهي. هو ذات جو سومرو هو ۽

ڏوري ناري جو رهندڙ هو. "صديق فقير" قلندر رضه الله جو مريد هو، جو ان وقت جهوڪ ميرانپور ۾ شاهه عنايت‌الله صوفي جي مسند تي ويٺل هو. مرشد جو مٿس ڏاڍو راز هو ۽ قلندر جي ناميارن خليفن مان هو. صديق فقير ميرن جي صاحبي سڄي ڏٺي. ميرن جي آخري دور ۾، هو هڪ مظلوم عورت جي فرياد تي، جنهن کي ميرن کان پورو داد نه مليو هو، ڪانئن گهڻو رنجيده رهيو. ايستائين، جو کين بددعا ڏيندي هيئن فرمايائين:-

پورا اچي پيل، ساري سنڌ صديق چئي
ٻاروچاڻي ٻيل، ٻڏي نه ٻڏي جهڙي.

فقير جي بددعا اثر ڪيو ۽ جلدئي ميرن جي صاحبي به ختم ٿي ويئي. صديق فقير به جلدئي وفات ڪئي. سندس تربت ڏوري ناري ۾ آهي، جتي سال بسال وڏو ميلو لڳندو آهي

صديق فقير جي بيتن جو هڪ ڪتاب آهي، جنهن کي "صديق فقير" جو رسالو سڏيندا آهن. ان رسالي ۾ گهڻا بيت "شاهه پڻائي" جا ۽ ٻين سگهڙ شاعرن جا ڏنل آهن، ۽ بقول مصنف ادبي تاريخ سنڌ:-

"رسالي جا ٻنا نالي ڏوهيڙا، جن مان گهڻو انداز شاهه جي رسالي ۾ ڏنل آهي ۽ ٻين شاعرن جي نالي وارا ڏوهيڙا ڪڍي ڇڏبا ته باقي صديق فقير جي نالن وارن ڏوهيڙن جو انداز تمام ٿورڙو وڃي بچندو."

انهيءَ ڪري مون "رسالہ صديق" جي انتخاب کي ڇڏي ڏيڻ چڱو سمجهيو. مگر هاڻي گهڻي جستجو کان پوءِ "صديق فقير" جي هڪ تصنيف "دردنامو" نظر مان گذريو، جنهن ۾ شاعر جو

صحيح ڪلام موجود آھي. ”دردنامو“* جو جامع ”فقير نوراللهہ“ ڀوڪ ميرانپور جو طالب ھو، جو صديق فقير جو ھمعصر ھو. ڪتاب صوفيانہ تعليم سان معمور آھي ۽ نھايت محنت سان تيار ڪيل آھي. ھرھڪ صوفيانہ نڪتي بيان ڪرڻ کان پوءِ ”صديق“ فقير جا بيت ڏنا ويا آھن. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ جامع ھيٺيون مختصر تعارف اصلي مصنف ۽ ڪتاب جي لاءِ ڏئي ٿو:-

ھي رسالو ”دردنامو“ مرشد حضرت مخدوم فضل الله شاھ قلندر صوفي، القادري جي خليفہ صديق شاھ، جنھن جو نالو محمد صديق فقير سومرو ھو، جيڪي ڏيک ڏنا ۽ عروج ۽ نزول جي مقامن ۾ غيب ڏنا، ۽ ٻيا ڪي نڪتا وحدت جا نصيحت سان پريل پنھنجي حال جا تي ڏنا، سي مٿئين حضور جي روبرو بيان ٿي ڪيائين. اھڙن مان جي مرشد جي نظر ۾ قبول ٿي پيا، ۽ انھيءَ وقت ۾ جيڪي لفظ انھيءَ حال موجب حضرت صاحب جن پنھنجي زبان مبارڪ سان ٿي فرمايا، سي سڀ جنسي سال ١٢٢٤ ھجري ۾ ٻين خليفن جدا جدا ڪاغذن تي لکي ٿي رکيا. تنھن کان پوءِ ھن شائق نورالله صوفي انھيءَ ڪلامن کي گڏ ڪري گھٽ وڌ لفظ پنھنجي حوصلي موجب لکي سال ١٢٢٦ ھجريءَ ۾ رسالو جوڙيو.“

مٿئين بيان مان خبر پوندي تہ ”دردنامو“ ۾ جي بيت صديق فقير جا جمع ٿيل آھن، سي قلندر فضل الله صاحب جو انتخاب ٿيل آھي ۽ ھت اھوئي انتخاب ڏجي ٿو.

صديق فقير جو ڪلام صوفيانہ نڪتن جو حامل آھي. وحدت الوجود جو نقش جو تصوف جي اندر گھرو ٿي چڪو، ان جي اکيون پوئيل تقليد بہ صديق فقير جي ڪلام ۾ نظر ٿي اچي.

* ھي ڪتاب ميان غلام علي مسرور کان مليو.

ان جو وڏو سبب هيءَ آهي ته هو ان بزرگ جي طريقي ۾ ارادت رکندڙ هو، جنهن جي چشمي جي آبياري، فقط وحدت الوجود جي نظريه کان ٿي ٿي هئي. جنهن نظريه جي وسعت پنهنجي اندر وڌندي وڌندي وڃي ڳجهارت جي منزل تي پهتي هئي. مثال طور:-

الله ڇڏيائون اوري، پرانهون پنڌ پيا،
بنا ناسي سپرين، اجا ڪي پيا،
واڪيندا ويا، صادق پڌيو سندرا.

مٿئين بيت تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته جيڪڏهن ان کي ڪو گهٽ علم ۽ سطحي خيال وارو پڙهندو ته يقيناً گمراهيءَ جي غار ۾ وڃي پوندو، جيئن ڪيئي پنگوڙا، پنگ جي پيالي ڪي پي، الله تعاليٰ جي شان ۾ پنهنجي بيوقوفي ۽ جهل جو اظهار ڪندا آهن ۽ اهڙا بيت سند جي طور ڪم آڻيندا آهن. حقيقت ۾ صديق فقير، هن بيت جي اندر، "فنافي المرشد" جي رنگ ۾ نظر اچي ٿو. خدا جي ذات ته پنهنجي جاءِ تي اٹل آهي، مگر ان جي ذات کي سڃاڻڻ وارا ڪي پيا آهن، صوفين وٽ انهن جي حڪم جي تعميل، الله جي حڪم کان وڌيڪ رتبو رکندڙ آهي، ڇو ته اهي سمجهن ٿا ته انسان ذات کي خدا جي ذات سان سڃاڻڻ جو فرض ادا ڪن ٿا. اهي اهي شخصيتون آهن، جن پنهنجي نالي (هستي) کي نفي ۾ آڻي ڇڏيو. اهي جي نفعي جي اندر آيا، انهن وٽ پنهنجي رهبر جي رهبريءَ کان سواءِ، ٻي شيءِ ئي ڪانه رهي ٿي. مگر سوال آهي ته اهڙي ڳجهارتن ڀري شاعريءَ کان عوام کي ڪهڙو فائدو پهچي سگهي ٿو؟ ٻئي صوفي شاعرن جي ڪلام ۾، جتي اهڙيون مونجهاري پيدا ڪندڙ حقيقتون موجود آهن، اتي وحدانيت ۽ رسالت جو به ڪليل لفظن ۾ اقرار آهي. جيئن صديق فقير چئي ٿو:-

(۱)

نالي ۾ نالـــو ٿيا، ٻرين سي ٻسن،
آهي احديت تن، جي واحدئون واحد ٿيا.

(۲)

احد ان اڳي جو هئو، سو سڀ هئڻ سندوس
پسڻ منجهان پڌرو، نبي نور ڪيوس
مظهر صفت ٿيوس، هرڪا قدرت ان جي.

هنن متضاد حالتن کي ڏسي، هڪ بي ريا نقاد، هن راءِ تي ايندو ته، اهڙن صوفين وٽ يا ته فڪر جي ڪا به يڪسانيت موجود نه هئي، يا ته پنهنجي حال کان مطمئن نه هئا، جنهنڪري وٽن، فقط هڪ مجذوبي ڪشمڪش هئي، جنهن تي ڪو به اعتبار ڪري نٿو سگهجي. (۱) سندن منزل يا مقصود ڪهڙو هو، اهو اهڙين حقيقتن سان ڍڪجي وڃي ٿو ۽ سندن ڪلام، عوام وٽ تخييل ۽ فڪر جي صحت پيدا ڪرڻ بدران، گمراهيءَ جي بيماري پيدا ڪري وجهي ٿو. بهرحال تصوف جون هي حقيقتون، ان وقت

(۱) هڪ روايت آهي ته هڪ ڀيري، سچل فقير جي هيءَ ڪافي صديق فقير ٻڌي:-

آءٌ نه ڄاڻان ذات، ڪو مونهون مون سمجهائي.

صديق فقير جواب ڏياري مڪس:-

عبـده، و رسولـــه، آهــه اصلئون ذات
ٻي نه ٻولج ٻات، آهين ٻانهي ٻاروچـل جي.

هيءَ آهن متضاد حقيقتون! والله اعلم بالصواب.

ڪان، جڏهن ان فلسفي ڀڄڻ جون ڪوششون ڪيون آهن، هميشه ڦٽڻي ۾ لاديني جو دروازو کوليندو رهيون آهن.

منهنجي نظر ڪان، راءِ ڏياچ جو قصو گذريو آهي، جنهن ۾ صديق فقير جا ٻه ڪي بيت موجود آهن. اهي ٻارهن راتين جي سلسلي ۾ آهن، جن ۾ راءِ ۽ ٻيجل جي گفتگو آهي، مثلاً:-

ڇهين رات ڇڪائيو، سالڪ سوري ساز
ڳايائين ڳڙهه گرنار ۾، تنهنجي آوه ڪيو آواز
صلاح سان صادق چوي، راجا ميچ تون راز
ته دائم رهين دمساز، داور جي دربار ۾.

خدا بهتر ڄاڻو چاڻي ته هي بيت صديق فقير جا آهن به يا نه؟

## انتخاب

(١)

هو جي ڏورا سڄڻين، سي مون ڀانيان سور،
پهتيس تا نه پور، گهڙيا گهٽيندي تن جا.

(٢)

روئي ريجهائيج، گهڄيون گهر هي ڳالهيون،
پهت سان پهائيج، ليلان ڀنهنجي ڪانڌ کي.

( )

مون ڀانيو مون ساڻ، ساعت نه ويندا سپرين،
مادر هئا مهربان، موت ويسلي وڃائيا.

(٤)

چنيسر سان چاڳ، ڪئي تنهنجي ڪانهه سري،
لا ۾ لڪي وڃ تون، هو ڪي حل ڪري،
سر تي پير ڏري، هار وڃاءِ هڻ جو.

(٥)

شڪاري شعور سين، ڪوڙيــن هٿا ڪي،
سچائي صورت ڪــي، وسهي ويٺا ســي،
ڪنيائون الفـ ـنـي، عنقا آنڊئون ڪينڪي.

(٦)

سي ويري نہ واهرو، جي مان پانيان مٽ،
ســورن سندي سٽ، پاٺان پاڙهــي هليا.

(٧)

شڪاري شڪار ۾، پـــاڻ وڃائـــي ڏيهہ
مري مــل مقصود ڪـــي، عنقا اهـــڙو ڏيهہ
سمجهي جو ماڻيهہ انان ڪيئي شڪاري آئيا.

(٨)

وعدو وس ڏينهن، جي مون مارن سان ڪيا
ڪنڪن منجهہ هنيين، پاٺان ٿون نـ پڌرا.

(٩)

ولوڙي مٽ مان، ڪنهن جو ڪيف ڪڍيو
تــوري تــرازو سيــن صورت منجهہ سڃيو
مٽ جو مثل نہ جڙي هو ڪو قطرو ڪوثر جو
مي جو ملهہ نہ ڪو، سر ڏان ڪاني ڪاڻ ۾

(١٠)

ويا جي وجود ڪان، تن ڪانهي قالب ڪاڻ
تون هت پسين ماڻ، هو الستون اڳي ٿيا.

(١١)

صورت ۾ انهيءَ شيخ ڪي معني مڙيوئي
ڏيو ثابت سڀوئي، حق حقيقت جنهن ڪان.

(١٢)

مڙيوئي منهن ڏيو، هان ڏيو حيران
جوڳي سندي جوءِ ۾ سڀوئي سبحان
ڪعبو ۽ قرآن، ڪيڏهان ايئي نيئيان.

(١٣)

معني مٿل نه جڙي، عجب آهيم ايءَ
ڏسيو ڏسان نه سڀرين جالي ڀيو جيءَ
هاڻي ويو هيءَ، هو ۽ ڻ ويو هن ڪان.

(١٤)

سارنگ سڪي وچ ڪي، وچ وسي منجهه ڪين
تا سڪ سنيها ڏين، ٻرين ڀاڻ لڪائيو

(١٥)

وڇون وسن هيئيون، پريان پنڌ پري
سو ڪڙڪا ٿو ڪري، ڪڪر جو ڪپار ۾.

(١٦)

سو سڀوئي سبحان، جو تو جٽ ته چاتو
عقل سين الله ڏي پير نه ڪنهن پاتو
سندو نبهن ناتو، پوريءَ ڪي پاڳي ڀيو.

(١٧)

ڪڏهن ڪڏهن ڪاپري، دن ڪتن ۾ ڪاڻ
اچيو چون اپوجهه ڪي ته هيءَ ست مڪنج ساڻ
هي هي منهنجو هاڻ ته ڪنهن پر ڪانهو اگهئي

(١٨)

ترها توکـي تــار ۾ اـڏي وڏو ڪن
ڪٽي تنهنجا سـڀريـن ڪٽي تنهنجا پـن
ذوقئون جوڙيو جن، تن ڪيئن وئين وسري.

(١٩)

تـ ۔ مٿي هيم سـپرين، جن وڏم هٿ آئـي
پاڙون ان جـدا ٿيا، جيئن جيئن تڪ تاڻي
انهيءَ لئي هاڻي، ٿو تران ڪن ڪپن تي

(٢٠)

ساڪن هٿا سير ۾، ڪنهڙا گل ڪي ڪي
سڀ ساريڪا سائر ڪـي تڪ تاڻيو ٿـي تي
پيں، بهڻ ڪــي، جـن وس ويچارن چڙيو.

(٢١)

مارياٺون منصور ڪـــي ڏـي چياٺون پاڻ
هي هي ڪوني هاڻ، هيءَ پروڙي ڳالهڙي

(٢٢)

احدان اڳـي سا هئي، سوڏي ســا صفت
اها اشـارت، ســانـيڻ گهـٽـو ســتري.

(٢٣)

احدان اڳ۔ جو هئو، سو سڀ هڻڻ سندوس
پسڻ منجهان پـدرو نـبـي نـور ڪيوس
مظهر صفت ٿيوس، هرڪا قـدرت ان جـي.

(٢٤)

نالـي ۾ نالـو ذـيـا، پرـن ســي پـســن
آهي احديت تن، جي واحدئون واحـد ٿيا.

(٢٥)

جڙيو آهه جهان ۾، آدم اجا هير
قادر ڪن نيڪرن سين، نڪا ويل نه وير
پرتئون ڪٿج پير، سناسي صدق سين.

(٢٦)

سمهي سمهي مگڻا، اچا اڏون هير
نياڳا ننڊون ڪرين، ڏکها ڪيو پير
وڏيءَ ڪنهن وير، مڱي ويا مگڻا.

(٢٧)

مومل مٽي مڻڌرا، مٽي ڪو سلام
ٻگس سڪ صديق چوي آيس نه آرام
ڪڻل ڪي ڪلام، موٽي آيس منهن ۾.

(٢٨)

صوفي منين ۾ آڳرو، ٻيا مڙوئي پوءِ،
جهڙي صفائي صوفيءَ ڪي، تهڙي ٻي نه هوءِ.

(٢٩)

ويا جي وجود ڪان، قالب ڪانهي ڪاڻ،
توڙن هت پسين هاڻ، هو الستون اڳي ٿيا.

## ڪافي

ٻاروچي جي ٻولي مٺي مان سڳهي ٿيان

١- واڪا ڪندي جا وئي لڪر ڪان ٽولي.
٢- آهيان آري جام جي گولن جي گولي.
٣- روئي رنگينڊيس رت ۾ مٿن مان چولي.
٤- صادق انهيءَ سوري جي لنو لنو ۾ لولي.

## ڪافي

ٻورهوت ٿـــي ٻاٿي ڀريان جي مون ٻورهيت ڪن.

١- سر ڪي ڪريـــان سيٿهون ٻيو ڏيئـــي ٻن.

٢- ساهه ٻـــه ڪريـــان صدقو مـٿـــان پرين.

٣- ڌوري ٻـــوڙان نه آنجي جيءُ جياپو جن.

٤- اهــــڙا حـــال هلن جي صادق سي سڄن.

## مراد فقير

مراد فقير ڪنڊڙي جي صوفي رض. مائٿ مان وڏي معام جو صوفي ۽ شاه تي گذريو آهي. هو روحل صوفي جو سلسلي ۾ مريد هو. فقير مراد نه فقط سندس مريد هو، پر سندس همشيره فقير روحل جي نڪاح ۾ هئي، جنهن ڪري هو سندس عزيز به هو. روحل صوفي کي ان بي بي مان ٻه پٽ ٿيا. هڪ جو نالو خدابخش ۽ ٻي جو درياخان هو.

مراد فقير، روحل فقير سان گڏ، پنهنجي حياتي جو گهڻو وقت، ٿر جي حصي ۾ گذريو. پدمات جو پٽ آن طرف مشهور آهي، جتي روحل فقير گهڻائي مجاهدا ۽ رياضتون ڪيون هيون. مراد به ان پٽ ۾ رهي، مرشد جي گهڻي خدمت ڪئي جيئن چوي ٿو:-

"ور ٻسي ٻـدمـــات جـــو، ٻـــن هٽج هالار
جي هو ون هيڪاندا يار، ته ڏکيا ڏينهن نه ساريان

سنڌ جي طوائف الملوڪي جو دور، مراد پنهنجي اکين سان ڏٺو مدد خان پٺاڻ جي مصيبت جا سنڌ جي مٿان اچي ڪڙڪي هئي، انجي شڪايت پنهنجي شعر ۾ "هيئن ٿو ڪري:

"ماري مدد ڪون دور ڪرو،
چوڙ وڃي ملڪ نه ريد ميان"

ڪلهوڙن جي حڪومت جي تباهي ڪانپوءِ، جڏهن سنڌ جي حڪومت ميرن جي قبضي ۾ آئي، تڏهن روحل فقير، خيرپور جي حاڪم، مير سهراب خان جي خواهش موجب، اچي ڪوٽ ڏيجي جي ڀرسان، ڪوٽڙي نالي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. ان وقت مراد به صوفيءَ سان ساڻ هو. ڪوٽڙي ۾ صوفي کي ميرن جي طرفان ڪيتريون ئي زمينون سندس لنگر جي خرچ لاءِ مليون. مراد فقير مير صاحبن جي انهيءَ سلوڪ کان بيحد متاثر رهيو. پنهنجي شعر ۾ ميرن جي صاحبي جي هئڻ تو ساراهه ڪري:-

باري پروردگار، ڪيو وڻ ڪامل ڪڪاڙين جو
ٽاريون ٽالهن جون ٽيڙيون باغ و بهار
سي مرڪن شال مراد چوي سنڌ صوبا سردار
جن کي ڏلو ڏيهه ڏاتار - مرڪائن خان خوشي سان

ان وقت ڏاري ڪوٽڙي جي لڳ هڪ سيد نالي شڪر شاهه رهندو هو. ان فقيرن جي وڌندڙ ترقي کي سهٺو نه سمجهي، فقيرن جي رنجائڻ جي ڀوڻتان اچي بيو هن کي ڀيو. ته وجهه ڪونه ملي سگهيو، پر پنهنجي مريدن جي همراهي سان فقيرن جي زمينن تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيائين. مراد فقير کي هي ڳالهه نه وڻي، ۽ هن چاهيو ته "شڪر شاهه" کي پنهنجي ڪئي جو بدلو ڏجي مگر انجي ڪٺڪ روحل صوفي کي پهچي وئي، جنهن مراد فقير کي اهڙي قدم کڻڻ کان روڪيو ۽ هدايت ڪيائينس ته، "وڙهه نه ڪنهن سان، نفس پنهنجي ساڻ وڙهه". مريد مرشد جو چوڻ دل سان اهڙو ته هنڊايو جو هن واقعي کان ٿورو پوءِ وفات ڪري ويو. مراد فقير، روحل صوفي جي زندگي ۾ ئي جهان فاني کان لاڏاڻو ڪيو. سندس عمر ۵۷-۵۸ ورهين جي لڳ ڀڳ هئي. کيس ڪوٽڙي ۾ ئي دفن ڪيائون.

## سندس شاعري

مراد پنهنجي دور جو بلند درجي جو شاعر ٿي گذريو آهي

هو پارسي ۽ هندي جو وڏو ڄاڻو هو. پارسي ۾ سندس مڪمل ديوان آهي، جنهن ۾ تصوف جي باريڪ نڪتن جي گهڻي اظهار ڪئي اٿس "هندي شاعري" ۾ هو پيش رو "روحل فقير" کان ڪنهن به ريت گهٽ نه هو. هندو هندي شعر به پارسي شعر وانگر گهڻو لذيذ آهي.

"سنڌي" ۽ "سرائڪي" ۾ سندس گهڻو ونندڙ شعر موجود آهي، جو گهڻو ڪري تصوف جي سمجهاڻين سان ڀريل آهي. "سنڌي بيت" اخلاقي رمزن سان ڀريل ۽ نهايت فصيح آهن. ڪنڊڙي جي شاعرن ۾ مراد جو درجو گهڻو بلند آهي. هن هيٺ انتخاب ڏنو وڃي ٿو، جنهن سان خبر پوندي ته ڪيتري قدر نه هو عالي ظرف انسان هو.

## انتخاب

### (پارسي)

١. ساقيا ده شراب ناب مرا — که بر آرد همه حجاب مرا
گرچه ام الخبائث ميخوانند — نيست ازين صواب مرا
بطبيب عشق درد خود گفتم — "مي خور" گفت در جواب مرا
در ره عشق به سبکساري — با سر کرد اضطراب مرا
گر رود سر "مراد" رفتن ده — نيست پرواچنين حساب مرا

٢. به ليرو ئي قدرت چه صنعت کري
که کس را نباشد بتو همسري
قلم قدرت حق نقش بستم بر آب
تو بي مثل صورت جهان آفري
ز پشت آوري نطفه در شکم
تو آن نطفه را در شکم پروري
که پيش از تولد شدن آن بسر

ز خون بہ پستان تو شير آوري
چون پرورد شد بچہ با عزو ناز
نهي در دلش نور دانشوري
بلطف تو چون در بلاغت رسيد
بروني ز ينش دهي سروري
چو از خود دهد رزق رازق "مراد"
تو از بهر روزي چہ غم ميخوري
۰۳ قدر خود را چرا نمي داني
ذات قدسي كمال انساني
خود پرستي مكن كہ خود بيني
كار كفر است در مسلماني
از خضر آب زندگي نہ طلب
كہ تو سر چشمہ آب حيواني
كنج عزلت گزين كہ خواهي يافت
در گدائي "مراد" سلطاني

## رباعيات

عشق در دل چو چشمہ آب حيات
ميخورد خضر وقت در ظلمات
عشق عيسي دم است روح الامين
بل "مراد" عشق قاضي الحاجات
۰۶ آب و آتش، بادو خاک از كہ زاد
در طبع آن اختلاف چون فتاد
جوهر اندر جسم آمد ازچہ سود
باز گشتن اوچہ بود حاصل مراد.

## هندي شبد

عالي موري پيا ڪون سنيهو جا ڪهيو
کيون نهين آنا لم ڪاهي ڪو بيٺه رهيو
هم تو تمهاري چيري- ڪاري نه کرتا ميري
بالم پرديس جاڪي ميري- سده کيون نه لهيو
وينتي کرون توهي- موهن ملادو موهي
پل پل چائون تو پي- ويکهه مکهه ڏنيو
هس هس گره لگائون- من ڪي مراد پائون
جب ملي دک ڀنجن- سندر ڪنٺيو.

## "سنڌي"

### تصوف بابت

١- سانين سڪ مراد چوي جا پرپتنگن
اچن اجل سامهان سر جو سانگ نه ڪن
جن ڪي موت مشاهدو سي رتي ڪين رهن
ساعت سي نه سهن، پاڻ برابر پر جي.
٢- جسي پسارين ته پار، اندر باهه ٻره جي
مٿي مچ مراد چوي ڪئي پتنگن پچار
ته جيٺري جالب نه مڙي تونڙي حيلا ڪري هزار
دوسائي دربار- تا مٺا ڪن مشاهدا.
٣- جي اچين ته اچ، اٿي اچ مراد مشاهدو
ٿي پرواني جئن، رنگ پريان جي رچ
پسي موت م مچ، اٿي سر جي سٽي سپرين.
٤- جي اچين ته آءُ، اٿي اچ مراد مشاهدو
ٿيءُ تون پرواني جئن مٿي عشق آگاهُ
ترس پسي م ناءُ، اٿي سر جي سٽي سپرين.

٥- جي تون عاشق آهين ته وڃي سور وهاءِ
سدا سڪ ٻرين جي اندر روح رهاءِ
اکين منجهہ مراد چوي ڪر جانب جي جاءِ
پلپل ۾ تون پاءِ، سرمون سپرين جو.

٦- جي تو سچي ساهہ، آهي سڪ ٻرين جي
نہ مڙج ۾ ملامت کان هي رهبر اٿيئي راهہ
ٻڌي ٻوڙو ٿي، تون ڪنهين وجهہ ڪپاهہ
ڪچ ڪنهين سان ڪينڪي جا وٺين -ا واهہ
جو صبر ريءَ صلاح، ٻي ڪانهي سور مراد چوي.

٧- مٿن جي، مت "مراد" چوي تون هنئين هڏ ۾ آڻ
سو نڪر نوڪي چڏ تون جنهن پانهي پيڙو پاڻ
تہ ڪنير ڪچن ساڻ، توکي ٻيهر ٻاري ڪينڪي.

٨- مٿن جي مت مراد چوي هئين آڻ ۾ هڏ
پانهو پيچ پرم جو هي نڪر نوکي چڏ
تہ ڪنير ڪچن گڏ، تـوکي ٻيهر ٻاري ڪينڪي.

٩- هڪ وار نہ ڏٺيءِ يار، جو تو واهون ڪرين وصال جون
ڪرِ نہ قطري جيترو دل اندر ديدار
لافون اگيان لوڪ جي تو هڻين لک هزار
لعنت الله علي الڪاذبين هي ڪوڙن سين ڪار
پڇيئي تہ پاڙ نہ تہ مٺي ماٺ مراد چوي.

١٠- دنيا ڪارڻ دين کي، تو ورسيو وسارين
ڪٿي بازي بالورا هٿين تـو هارين
ماري من مراد چوي، جي وحدت ڏي وارين
تہ هولد جاڏي نهارين، تاڏي سڄڻ ٻسين سا-ڀون.

١١- ڪهڙي ڪهي سيڪو، ٻر رهڻي ڪين رهن
ذات نہ پرجهن پالهنجي ٿا ٻڌيو بات ٻڪن

سي من ميرا مراد چوي لڪا ڪين لڪن
نوڙي ڪوڙي مکر ڪن، تان بي هارين آهن پڌرا.

١١- جنکي عشق جاڳائيو، سي نيڻ ننڊون نہ ڪن
بي پيالا پر ٿيا هٿئون حبيبن
صورت سڄڻين جي اٿئي ڀهر پسن
مراد مرادون تن، ڀيرَ گڏي پوريون ٿيون.

## سر سهڻي

١- جنهن کي عشق اُٿاريو سا سانگو ڪري نہ ساهہ
موڙ تنهن کي مهٽو پسي دور درياهہ
جهلي رهي نہ جهول ۾ ڏي لهرين مٿي لاهہ
ساهڙ جي صلاح، وڃي ملي منڌ مراد چوي.

٢- هن مٿي ندي مهراڻ جو ڪو آر نہ پار
لهرين ليکو ناهڪو اونهو جت اڇهار
هن تاري کي تار ۾ جنهن تارين تڻ ڌار
منهنجي ساڻ ميهار، ڪج ملاقات مراد چوي.

٣- جن کي سيڪهہ سچ جي سي ترهي تات نہ ڪن
ڪين نہ ڪاڻ ڪنيار جي پيلي تي نہ پلن
رکي روح رضا تي طالب ڌر ترن
سي محبتي مڙن، وڃي محب ساڻ مراد چوي.

٤- ترج، ڪيم ترس، محبت جي مهرياڻ ۾
رچائيندي ڀر کي خوف م پائنج خس
ويئي ماڻ مراد چوي روز رهائيون رس
پاڻ برجهي پس، جو آئي ساهئون ساهڙ اوڏڙو.

٥- جڏهن سٺائين سانير، تڏهن مانير ٿي سهڻي کي
وڻئون ور آئي ڪري وڃي ٿئي ويرين ور

جا گهڙي ڪر ڪنن ۾ تنهنجي قادر لهج ڪر
سائين ميڙ ميهر، منجهون مهر مراد چوي.

٦- پهلي تي ۾ پلاءِ، جنهن ڪچي مون ڪين ٿئي
توهه، تنهنجو ترهو ٿو لهريون لس لنگهاءِ
کهڙو پو پرين جو جي پهڙي پاڄهه سنڌياءِ
اچي پرين پاڻ پساءِ، تہ ٿئي مهت مراد چوي.

## سر سسئي

١- تڙ تڙ تڪ ۾ تون، ڪيچ ڪچاڙي ڪي، وڃين
نڪي هاڙهي هوت ويو، نڪي حب هنگور
موني وچ مراد چوي پوري منجهه پنيور
لاحق ڏيهه ۾ ڏور، اٿئي دل ۾ ديرو دوست جو.

٢- ڪاف ڪچاڙي ڪاڻ، ٿي ڪوڪون ڪرين ڪاڻڊ لءِ
جن پرين لءِ پنڌ ڪرين سي تان نوڙي ساڻ
موني وچ مراد چوي اوڳي منڊ اڇاڻ
پيهي نهارج پاڻ، اٿي دل ۾ ديرو دوست جو.

٣- درست پنهنجي دل ۾ سڄڻ ڏٺو جن
وهڻ تنڪي وهہ ٿيو نڪي سڪ سمهن
مونن ڪئن مراد چي محب جنين جي من
هڪ تات نہ آئي تن، پيو اُڪنديئن آڏو وربن.

٤- سڏ ڪيو چو سور، پڏائين پين ڪي
اوڳي اورج مام سان محبتين مذڪور
ماندي ٿيءُ ۾ مراد چوي ڏيهہ نہ اٿي ڏور
آهي هوت حضور، جي پيهي پاڻ نهارئين.

٥- حجت حبيبن سان ڪاڏياريون ڪيئن ڪن
جن حق نہ رکيو هوت جو، سي چو دعوا دم هڻن

کھڙو منهن مراد چوي. وٽِ ڪيچ وڃن
شل اوڳڻ نہ ڪن، ٻوي ٻاجھ ٻروچ ڪي.

٦- آئي سنيهه سسئي، ٻير پنهوءَ جو پس
تانکي ڏورج ڏونگرين، جانکي لڳئي وس
مونجھ ڪين مراد چوي، چڙهي ڳنگين ڳس
من کو ڏيئي ڏس، سونهن انهيءَ ماڳ جو.

٧- جن ٻروڙيو ٻاڻ ۾ وريو تن وصال
وڃي تنکان وسري ڪايا، مايا، حال
محو ٿيا محبوب سان ڪجھ قيل نہ قال
سي ڪيڙا نينهن نهال، محبتي مراد چوي.

## مومل راڻو

١- تون راڻو تون راڄيو، تون راڻن جو راءِ
ڪامل قرباني ڪريان سوڍا سڀ مٿانءِ
تنهنجو مٽ مراد چوي آهہ لهان ڪانڌ ڪٿاءِ
عاقل اڳڻ آءِ، تہ سرتين سڪائون ڏيان.

٢- سرتين سڪائون، تولہ منڇيون مهندرا
آهہ نہ آنهن کي ڏنيون ويتر واڏايون
عاقل آرايون، اهي منهنجون ميٽ مراد چوي.

٣- مٿن مر، ساهہ، سر ٻر ۾، تِن سوڍو ساماڻو
ڏٺ پٽ وڃي هيڪڙي سڀ راڻ ڏي راڻو
ٻرجي مون جيئن چاڙهو، تہ ٻسو محب مراد چوي.

## سر مارئي

١- عمر ڪر م ماڻ، ٻسي ڪوٽ ڪچهريون
مي سڪ مانگي سومرا ڪين هلندم ساڻ

هت وايون وينده وسري جت ڀاڪ ڀڄندو ڀاڻ
ته سونکي مهر اماڻ، ماروئڙن مراد چوي.

٢- عمر ماڻ م ڪر، ٻسي ڪوڙ ڪچهريون
هوندي ڪين هميشه هي دولت دنيا زر
مشاهين مراد چوي ڪنهن نيڪ نظر
"ڪل يوم بتر"، هي سڻ قول ڪنن سان.

٣- هن منهنجي حال، سڌ نه آهي سوري
نحن اقرب اليه، واحد ڪيم وصال
ٻسي نور نسورو نيڙا نيڻ نهال
ٻلي ڪيڙا ڀال، ڳڏيا محب مراد چوي.

## نوري

١- ڪني ڪوجهي ڪوڙي نوري نماڻي
تي آئسي چت مچي جي جنهن مان ڪيڪ هاڻي
اڄ سمي چام سهاڳ سان ڪئي راڻين جي راڻي
سا مرڪي مهاڻي، جنهن سڀ معافي ٻه مراد ڪيا.

٢- مر مرڪي ملاحن ٻه نوري نوراني
جنهنجي جهولي چند جهلي پيو سمو سلطاني
تنهن معافي ٻه مراد ڪيا سمي ثاني
جي هنا ڏيهه سندا ڏاني، تن جو ڏيهه اهي ڏاني ٿيو.

## ليلان

١- ويچاري ويساهه آيو ڪوڙو جي ڪوڙن تي
ته ته مٺي ڪيئن مٺين تي محب پنهنجو ماهه
جنهنکي ڪنڌي ڪانه ڪا ٻي والي توري وانه
تنهن ڪي لڳ الله، دستئون چڏ م داسڙا

٢- جو تو هاري پاڻيو هار، سو تان سڄو سور سڪرجو
هن ڪئونرو ڏنيون ڪيتريون ليلا لک هزار
موهي منصوبي سان نر وڻي نار
انهيءَ مهل مراد چوي وياو آئي وار
نه تہ موڻي چام چمار، دست نہ ايندم داسڙا.

## گهاتو

١- ڪوڏيا ڪن ڪلاچ جا عاشق جي اهن
سي عشق ڪهڙون جي وات ۾ موني ڪين وجن
جنکي موت مشاهدو سي چونہ مراد مرن
آءٌ قرباني تن، جن جيئري جيءَ نہ ورايو.

## رپاتي

١- ڏاتر تنهنجي ڏات جو نڪو آر نہ پار
جهڙءَ ڪونہ جهان ۾ ٻيو ڏاتارين ڏاتار
دل مڱان ديدار، ڪر سائل سرفراز تون.

٢- آءٌ گهٽيندس ڪيترا عيبن انت نہ ڪوهہ
پر جان صمد ڪاڻ سنديں، تان ڪونهي وهم مراد چوي.

٣- اوگڻ عيب اپار، لڪن لڪو ڪاهہ ڪو
پر جان سندم ستار، نانءُ، تان ڪونهي وهم مراد چوي.

٤- اوگڻ گهٽيا ڪيترا بيحد ڪان بيان
پر نالو تو رحمان، تان ڪونهي وهم مراد چوي.

## پورب

١- گيان گنگا دل دوارڪا ڪايا ڪاشي جن
سي پورب ۾ پڇم جا چاڪي پنڌ پڇن
ريءَ تيرٿ تا تيرٿ ڪن، ماري من مراد مري.

٢- سڪ نہ ڏي سرتيون ويراڳين ويراڳ
لوڏي لا مڪان ۾ ملڪوتين ڪيو ماڳ.

٣- گهر ڇورن جي گهڻ ٻاهر سانگ ڪرين ساڏن جا
مڪر جي مراد چوي منهن ڪي ڏوڙ ۾ مل
متيون ڏيئي من ڪـــي جهيڙي جهتي جهل
پاڻ پنهنجو پل، تہ ٿئين سنگت جوڳو سڄڻين.

## متفرقہ

١- چاڪي چت مراد ڪر گهاڻو من گهماءِ
ساري سرت ٽرت جا ڏينهڪ ڏاند وهاءِ
تُهہ تاري ڪڍ تن مون سـرہ صاف پيڙاءِ
تهان پوءِ تون لاءِ، لڳين تيل لقاءَ جو.

٢- ڪر ڪبوتر روح ڪي دل پڃري پارينس
سرہ صاف سرت جي چوڻين چت وارينس
پاڻي پاڪ پرت جو هلچل پيارينس
هو ۾ محو مراد ڪري ٻي واٽ وسارينس
سا ڪا بازي سيکارينس، جنهن سان وحدت ۾ پوي.

٣- طوطا توکي ڪهڙو اندر قيد قرار
آءُ آڏام مراد چوي هت مارينده وڻجار
هيڪر هندستان جا جي پسين باغ بهار
تہ موٽي سڀ چمار، ٻيہر نہ ڏٺين پڃري.

٤- نيڪر نانهن ڪلهي ڪري چڙ لعين تات
هليو وڃ حيرت ۾ جتي ڏينهن نہ رات
عدم منجهہ مراد چوي جهت ڪانهي جات
نفي نڪو اثبات، هت ٿو پاڻ سڃاڻي پاڻ ڪي.

ڪافي

وارو ڙي وارو يار، هوت اچي پس حال مون
هوت اچي هٿ ڏيج مون

آءٌ ٻانهي نه پڇان مونجھ سيڻ ستار
آئي ويل وصال جي آءٌ وٽ ته سهان وار
صبح سندي آسري هوتان ورسيون لک هزار
مونکي اچ مراد چوي ڏي دوست پنهنجو ديدار.

---

# ڪنڊڙي جا فقير

## شاهو فقير

روحل فقير جو پنهنجي وفات کان پوءِ صحبت جو ميڙ چڙهي ويو، ان کي سندس پوين روشن رکيو. شاهو فقير روحل صوفي جو وڏو فرزند هو. جنهن وقت روحل صوفي متس پنهنجي پيءُ جو نالو ڌريو. روحل جي فوت ٿيڻ کان پوءِ هي فقيري جي سجاده تي ويٺو. هو سلسلي ۾ پنهنجي پيءُ جو مريد هو ۽ پيءُ جي پيروي ڪندو آيو.

سندس اخلاق نهايت شاهاڻا هئا ۽ صابر مشهور آهي، ميرن وٽ سندس گهڻي هلندي هئي. روحل صوفي جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ڪيس ۾ ميرن کان لوازما ملندا آيا. شاهو فقير جي فوت ٿيڻ جن جي تاريخ دستياب ٿي نه سگهي. مگر ميرن کان جي ڪين پروانا ملندا رهيا، انهن مان پتو پوي ٿو ته فقير صاحب ١٨٢٥ع تائين ته جيئرو هو. شايد سندس وفات آخرين پرواني کان ٻه ٽي سال پوءِ ٿي هجي.

شاهو فقير لا ولد فوت ٿيو. سندس تربت ڪنڊڙي ۾ آهي. شاهو فقير به پنهنجي دور جو عمدو شاعر ٿي گذريو آهي. مگر جيو وڃي ٿو ته هن پنهنجي ڪلام جو گهڻو حصو درياهه ۾ لوڙهائي ڇڏيو. سندس باقي شعر جو موجود آهي سو متين ۽ سنجيده آهي. سندس شعر جو موضوع گهڻو ڪري تصوف آهي.

## انتخاب

١ - پنهنجي اکين پاڻ ۾ ليئو پايو جن
وهڻ تنکي وه ٿيو نڪي سڪ سمهن
سي اٿي پهر عجيب سان وينا اورڻ ڪن
شاهو منجهون تن، اچي بوءِ بهار جي.

٢ - اچي بوءِ بهار جي، جڏهن پرين پاڻ پسايو
وئي وڇوڙي رالڙي اڳڻ سو آيو
سو لڌو لا مڪان مان گر روحل ٻڌايو
شاهو سمايو، پاڻ پنهنجو پاڻ ۾.

## غلام علي فقير

غلام علي فقير روحل صوفي جو پوٽو نمبر پٽ هو. شاهو فقير جي لاولد فوت ٿيڻ کان پوءِ فقيري جي مسند تي ويٺو ۽ پيءُ ۽ ڏاڏي جي اقش قدم تي هلندو رهيو. هي به ڪامل درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام گهڻو نه آهي، پر جو آهي، ان مان محبت پئي جهلڪي.

غلام علي فقير سال ١٨٣٩ع ڌاري به فرزند فقير روحل صوفي پهو ۽ فقير نواب شاهه پنتي ڇڏي فوت ٿيو. سندس تربت پڻ ڪنڊڙي ۾ آهي. ڪانئس پوءِ فقيري جي مسند تي سندس وڏو پٽ روحل پهو ويٺو. سندس ڪلام مان خبر پوي ٿي ته هو

پنهنجي وڏي ڀاءُ شاهو فقير جو گهڻو معتقد هو. شعر ۾ ڪٿي ڪٿي ته هن ڪي پنهنجو مرشد ڪري سڏيو اٿس.

## انتخاب

### ڪافي

نه ڪو هي نه ڪو هو ڀرتو عشق جو پيو

١- پنڌ ته انهيءَ پار ڏي وڃي ڪوڙين منجهان ڪو
مڙ نه ملامت ڪان ڏسي طالب تؤ

٢- عاشق اهان جهڙا هت سڄڻ اکيان سؤ
نالو ڳڌم نينهن جو وڃڻ تان ٿيو

٣- ٻرجهي ڏسج ڀاڻ ۾ آهي ڪونه پيو
تون ڳولهين ٿو جنهنکي ساڳيو آهين سو

٤- هادي اڱڻ آيو هاڻي ڀرم سڀ ويو
شاهو شاهه اسان تي ڪرم اچي ڪيو

٥- غلام علي عشق ۾ ٻچي پنڌمَ پؤ
ڳالهه پرمان ڳجهه جي ڪنهنکي ڪيم چؤ.

### ڪافي

مارن ڪي سانگين سڪيوسان: ساري وهان ڪئن وساري

١- الله شال عمر، ويڙهيچن ڪي واري محبت تن ماري

٢- ڏونيڻا تان ڏيهه ۾ ڏاتر ڏيکاري
عشق جي آري

٣- شاهو شاهه اسانکي پرتئون پر پباري
نظر نينهن نهاري

٤- آهن ڪم ڪريم تي وڏا مون واري
مولا اڳ نه ماري

۵ - ”غلام علي“ اُن ريءَ ڪوندر منجھ ڪھاري
هت گھڙي نہ گذاري

## دريا خان

دريا خان ڪنبڙي جي شاعرن مان، پويون مگر بلند درجي جو شاعر ٿي گذريو آهي. هو روحل صوفي جو ننڍي ۾ ننڍو پٽ هو. جنهن مٺي مراد فقير جي احوال ۾ ذڪاريو ويو آهي، دريا خان جي والده، مراد فقير جي ڀيڻ هئي. دريا خان پنهن جي ارادتمندن ۾ وڏي عزت جي نگاه سان ڏٺو ويندو هو ۽ کيس دولھ دريا خان، ڪري سڏيندا هئا. ”دولھ“ جي معنيٰ آهي گھوٽ. انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ هو الاهي محبت ۾ رڱجي گھوٽ بڻجي ويو هو. پنهنجي والد روحل صوفي جي موت وقت هو ڪو وڏي عمر جو نہ هو. اٽا ست اٺ ورهيہ عمر مگر ننڍپڻ ۾ ئي، پنهنجي والد جي صحبت مان گھڻو ڪجھ پرايو هئائين. سندس والد بہ کيس ڏاڍو پيار ۽ قرب سان ڏسندو هو. سڀني اولاد ۾ ننڍو هو، تنهنڪري فقير صاحب جي مٿس محبت جي نظر پوندي ٿي رهي.

فقير صاحب جي رحلت جي غم جو اثر فقير دريا خان تي بيحد پيو، ڇو تہ پيءُ جي شفقت ۽ محبت جو هٿ نہ رهيو هو، مگر سندس ڀائرن کيس سنڀالي ورتو. سندس تربيت سندس ڀائرن جي هٿ ۾ آئي. سڀني ڀائرن مان مٿس فقير غلام علي جي گھڻي نظر رهي، جنهن کي هو مرشد ڪري ٿو وٺي.

سندس وڏو ڀاءُ فقير خدا بخش جو ٻن اعليٰ درجي جو درويش ٿي گذريو آهي، پنهنجو شعر ڪو گھڻو ڪونہ ڇڏيو آهي. ڪانئس فقط سرائڪي زبان ۾ هڪ سي حرفي ملي آهي، جنهن مان بہ بند هن هيٺ ڏجن ٿا:-

الف- الله دي ذات اصل هيءَ رنگ نڪو بيرنگي
ڪن فيڪون ٿيون جڳ جوڙيس بيرنگي ٿان رنگي
ڪٿان ايراني ڪٿان عراقي ڪٿ روي ڪٿ زنگي
خدابخش هڪا حق ڪنون، اسان محبت منگي

ب- بيان نه تنهندا ڪوئي، هئي بي انت آپارا
لامڪان مڪان نه ڪوئي روپ ورن ٿئون نيارا
ٿي محيط همه، وچ آيا پسريس آپ پسارا
جوڙ جهان خدائي دا، خود ڏيکي نور نظارا.
خدابخش فقير سنه ١٨٤٣ع ڌاري فوت ٿي ويو.

ڪنهڙي جي شاعرن ۾ روحل صوفي ۽ مراد فقير ڪانپوءِ "دريا خان" جو ڪلام گهڻو بلند آهي. منجهس روحل صوفي ۽ مراد فقير جو گڏيل فيض نظر ٿو اچي. سندس ڪلام سرائڪي هندي ۽ سنڌي ۾ آهي. هندي جي بلند پايه جي ڪوين جون سڪون پيو لاهي. هڪ هنڌ محبت جو نهايت عمدو نقش ڪڍي ٿو:-

پريم تو ميري وس نهين پريم نه تو ميري هاٿ
هان سٿگر ساوڌيان هو ڪهه سمجهائي بات

يعني- محبت وس جي ڳالهه نه آهي، نه وري محبت منهنجي هٿ ۾ آهي. البت سچو مرشد ان کي چاڻي ٿو ۽ اها ڳالهه مون کي سمجهائي.

هندي ۾ سندس شعر شاندار آهي. آڳوڻن جي اکرن تي سندس هڪ سي حرفي آهي جا سلوڪ جي نڪتن سان پرپور آهي. ان جو نمونو هي آهي:-

را را- رام ڪي نام سون جن ڪو لاڳي پريت
دريا خان اي سنسار مون هاري ليوي جيت

يعني- الله جي نالي سان جنکي محبت ٿي، دريا خان هن جهان ۾ هو جڻ هارايل بازي کٽي ٿو. سنڌيءَ ۾ به سندس نهايت ميٺاج ڀريو ڪلام آهي. هندي سان جا هن جي محبت هئي، ان ڪري ڪٿي ڪٿي ان جي صاف جهلڪ ڏيو وڃي. جئن ته چوي ٿو:-

ڏسي الک اکين سان ٿيا سدا خوشحال
ڪايا مايا ڪل جو ڇڏيائون سڀ خيال
"دريا خان" دلبر سان سدا رهن نهال
ڌرم راه ۾ ڪال- ڏورون ٿو ڏنڊوت ڪري

جيڪڏهن مٿين بيت مان دريا خان جو نالو ڪڍي ڇڏجي ته پڙهندڙ جيڪر اهو داڻت يا سامي جو شعر سمجهن. بيتن ۾ ڏوهيڙن کان سواءِ سندس ڪافين جو گهڻو ذخيرو آهي. ڪٿي ڪٿي ته سندس شعر ۾ موزون شاعري جي جهلڪ به نظر اچي ٿي.

مگر دريا خان جو ڪافي گو شاعرن ۾ بلند مقام آهي. سندس ڪافين ۾ اگرچه صوفيانه مذاق جا بجا نظر اچي ٿو، پر درد سان گڏ پنهنجي دلي امنگن کي نهايت وضاحت سان بيان ڪيو اٿس. هڪ هنڌ ماروئي جي رنگ ۾ پنهنجي وطن جي اکيڻ جو نقش هيئن ٿو ڪڍي:-

ونهيا وس وري ايندم لوءِ لڏي
پکا ساڻ پکن اوڏاکن ته اڏي

منهن وسيو آهي، مارئي پنهنجي اباڻن کي ساري اميد تي ڪري ته هاڻي سانگي وري وطن موٽي ايندا ۽ پڪا پکن سان اڏي، ٿڌين ٿر ويڙهو وسائي ويهندا. هو انهن ڏورانهن ڏوٿين جو دلگداز ذڪر هيئن ٿو ڪري:-

ڏيهه ڏورانهان اهي ڏوٿي ڏور رهيا
ڪڏي بنديائي بند مان اجهڙوال اها
پڻ منجهه سڏي، ڪندا ڪڏ ته ڪڏي.

تصوف جي رنگ ۾، پنهنجي خودي جو هيئن ٿو اظهار ڪري:-

تون تان پاهه دروائي جهاتي
ڏس پنهنجو تون پاڻ نظارو

حقيقي حسن جي جلوه کان بيتاب ٿي، ان جو هيئن ٿو ذڪر ڪري:-

منجهه جوش جبل ڪوه طور جلي
ڏاڍو تاب حسن جو ڪير جهلي

طور جي مٿان حضرت موسيٰ تي انوار الاهي جي بارش ٿي. جبل طور ته جلي ويو، مگر حسن حقيقي جو تاب هڪ صحيح انسان جو قلب ئي جهلي سگهيو ٿي. دريا خان صحيح انسان جو مقام ڪيڏو نه بلند ٿو ڏيکاري ۽ ڪائنات جي تخليق ۾ ان کي ڪيڏو نه اوچو ٿو سمجهي. بهرحال دريا خان جو ڪلام گوناگون حقيقتن جو مرڪب آهي ۽ ان کي اهل دل ئي سمجهي سگهن ٿا. پنهنجي بزرگن وانگر هندي تي بہ سنڌي ڪافي عبور هو. جيئن انتخاب مان ڏسندا

## انتخاب

### غزل

سهڻي يار جو ديدار جو اسرار اهو آهه

(۱)
صحيح پاڻ تون سڃاڻ الستي اهڃاڻ کي
نحن اقرب نروار سو هر وار اهو آهه

(۲)
منجهون ميم ٿي مختيار آيو اوتار انهيءَ ۾
سچي عشق جي گفتار جو اعتبار اهو آهه

(۳)
گلزار سوسن يار ڪُليا باغ بهاران
چمن چمن چوڌار سو هيڪار اهو آهه

(۴)
دريا خان دم ڏيان، ڇڏ گمان گذر جو
موتو اٿسي سڙ نه يار اقرار اهو آهه

### غزل

منجهه وجود شعود شعاع ڪيو، اونده جو اسباب ويو
اپريو سج حقيقت وارو، تارن جو سڀ تاب ويو
عشق زليخا يوسف کي نئين منجهه مصر ۾ آب ڪيو
عبديت جو پول پڳو، جڏهن رخ اُتون نقاب ويو
عاشق عشق ۾ شاهه شهيدان، ڪهڙو ڏوهه ثواب ڪيو
صوفي صاف ٿئي سر ڏيئي، بحر ۾ رهجي حباب ويو
عاشق ڪن ٿا عشق مطالع، ٻي ٿي وارو باب ويو
درياخان ٿي بيدار هتان، هي خوف رجا جو خواب ويو

## ڪافي

منجھ جوش جبل ڪوه طور جلي
ڏاڍو تاب حسن جو ڪير جھلي
١- رب ارني موسيٰ ٿي چيو لَن تراني الهام ٿيو
ڪيئي وير وڏا ان ڇل ڇلي
سوين عاشق جي ڪي درد مٺا
ڪيئي ناز نيڻن جي ڪات ڪٺا
ڀاتو شيخ صنعان زنار ڳلي
عشق جنھين تي قدم ڌري
اهي ذوق ثواب ڪان ڀيا نه ڀري
هٿ ٻي ڪنھنجي ڪانه هلي
"دريا خان" عاشق آهه نه ڪن
اهي محبوبن بن ڪين ٽڪن
ڏسي پتنگ شمع کي ڪيئن ولي

٢

تون تان پاءِ دروني جھاتي
ڏس پنھنجو تون پاڻ نظارو
١- مونجھه ڏسي نه مڙج تون عاشق
اٿي منجھه ظلمات حياتي
سير سڪندر وارو
٢- پير مغان جو امر اهو ٿي
ڪر لا سندي ڪٽ ڪاتي
چوطرف حسن هبڪارو
٣- "دريا خان" ڄاڻ تون ڄاڻ انهي کي
پاڻ عشق ڪندو اثباتي
ٿي وحدت جو ونجارو

## ڪافي

ٻن ماڙيون مي عمر ماڙيون اساڻجا پاڻ پٽن پرواڙيون

ڪڏهن ٻند پاڻي ٻند ماڻ عمر نپرڻ ماڻ هي نماڻي
ماڻيان ملڪ ماڙ وچي هت پيچ پيان ڳڻ پاڻي

رويون راهه ڏهاريان تنجا ڳوڙها ڳلن تي ڳاڙيون
هوڏي مارڻ مينهن وسايا ڪاهن ڪيون ڪلڙاريون

ڇوڙين تڻ ڏنارا سر طرحين ڪڻ تنوارون
ڪاٿن ڪاج ڪنهن جا خاصا آڻن ڏت ڏماڙيون

ڪٿن جيان هت جڳ ۾ جيڏيون مهڻن تان ماري
سانگ پوڻي من ماڻکي اهن هت تهدل ڪريان تماري

ڏي موڪل ميان سومرا هي اجهڙ وال آماڙيون
آچ نه عمر پٽ پٽولا هٿ ٻهرين ڪين ٻنهواريون

دريا خان آهي اپل انهن کي انهيءَ ڳالهين ڪان عاريون
اوڏن خرب ڪٿيون هت خاصيون لعل لوٺون سي ڳاڙهيون

## ڪافيون

ونهيا وس وري اينڊم لوهه لڏي
پڪا ماڻ پکن اوڏا ڪن آڏي

خراب خيال سدا ماروئڙن من ۾
پلپل پور پون طرحين تن ۾

آهه خبر ڪري ڏينڊم سانگ سڏي
ڏيهه ڏوراهان آهي ڏو ٿي ڏور رهيا

ڪڏهن ٻنڊياڻي ٻنن ساڻ اجهڙ وال اچا
پٽن منجهه سڏي ڪندا ڳڻ تهڪ ڏي

ڦيدون ڪڏهن عمر وري وطن وڃان
ميڙاڻي جي مونکي آهي آميد آچان

وڃان وطن وري ماڙيون محل ڇڏي
دريا خان دوري ڏسان آهي ٻانگ سڪا

ڪه ڪتبدن جا ڪاٿ ورسي پرون پڪا
سوئي سگر سدا، ڪيان تنجي تڏي.

## بيت

١- عاشق وڏي اڏ ٿيا، سي وجودون ويا
تهان پوءِ پيا۔ جت نهايت ناهه ڪا.

٢- رکي سر ساندان تي ڪوري منجهه ڪڃيج
واڃت وڏائن جا سا متي سر سٽيج
دريا خان عشق جي پارڻ منجهه پريج
تهان پوءِ پهچ- ڳالهه پريان جي ڳجهه جي

٣- جيڪي ڏٺم ڪالهه- اڄ نه اهي وسهان
نه ڪو استقبال- نڪو ماضي سڃان.

٤- نه ڪا ذات صفات، نالو مثس ناهه ڪو
دريا خان پر جهان پاڻ ۾ نه ڪاوائي وات
هڪ آڏي پيو سات- اڳيون آهي انجي

٥- پيجل پولي ڪين ڪي تندون تنوارين
سونکي ٿيون مارين- معمائون مگٿهار جون

٦- پڌر پيون جي، آهي ور تنيڪي ويجهڙو
ڪانڊ نه پاسي سي- جي هيون حجاب ۾

٧- دريا خان ڪي هين سين ڪانه هئي نه اٿي نسبت
پاڻان پاسي ٿي ڏسي جوءِ مڙيئي ڇت
پنهون سان پهت. هو انگ اڳيئي لکو

٨- سو اکر سيئي، سوئي اکر سڪ
دريا خان پر جهان پاڻ ۾ نه آهه هڪوئي هڪ
لوڪان ڪري ليڪ- تيو پنهون اولي پڌرو

٩- نه ڪو ماڳ مٽي جو، نڪو ديس نه وس
ٻنا ڏسڻ ڏسُ جي ڏسين ڏسڻ ڪي

١٠- آلڻ سڀ اندوه ٿيو ليلان لڏيو هاڻ
درياخان ڪوڙيون ڪيتريون سو ڏيون ٿي ماڻ
جام چنيسر ساڻ، هلري هارُ نه مٽيان.

١١- پاڻ وڃائي پرکي سو جهج منجهه سوير
هو جو پنهان منجهه پساهه ٿي سو باطن منجهه بصير
درياخان سڪ سميع جي سٽي اندر منجهه آڪير
هو جو ناظر منجهه نظير، تنڪان ڏوريان ڏور ڇو؟

١٢- ساڏي صورت سٽي، ساڏي صورت ڏير
هاري هڻن ڇڏيو نڪو ويري نڪو وير
پسج پنهون پير، ناٿي ڪنڌ قلرب ۾

١٣- سانير جي ساهڙ جا سي منجهه وجود وڃن
چڻ چڻ تن چڙن جي وڏو روح رڱن
توڪل ترهو جن ڪيي سي سر جو سانگ نه ڪن
دريا خان دور درياه ۾ گهڙو ڪين ڪڻن
جي مهر ميهر ڪن، سي نه ٻڏنديون پار ۾

١٤- سانير جي ساهڙ جا منجهه سرير سڙن
واڃڻ ڪيو وجود ۾ ٻاهر ڪين ٻرن
اڇو سور ڇون، نه ڪو ساهڙ سهٽي.

١٥- هڪ ڇونڪار چڙن جي، پيو سهڻ نه ڏين سور
دريا خان مام ميهار جي ڪٿي چوني نائين چور
دلو ڪيائين دور، واهڙ تنهن کي وڪ ٿيو

١٦- نه سو ڪو ترهو تار ۾، نڪا سيڙهه ساڻ
ميهر جنهن کي من ۾ سا گهوريون گهوري پاڻ
تن ڪنڌي ڪانهي ڪاڻ پڙ ڪين پسنديون

١٧ نہ ڪو تڙهو تارَ ۾- نہ ڪو ڪيرِ ڪانهن
جي مران تہ مان نٿي مر ،رون ڪاٿن مانهن
ڪهڙي ڪريان دانهن- ساهڙ تڙهو ماڻ ۾.

## هندي انتخاب

١

شام مندر آيو ري — سکي ميري ڪان
بندرابن ۾ کيلي هوري سنڱ صاحب شام ڪشوري
راڌا روپ بنايو ري ........
پانچ سکي مل منگل گائو چنگ مردنگ کي چوٽ چلائو
رنگ رس نال بجايو ري .......
درياخان اي پدتب هين پايا ستگر سبد مين سهج سمايا
آپ آپي گن گايو ري

٢

مت ڀولو من مت ڀولو هرنام سمرن مت ڀولو ڀولو
ستگر سبد ۾ الت سمائو ڪايا ڪاشي تيرٿ نائو
من کي پنچ مواس منائو گيان هنڊولي ۾ جهولو....

## دوهي

(١)

پريم پارکو ڪوئي نهين جو ڪري پريم پڇان
درياخان جس گهٽ پريم هوئي وهان هي پرگهٽ گيان

(٢)

روگي روگ سرير کي سنگت نام سون جهوين جل پاني
دريا خان آس نراس برابر جو ديکا هئي سوفاني.

## خليفه ڪرم الله

خليفه ڪرم الله، شڪارپور جي اهل الله مان ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو حافظ محمد رمضان هو. هو پڻ خدا جو نيڪ ۽ صالح ٻانهو ٿي گذريو آهي. خليفه صاحب سنڌ جي گھڻن بزرگن فيض حاصل ڪيو، جن مان گھڻن جا مخدوم مشهور آهن. شايد انهن بزرگن کان ئي کيس خلافت جو حصو مليو هجي.

شروعات ۾ "انگريزي" جو ڪم ڪندو هو، جنهن بابت سندس ڪلام مان پتو پوي ٿو. خليفه صاحب پارسي ۽ عربي زبان جو علامه هو. سندس شعر پارسي، سنڌي ۽ سرائڪي ۾ موجود آهي. پر افسوس جو سندس ڪلام جو گھڻو حصو دستبرد زماني ڪري تلف ٿي ويو آهي. ٻاڻ هڪ ڏکي نظم "مينا ۽ ڪانءُ" لکي اٿس، جنهن ۾ ڪانءُ کي شرير ۽ نفس اماره ڪري ورتو اٿس ۽ مينا کي پاڪيزه انسان سندس ڪليات مان پارسي شعر جو گھڻو حصو ضايع ٿيل آهي. تڏهن به جو ڪجهه آهي، اهو خليفه صاحب جو عمدو يادگار آهي

خليفي صاحب وڏي ڄمار ۾ سال ١٢٧١ هه ڌاري وفات ڪئي. ڪنهن شاعر سندس فوت ٿيڻ جي تاريخ لکي آهي.

"بهشت يافت ز الله هاتفم گفتا"

١٢٧١ هه

سندس فرزند نصرالله به وڏو عالم ۽ اهل دل ٿي گذريو آهي. مگر افسوس جو هو بزرگ لا ولد فوت ٿي ويو. سندس تربتون "انصاري محله ۾ آهن.

# انتخاب پارسي

## غزل

ساقيا جامي بده تا در صف رندان شوم
فارغ از دنيا و دين يک لحظه چون مستان شوم
اين خيالي از ازل در سينهٔ من جا گرفت
عاقبت در عشق او افسانهٔ دوران شوم
بر گلوي من مي نهد تيغ جفا آن شوخ چشم
کي بيابم اين چنين دولت که در مردان شوم
از کرم گر سوئي کرمون بر آن نو بهار
از سر شادي و عشرت همچو گل خندان شوم

## انتخاب سنڌي

### بيت

١ - آ ڏوتن احوال جي ادا ڪنل نه ڪاه
سرتيون هن سورن جو سمهو آهه خداه
پهنر پليم پاڻ کي پهو سبق ڪون سراه
جو ٿي درد چياه - اتي صبر وارو سور جو
٢ - لڳم پاڻ پروچ جو، ساه اندر سرتيون
توڙي ڪري چوڌ ريتون، ته به پوُنه ڇڏيان پر جو
٣ - لڳم پاڻ پروچ جو قلب ۾ قابو
تن جون طنابون - قريبن قابو ڪيون .
٤ - منصب منصوري لهڻ جي، سر ڏئيڻ ۾ رسڪ
پرين سان پريت مان پيءُ پيالا رڪ
تان منجهارون سڪ، ڏسين عيش عجيب جو
٥ - پسن عيش عجيب جو، جي سر ڏئي سنجرن
موگيا مٿان تن - لٿا حرف حساب جا.

٦ - جيڪر هجي ڳڻ، ڪنوزڪ قريب سين
شال ڪرينديس سڏ، ساجن ڏيان ساهه ڪي.

٧ - هت ڪئين رهان جهڏهون، مونکي نانگهه گهٽو تائي
پيئر پينگ پنهور ٿـي هوت بنا هـائـي
ويهڻ وٽي ڪينڪي مون کي اديون اباڻي
مر محبن ساڻ ماڻي - هـيءَ حيـاتـي ڏينهڙا

٨ - پرچ پرين ڏس پاڻ ڏي سائين ڪين ڪاهه
هيڪر پاڻ پساءِ - تان هي ساهه سڏير ٿئي.

٩ - پسي ساه سڏير ٿي - تنهنجو جوت جمال
رهيءَ منجهه وصال "ڪرمون" ساڻ ڪريج تون

١٠ - ربهي روح رهياس - هيريو هٿ نه مون اچي
پرتو وجـي پر سان ڪا جـا پرت پياس
نرت ڪاند پياس - مون ڪـي نيهن نهوڙيو.

١١ - وقت ويـو نيڪن - دور رذيلن جـو ٿيو
باغ وتـو ڪانـون - بلبلا حـيـران ٿيا.

١٢ - جڏهن هئي بيٺڪ بلبلن تڏهن مور ٽلياٽي باغ ۾
جڏهن ڪانڪان ڪي ڪانون، تاهن نيڪو
ڪيرن جو ٿيو.

## غزل

| | |
|---|---|
| چو لڪين چاڪـون پچين | منجهه نينهن جي نيشان ٿيءُ |
| جي آنهه عاشق شمع تي | تان تون پڇي پروان ٿيءُ |
| سچ جـو سچا سنڌرو پڌي | منجهه عشق جي زوار ٿيءُ |
| ساڪون چڙي سرجون صفا | محبت اندر مستان ٿيءُ |
| وصـف ۾ ورنهـه سنڌي | واصف وجـي غلطان ٿيءُ |

چلا وظيفا ورد پيا — عاشق اهو ايمان ٿيءُ
ڏي جفا جيءُ جان کي — تون جهڙ ڪريءِ جوان ٿيءُ
نامي سندي نعلين تان — ڪرمون وڃي قربان ٿيءُ

(٢)

دلڙي اسانجي هٿ ڪري تون پاڻ ٿئين ياقي
ساهه سڏايو ساڻ اوهانجي بت رهيو هت باقي
موهي مونکي مست ڪيو آهه محبت محب اوهانجي
ڏوري ڏور ڏکي ٿي ڏونگر ٿيءُ اچي ته اوطاقي
دلبر دانا دوست دلارا محب اچي مل مونسان
درسن ڪاڻ اوهانجي دم دم مان قرآن مشتاقي
رهي رهڻ روانا ٿيڙا اوڏي آٿ پلاڻي
ڪرمون ڪنهن سان حال اوريان ڏيڻ ڪيم قزاقي.

## ڪافي

ڪاڻ قريبن ڪاهه ڪريندس مولا مانَ ملائي
وجهي جيءُ جنجل ۾ جيڏيون
سو تان هوت ڪري ويم هيڏيون
لوُن لوُن ۾ ويو لائي.
واٽ وندر جي آءٌ تان ويندس
لوڙي لال لڪن مان لهندس
پرين پار پچائي.
پاري باهه برهه جي محبن
سي مچ منَ مان ڪيئن وسامن
ويڙا دود دکائي.
ڪرمون ڪاڻ جنهين جي ماندو
مولا سي تان محب ملائي
واحد وطن ورائي.

# پير محمد اشرف شاهه قريشي

پير محمد اشرف قريشي شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتاني جي اولاد مان هو. سندس ڏاڏو، مخدوم شيخ محمد اشرف سنڌ ۾ آچي رهيو. سندس فرزند شيخ محمد غوث بڪيرن (تعلقي ٽنڊي الهيار) ۾ رهندو هو. وفات به آتي ڪري ويو. جتان پوءِ سندس جنازي کي کڻائي ڪاماري ۾ دفن ڪرايو ويو.

"پير محمد اشرف قريشي" بڪيرن مان لڏي ڪاماري شريف ۾ ڇو اچي رهيو، انجو سبب معلوم ٿي نه ٿو سگهي. مگر هي حقيقت آهي ته پيرصاحب جن جي لڏي اچڻ سان ڪاماري جي ننڍي وستي چمڪي آٿي. پير صاحب پنهنجي وقت جو وڏو ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. سندس بزرگيءَ جون ڪيتريون ڳالهيون مشهور آهن.

پير صاحب هميشه ٻارهو ماهو ملتان شريف ويندو هو. ان سفر ۾ سندس گذر ڪنگري، روهڙي، گهوٽڪي ۽ رياست بهاولپور مان ٿيندو هو. سندس آمد جو ٻڌي سوين ماڻهو اچي سندس زيارت لاءِ سهڙندا هئا. رياست بهاولپور جو نواب صادق محمد خان اول عباسي سندس بيحد معتقد هو ۽ هڪ جاگير به سندس نالي مقرر ڪري ڇڏي هئائين. جا موضع گلو پير جي نالي سان مشهور آهي. هن پنڌ ڪندي انوقت جي مشائخ سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي.

پير صاحب جي حياتيءَ جو هڪ اهم واقعو آهي، جنهن مٿس بيحد اثر ڪيو. اهو واقعو سندس فرزند "غلام غوث" جي شهادت جو واقعو آهي. ڪن شرير قريشي پيرن ذيهن ذڻي جو ان صالح نوجوان کي راڄو خاناڻي واهه پرسان شهيد ڪري ڇڏيو. ٽالپرن جو راڄ هو ۽ پير صاحب هلندي وارو هو، پر جڏهن قاتل

سنڌس پيرن تي اچي ڪريا. تڏهن پاڻ صبر جميل کي پيش رکندي، انهن کي معاف ڪري ڇڏيائين. ديوان گل جي مصنف گل محمد هالائي ان هولناڪ واقعي کي پارسي نظم ۾ لکيو آهي ان واقعي جي تاريخ آهي:-

جستم از دل ماهيت سال شهادت وي ڪه چون است
گفت هاتف ڪه اي شهيد ڪربلا مقتول دان

١٣٥۴

پير صاحب ان دل ڏاريندڙ واقعي تي هڪ درد انگيز نظم لکي آهي، جنهن مان صبر ۽ تحمل ڏيڻهن ڏٺي وانگر ظاهر آهي. فرمائي ٿو:

ميچ عاشق تون برسر جيڪا رب جي رضا
ٿي شاڪر ڪر شڪر جا بڻي سا بڻي
سا سيائي حق جا واحد کي وڻي
رهه سدائي خوشتر ماڻ صبر جا مزا.
جا ٿيڻي سا ٿيندي جي ڪلين يا روئين
محبوبن کي معلوم ڇا ڇيو ٿو چوين
ڪين ٽري ڪنهنپر جا قادر جي قضا
الگ اصل کان لکيو پاڙڻ پوءِ پيو
ڪوه ڪجين ٿو ڪرين ڏوهه ئي کي ڏيو
درد گهٽ دل اندر سڪ جي لهندين مزا
اشرف روز ازل کان ٿيو جف القلم
ٿي رضا تي راضي قابو ڪوڙي قلم
آگو پاڻ اهڙ ڏيندءِ خير جزا

هي نظم جيتري قدر درد انگيز آهي، اوتري قدر صبر سيکاريندڙ آهي. هن خوني واقعي کانپوءِ پير صاحب گهڻو وقت

جيئرو رهيو، ۽ ياد الاهي ۾ محو رهيو. آخر پاڻ ١٤ ربيع‌الاول ١٢٧٧هه ۾ وفات ڪري ويو. سندس وفات جي تاريخ هڪ شاعر هيئن لکي آهي:-

فغان از وفاتِ ولي خدا
ڪہ مثلش نبود درين شش جهات
دلم گفت سال و صالشِ بحق
محمد بود اشرف ڪائنات.

١٢٧٧هه

پير صاحب جن پنهنجي پوئتان هڪ نياڻي يادگار ڇڏي. جنهنجي شادي پنهنجي حياتي ۾ هڪ قريبي عزيز پير جان محمد سان ڪري ڇڏي هئائين.

"الله بس باقي هوس"

## سندس شاعري

حضرت اشرف جي شاعري مختلف خيالن سان مالا مال آهي. هو اگرچہ سنڌي شاعري جي قديم طرز جو حامل آهي، پر جا جدّت انجي ڪلام ۾ موجود آهي، سا متاخرين ۾ آهي. سندس شعر جو ڪتاب ڇپجي چڪو آهي، پر ان ۾ سندس سمورو ڪلام درج ٿيل نہ آهي. سندس ڪلام جو گهڻو حصو مولود ۽ مداحن ۾ آهي. باقي ڪلام جو مختلف بيتن يا ڪافين ۾ لکيل آهي، ان مان پڻ سندس محبت جون رازداريون پيون ظاهر ٿين. سندس بيتن ۾ اڪثر بيت سر سارنگ جا چيل آهن، جن مان سندس حب‌الوطني جو رنگ نهايت عمدي ريت ظاهر ٿئي ٿو. هڪ هنڌ، ملڪ جي ابتر حالت جو نقشو ڪڍي، هيئن ٿو ان تي پنهنجي ملال جو اظهار ڪري:-

حڪم حڪيم، ڏي موڪل مينهن کي،

ساوا ڪر سچا ڏڌي، جي ڏيا سر سقيم،
وچ ذر ذڪار جو، ڪرم ڪر ڪريم.

سندس ڪافين ۾ وڏو سوز ۽ درد موجود آهي. هُن جنهن به رنگ ۾ پنهنجون ڪافيون لکيون آهن، انهن ۾ نه فقط موسيقي جو زور آهي پر آن سان گڏ، نئين نئين مضمون جي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. مارئي ڪوٽ ۾ قيد آهي، مارُوئڙن جو ڪيس انتظار نه آهي، پر آن سان گڏ هي به احساس اٿس، ته مارن کي سائس نه ملڻ جو ڪيڏو نه غم هوندو:-

مارُوئڙن جو عمر مارو ماري هيڙا حال ٿيا، سانگيئڙا ساري
پيڪا منجهه پٽن ويٺا سور سهي-

انساني موت جو نقشو ڪيڏو نه سادو پر حقيقي رنگ ۾ ٿو پيش ڪري:-

تون تان پکي پرڏيهي هيءُ ڏيهه نه ڄاڻج پنهنجو
١- حب وطن جي غالب جن کي ناهه جمعيت ڪا تيرُ تن کي
ليهن نوازي نيهي ناهه جمعيت ڪا تو تن کي

طامع ۽ حريص صوفين ۽ فقيرن جو هُن ٿو ذڪر ڪري:-

طامع آهين، تارڪ چوائين راڳ ڪيو ٿو راج ريجهائين
خوشالخان سرود سڻائين طرح ڪئي تسخيري جو

موجوده دور ۾ به ڪيترا راڳيندڙ يڪتارا ڪلهن تي ۽ ڇڙيون هٿن ۾ کنيو ڳائيندا وتن ۽ پاڻ کي تارڪ (دنيا ڇڏي ترڪ ڪندڙ) سڏائيندا وتن، پر سندن ٻاهرين چال اندرين حقيقت کان بلڪل مختلف آهي، انڪري "اشرف" اهڙي ڪاذب گروهه تي طنز ڪئي آهي، جنهن ۾ گهڻي حقيقت آهي. بهرحال "اشرف" ڪافي گو شاعرن ۾ وڏي درجي وارو شاعر آهي، جنهن جي ڪلام کي اڄ به ماڻهو وڏي شوق ۽ ذوق سان پڙهندا آهن ۽ سندس ڪلام سنڌي شاعري جو اڪثر خزانو آهي.

## انتخاب (بيت)

## (ساوڻ جي مند جو نظارو)

۱

سارنگ سنبھي آيو، ڏوڏو ڏم ڏڙيون
سڪوني سرھو ٿيو، سٺي رعد رڙيون
ٽڪو سر تار ٿيو، ساريون سنڌس سڙيون
پڌري پلر پاڻ ۾ چونڊس ڪيون چڙيون
ڪڙيو ڪلووڙي جو ڏئي ٿيون دڙيون
ڪٿايائين خوشي مان، سي ڪيسون ٿيس ڪڙيون
وري ويندو وطن ڏي، ڇڏي ٽڪو سر ٽڙيون
جن سين جيءَ جڙيون، سي مولي محب ملائيا

۲

بادل وسي ڪر وس تہ عالم آسودو ٿئي
ڏيت پٽ، سڄي سنڌ ۾، وڄن شال جرس
آگا اوسر لاھئين، ڪا ڇڳي جرس
ڪاماري تي ڪرم ڪر، سانوڻ ٿئي سرس،
ڪل ولايت وسي گھڻو، وڃي ھنئون ھبس،
ماڻھو مڙيو پاڻ ۾ ڪن رھاڻيون رس،
ھرڻ گينڊا گورخر، سھا، سر سھس،
گھٽون مينھون ٻڪريون، چرن لسو لس،
ٻرو ٻرين مئڙئين، تہ لھي ڦلوبون ڪس،
الاھي اشرف ڪي تو ڏانھن تن ترس،
ڪر پورو ھنئين ھوس، تہ ڏسي لاھيان ڏاڪڙا.

۳

جھمي جي ڏينھن جوڙ، ڏيا سالوٽا مينھن جا،

قادر ڪاماري جا، آهي ھنا پوڙ،
صاحب سنڌ، وسائين، چڙ ڪسر ۾ ڪوڙ،
اوھيڙا آب جا، مٿي چڙن چوڙ،
پڪا پراڻ ڪنڌئين آئين، ڪٽيرن جا ڪوڙ،
ٽڳا تن جا توڙ جن سانڍيو آن "اشرف" چوي ·

٣

حڪم ڪر حڪيم، ڏي موڪل مينهن کي
ساوا ڪرين سچا ڏٽي جي ٿيا سر مقيم
وجي ذر ڏڪار جو ڪرم ڪر ڪريم
ڪڍ مرض ملڪ منجهان قادر رب قديم
"اشرف" مين احسان ڪيا راحم رب رحيم
عرض سڻ عليم، تہ عالم آسودو ٿئي.

## ڪافي

( ١ )

ماروئڙن جي مون من ڪا جا رمز رهي
قسمت قيد الماڻ آهه هت آلدي
نہ تہ ويڙيچن ري ويهان ڪيئن واندي
ذوھہ ڏيان چو ڪن ويڙو قلم وهي
اطلس ململ پٽ نہ آهه لڳ لائيان
ڪٽي کهنبن ڪان پلي ڪري پايان
ڪيئن لاهيان تان لڱن جا مون ڏٺ ڏهي
ماڙيچن جو عمر مامرو مري
ھوڙا حال ٿيا سانگيڙا ساري
پيڪا منجھہ پٽن ويٺا سور سهي.
ڳيا ڳيون ڳوليون ڳولاڙا ڳهر پيرون پڪا

مرڻ پرڻ مڪراليون، مڪ کو ڍير ڪڪا
ساريان پس ڀهن ڀاڀائي جا ڀرمي.
گهه ماڏاٿو منگها، مکڻ موٽ مجر
سائون سامهڙان، کيڙو ٿمر سگر
اهڙي چيز چکن ڇپن موڪ مهي
"اشرف" چوي آئيا ويڙيچا اڄ وري
خير سلامت سان ڀائر پٽ ڀري
ڏسي ڏيهاين غم گولڊر ويا لهي.

( ٢ )

سانگيڙا ساري ڀهڙا حال ٿيم
گذريا سال سوين ڏٺي ڏوٿيڙن
آءٌ هت ٻنڌياڻي سومرا سائين
مرتيون ساٿيهه ۾ سرهيون سدائين
کير کٿيريون خوش ٿيو ڀکي ڀاند ڀهن.
چام عمر آءٌ چٽ چارڻ ۾ چائي
سڪ لاهيان هوند ڏٽ ڪاٿڻ ٻنا کائي
سماري ساڏهيون جهڙ جٺن نيڻ جهمن.
ڀائر ڀرين سان چونڊير ڏي ڀيرون
هيم هتي جن سان هنيڙي جون هيرون
موڪل ڏي تہ ملان وڃي ويڙهيچن.
"اشرف" چوي آءٌ ماروئڙن ملان
ٿيڊ ڪوٺن جا ڇڏي ساهيڙين ساڻ کلان
اکيون اباڻن لاءِ وهرو تار وسن.

( ٣ )

اڄ ميان راڻا ڪا رهه رات
ڪاک وٺن ۾ تون ڪڏهن

راتهان ڏيهان روح ڪي طلب تنهنجي تات
هئن م وسارج مون هڏهين.
ورڻ سنديون ولها وايون ڪر ڪي وات
تن مون جياريندين نڏهين.
توکي ساري سهرين پرير ني پربات
موت مرنديس آهُ مڏهين.
"اشرف" چوي آهُ تون سودا سهاجهي ذات
منهنجو جهڻ ني جڏهين.

( ۴ )

وڻي وڻان رت ياد سدا جي ... جت
سو وري ڪڏهن وساريان.
نهڻ نمائي پاڻ سان پنهل جو هو ... 
گولي ني وڃي ڪيچ گذاريان.
آڌي رات اٿي ويا آيل پيم نہ آت
سرهو ساٿ سنگت ني ساريان.
اديون آٽڻ واريو ڪوه چئو مونکي ڪت
چرخو پيچي هواد پارڻ پاريان.
"اشرف" چوي عجيب ريءُ ڪونہ ساريان ني ست
ڪنيون نين پنهل ني نهاريان.

( ۵ )

تون تان پکي پرڏيهي هي ڏيهہ نہ جانچ پنهنجو
حب وطن جي غالب جن کي.
تاهم جميعت ڪاتر تيرُ تن کي
نهن لوازي نيهي اهڙو ڪرم نہ بہ ڪنهنجو
پورا چڏ تون ڪوڙا پروسا
ترڪ سڀ اوسا پاسا

در ڏٺي رهه ويهي آهي جڳ آسائو جنهنجو
پرڏيهه سان ڪٿن پرت اڙايه
عمر اجائي هاه وڃايه
ڪار ڪيه ڏس ڪيهي
ڇڏ تون آ سانگو تنهنجو
”اشرف“ عشق اصل ڏي رک تون
ڏيهه ٻيگاني جاڙ ۾ جک تون
ٻاٺر ڏس، وچ ويهي ڏک ڏيهه گذار مَ اهنجو
فن فنون شيخي جو سوڪو
اوڪو فن فقيري جو
طامع آهين تارڪ چوائين
راڳ ڪيو ٿو راج ريجهائين
خوش‌الحان سرود سڻائين
طرح ڪيه تسخيري جو
نالو پنهنجو پير سڏائين
مڪر ڪيو ٿو مريد ڳڏائين
اسباب سان اُٺ لڏائين
پري درجو پوري جو
ويس موسي جو ڪم ابلوسي
خارج خام خيال خبيثي
حرص هوس جو آنهن حريصي
آيه وقت زهوري جو
شهبازن سين ريس ڪرين ٿو
مشائخي جو دم ڏرين ٿو
اهڙا اجايا بار پرين ٿو
ائٿي غرض اميري جو
”اشرف“ ڪال سڻائيندين ڪن
معلوم حال سڀ مرشدن

پنهنجي جهانن ۾ ڪٿهو جن،

تن دعوا دستگيري جو.

## ڀائي چين راءِ لڌ

### سامي

شڪارپور جي مردم خيز زمين، جي روشندل شاعر پيدا ڪيا آهن انهن مان هندو طبقي لاءِ ”سامي“ هڪ متاع عزيز آهي. سنڌ جي شاعرن ۾ هو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي. شڪارپور ۾ اڄ به سندس نالي سان هڪ محلو يادگار آهي، جنهن کي ”سامي شير“ ڪري سڏبو آهي. ٻيا به محلا ”ٻگا شير“ ۽ ”ٻولا شير“ جي نالي سان مشهور آهن.

سامي پنهنجي دور جو وڏو ويدانتي ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي سلوڪن ۾ جا روحاني تعليم ڏني آهي، ان ۾ غالب عنصر ”ڀاڳ سڃاڻ“ جو آهي. شايد ديوان ڪوڙو مل آنجهاني کان اڳ ڪن ٿورن کي اها خبر هئي ته ”سامي جي سلوڪن“ جو اصل مصنف ڪير هو؟ سنڌ وارن تي سندس هيءُ وڏي ۾ وڏو احسان هو جو هن پنهنجي تحقيقات سان اهڙن قيمتي سلوڪن جو اصلي مصنف ڳولهي پيش ڪيو.

سامي صاحب جو نالو ڀائي چين راءِ هو. سندس پتا جو نالو ٻچو مل ذات جو لنڊ هو. ننڍي هوندي ئي ساڌن جي سنگ ڏانهن هو. پڙس بيڱل ۽ ڌن وارو هو، ان ڪري دنيائي پدارٿ کان بي نياز هو. ضروري وديا کان فارغ ٿيڻ بعد، هو پنهنجي جواني جا ڏينهن ست سنگ ۾ گذاريندو رهيو. هو ڪلهوڙن ۽ ميرن جا راڄ ٿي سنڀريو. ان طوائف الملوڪي جي دور ۾ هي مهاپرش پنهنجي آتمڪ ترقي جو ڳولهائو رهيو. عين جواني ۾ جڏهن انسان هوس ۽ حرص جو شڪار ٿئي ٿو، سندس هڪ

سنجيدھ شخص سان ملاقات ٿي، جنھن کي سوامي مينگھراج سڏيو ٿو وڃي.

سوامي مينگھراج ذات جو پالڻ اصل احمدپور (علائقھ بھاولپور رياست) جو ويٺل ھو. ھو سير ۽ سفر ساڻگي اچي شڪارپور نڪتو. جتي ھو ھاٿيدروازي جي پرسان ھيمنداس جي نڪاني ۾ اچي رھيو. اسانجي شاعر جي آنيءَ ساڻس ملاقات ٿي. سوامي مينگھراج نھ فقط وڏو ودوان ھو، پر آتمڪ گيان جي پنڌار سان پرپور ھو. پاڻي چين راھ مسر مينگھراج جي ست سنگ کان ڇھڪي آئيو. اڳ ئي دل دڪايل ھيس ويتر پورن ساڌو جي صحبت، سون تي سھاڳي جو ڪم ڏنو. فقيرانھ گوڏڙي قبول ڪندي پاڻي چين راھ مسر مينگھراج جي ھردي ۾ آھائي جوت جاڳايل ڏٺي، جنھنجو ھو سڪايل ھو. مسر مينگھراج پھار جي بادل وانگر آيو ۽ محبت جو مينھن وسائي ماڳين موٽي ويو.

مگر پاڻي چين راھ جي دل جا ھاٿي دريا طلب ھئي، ساقي جي بخشيل فيض کان سيراب ٿي نھ سگھي. اچي جو ويراڳ لڳس سو پارين وڃي امرتسر پھتو. ھن جو مقصد ھو تھ پنجاب جي ھڪ وڏي صوفي گرونانڪ صاحب جي سکيا وچھو ٿي ڏسي. ھو پنھنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي وطن موٽيو.

شڪارپور ۾ پھچي "ھن پنھنجي زندگي اھڙي نمولي سان گذارڻ شروع ڪئي، جنھن کو لعل کي لڪي نھ سگھي ھو ھيڪنھن محبت واري جو ڳولھائو ٿي پيو ذات پات جي پنڌن کان آجو ٿي ڪڏھن مسلمان درويشن جي صحبت ۾ ٻوڙندو ھو تھ ڪڏھن ھندو پوڄنيھ بزرگن جي ست سنگ ۾ پھچندو ھو. ونڪي ياد نھ آھي تھ مونکي ھيءُ ڪنھن ٻڌايو ھو، پر ياد اٿم تھ آن نيڪ نفس ڇيو ٿي تھ "سامي" کي جو رنگ لڳو، سو

حضرت آمين شاهه صاحب چشتي* جي صحبت ڪان. هن روايت تي اڄ ڪو اعتبار ڪري يا نه، مگر هي حقيقت آهي ته ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾ هندن جو درد مسلمانن جو ليکيو هو. "سامي" صاحب کي فيض ڪٿان به مليو، مگر هي ڳالهه واضح ڪرڻي هيم ته اُنجي هردي ۾ پريم جي جوت جو پرڪاش هو، ۽ اهوئي مارگ هوس جنهن تي ڪانئس اڳ جا پنڌ ڪندڙ هلي منزل تي پهچي ويا هئا. جنهن پاڻ هڪ هنڌ چيو اٿس:-

جنهن کي جاڳايو ڪامل وڃي ڪن ڪون
سو سيني جو ساکي ٿي اچرج ۾ آيو
سامي چائي ڪونه ڪو پنهنجو پرايو
سُتهه سمايو، جڳت ڏنائين جوت ۾.

هو ڪيتري قدر ذات پات جي پنڌن ڪان آجو هو، ۽ اوچ نيچ کان آزاد هو، اُنجي لاءِ هيٺيون مثال ڪافي ٿيندو، جو سندس پوتر جيون جو ساکي آهي. ڪن ڇڙن کي خبر هوندي ته پائي چين راءِ فقط ست مارگ جو پانڌيڙو نه هو، پر ظاهري طور دنيا واوي رسم کي به پورو ڪندو هو هن کي شاهي بازار ۾ ڪپڙي جو دڪان هو. آهو دڪان ڪٿي هو، اُنجو جواب ڏيڻ اڄ ذرا مشڪل آهي.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ اڇوت عورت پنهنجي معصوم ٻار کي هنج ۾ ورتيون بازار مان ٿي آئي. جڏهن "سامي" جي دڪان کان ٿوري مفاصلي تي وئي ته، اوچتو هڪ ايندڙ گاڏي سان ٽڪرجي پئي ۽ هوءَ بيهوش ٿي وئي. سندس معصوم ٻار پڻ چوٽ کائي دانهون ڪرڻ لڳو. رکهو مل نالي ڪاپڙي، جنهنجي دڪان سامهون هي روئداد ٿي رهي هئي، بت وانگر

* حضرت آمين شاهه چشتي طريقه جو پيرو، وڏو عالم ۽ ۽ اهل دل ٿي گذريو آهي سنديس تربت شڪارپور ۾ مختيارڪاري جي پرسان آهي.

ڏسندو رهيو. جڏهن ته هوءَ اڇوت هئي، اُن ڪري ڪيس هٿ لائڻ مهاپاپ ٿي ڄاتو ويو "سامي" ڊوڙندو اُن بيهوش عورت جي مٿان آيو ۽ اُن کي هوش ۾ آڻڻ جو هرڪو جتن ڪرڻ لڳو. نيٺ جڏهن هوءَ سامت ۾ آئي تڏهن هو موٽي آهي پنهنجي جاءِ تي ويٺو. هن واقعي شاعر جي دل کي وڏو ڌڪو ڏنو. هن بي تاب ٿي پنهنجي شعر ۾ انهنجي شڪايت ڪئي آهي، جي اهڙي وقت ۾ به انسان ذات جي خدمت ڪرڻ ۾ ڇرڪي بيٺا. چوي ٿو:-

١- نيهن بنا نادان ويد پڙهي وادي ٿيا
پاپڻ ڪن پيا ٿي سان جپ تپ دان اشنان،
پنهنجي نارائڻ ريءَ بي سڌ رکن ڪان
رهن منجهه جهان- نرپکش نيارا ني جاءِ.
٢- سيوا منجهان جن لڌو لال اڻ ملهيو
سامي سڪ سچي من سدا سيوا ڪن
لنئيون مارون موچڙا سيئي سر سهن
پوءِ ٿا رنگ رچن- آئي پهر عجيب جي.

اهڙو هو سامي درويش!

سامي صاحب سال ١٩٠٧ سنبت وڪرمي برابر ١٨٥٠ع ۾ چالاڻو ڪيو. چيو وڃي ٿو ته هن وڏي اوستا ۾ هي خاڪي جامو ڇڏيو. ديوان ڪوڙو مل آنجهاني شاعر جي عمر ١٠٠ ورهيه ٿو لکي. سندس پويان جيئرا آهن ۽ واپار ۾ مشغول آهن.

## سندس شعر

پاڻي چين راءِ پنهنجي ستگر سوامي مينگهراج جي ياد ۾ پنهنجو تخلص سامي رکيو. تقريبا چاليهن ورهين جي عمر ۾ سامي سلوڪ چوڻ شروع ڪيا. هو پنن جي چنڪين تي بيتن کي لکي

سنت ۾ وڄهندو ويندو هو، جن کي وري سندس فرزند گهنشامداس گڏ ڪندو ويندو هو. سندس بيت يا سلوڪ ۲۱۰۰ چوڻ ۾ اچن ٿا. ٿورا ڏينهن ٿيا سنڌ جي ڪن ودوانن سامي جي وڏيڪ شعر جي ڳولها ڪئي، مگر افسوس جو انجو نتيجو ڪجهه به نه نڪتو. ديوان ڪوڙو مل سامي جي سلوڪن کي ٽن جلدن ۾ شايع ڪرايو آهي. پر ان ۾ ٻين شاعرن جهڙوڪ شاهه پٺاڻي شاهه عنايت رضوي، ٿنو، ڏرمون ۽ ٻين جا به بيت موجود آهن.

اڪثر هندو شاعرن جي بيتن جو اهڃاڻ "سامي جي سلوڪن" سان ملي ٿو. جن کي ڀڙهندي خبر پوي ٿي ته ان وقت هندن ۾ به سنڌي شاعريءَ جي لاءِ ڪو گهڻ شوق موجود نه هو. انهن مان ڪن جا ئالا، انهن جي ڪلام سان گڏ ڏيان ٿو، جن مان گهڻا سامي جا همعصر ٿا ڏسجن.

موهن فقير:-

جي توکي پياس پسڻ جي، آهي من ڪري،
ته واري ويهه وجود مان، تون دوسائيءَ ته وري
موهن ٻؤ مري. ته دوس مليئي دم ۾

مگڻ فقير:-

صبؤ ۾ ٿي ويهه، تون چپ ڀوني چپ ڪر،
پرائي گهلي نڪري، تون پنهنجي ڄڳيءَ پيهه.
سڄڻ جو سنيهه، من سنجهي مگڻ چوي.

ساجن:-

سي مجلس ڪئن ماڻين، جن جو منهن مايا ڏي
جاڏي وهه واڪا ڪري، ناڏي نه تاڻين،
سودو هي ساجن چئي، وڻج نه وهائين،
هٿين ٿا هارائين، ڪنچن ڳڏي ڪوڙ سان.

پٽو:-

من ماري مهڻن ڪر، ڌوڏي ڇڏ خيال
پڇن ريءَ پڳوان جي، ڪونهي هاڻي حال
اچي وڻندو اوهتو، ڪنهن ساعت ڪال
پورن جوڳ پٽو ٿئي، جو لالن جو لال،
جنين ميڙيو مال، سي پڇن ريءَ پري ويا.

آسر:-

آهه سهاڳڻ سا جوان، جنهنکي صبر جو سينگار،
پٽي پائي پاڻ کي، حليميءَ جو هار،
پيئي ساڻيتار، آدب جنهن آسر ڇٽي.

پاون:-

جنهن کي پياس پسڻ جي، سي پين نه پڌائين،
چنبو هٿيج چت کي، لنو سنجهي لائين،
ڏسڻ لڳ ڏيون ٿئي، ڏا لکين ليلائين،
تان جي پؤ پائين، دوسائي دربار جو.

تنون:-

ڪانڌ جنهنجي ڪچ ۾، سا ڪجاڙو م ڪتي
آئي پهر عجيب جي، ولدر منجهه و تي،
تنون ٿئي تني، چوڻ وسارو ناهه ڪو.

ٽرو پڳت:-

ٽڪي هيءَ ٽرو ٿئي، پوڻ سڀ پوين،
پري جا پرم جي، سالا ٽي ڪين ڪنهين،
جڏهين پرين پاڻ ڪنئين، تڏهن نمائي نهال ٿي

بادل:-

ڪاري رات ڪچو گهوڙو، ڪن ڪري ڪڙڪڙ

برهه جي بادل ڇٽي، جنهن کي لڳي جڙ،
سا ڪئن تانگهي تڙ، جنهنجو من ميهار سان.

مٿي ڏنل بيتن ۽ سنڌي مصنفن تــي نظر ڪنداسون ته گهٽي انداز ۾ هندو شاعر نظر ايندا. ڇني نه ڏو سکهجي ته "سامي جي سلوڪن" ۾ ڪيترا اهڙا ٻيا بيت هوندا، جي سنڌي ڪاويه سان گڏ مسجي ويا آهن. ڪاويه (شاعري) جي انداز کي ڏسي، هڪ تحقيق ڪندڙ هن راهه تي پهچي ٿو ته انهن شاعرن جي زبان، سامي جي ڪلام کان زياده سلامت رکي ٿي. مگر افسوس هن حقيقت جو آهي، جو انهن شاعرن جو ڪلام، زماني جـــي دستبرد کان فنا ٿي چڪو آهي. جنهن ڪري سنڌي شخصيت ۽ ڪلام، هميشه تحقيق ڪندڙن جي نگاهه کان اوجهل ٿي رهندو مگر هي به غنيمت آهي جو سنڌي ٻالي "سامي جي سلوڪن" جي بدولت زنده رهجي ويا آهن.

سامي جو سڄو شعر ويدانيت جي گيان سان معمور آهي. اسلامي تصوف ۽ هندو ويدانيت ۾ بنيادي طور وڏو اختلاف آهي، مگر سامي ۽ وٽ جا روحاني رهاڻ آهي، ان تي اسلامي تصوف جو وڏو اثر آهي ۽ خدا جي وحدانيت جو ونس وڏو اهڃاڻ آهي.

سامي ڇني ستت، جڏهن وٺ جڳدبس کي،
موٽي لينده ڪينڪي، اهڙو هٺ وقت،
ڇاٽي جوٽ جڳت کي، ڪرستي ۽ جان ست،
پوءِ رنگدي رت، اکين مان عاجز ٿي.

وحدانيت جي هوندي به ونس، هندو عقيدن جي گهٽتائي ڪاله آهي، تناسخ جو (جوڻ) عقيدو ونس پڻ هندو عالمن وانگر موجود آهي، ان هوندي به انهن کٽي ڇنجي ته هن، هندو ويدانيت ۽ خدا جي هستي جو اعتراف ڪندي، هڪ نئين راهه قائم ڪئي

آهي، جنهن ۾ اسلامي تصوف جو رنگ پريو آهي. هو خدا شناسي سان گڏ، خود شناسي جي به تعليم ڏني ٿو.

الٽي ٿا سلن، عاشق ڳالهه عشق جي،
سامـــي ڇٽي سنسار ۾ هن سان هلن.
ستهه سڌ سهي ڪيو، اهو ڀيد ڀلن.
جاڳي ڏٺو جن، پنهنجي اکين پاڻ کي.

خود شناسي سان گڏ، ونس عمل ۽ اخلاص جـــي بجا تلقين آهي.

پنهنجي ڀوک سنيار، پراڻي پيهي تي چڙهي،
ڪسيا ڪانياٽيءَ سان، ڪيڏي ڪلپت جهار،
ڏيئي واڙ وسواس جي، تون سامي پرم نورا،
تان ڪٽي بيحد ڀار، اپنيءَ اکٽ اناج جي

هو مسلمان صوفين مان ڪن وانگر وحدت الوجود جو به قائل آهي، مگر جيئن ته هو تناسخ جو قائل آهي، انڪري سندس وحدت الوجودي فڪر ۾ ڪابه پختگي نه آهي، سندس اخلاص ۾ ڪابه ڪمي نه آهي، انڪري سندس عمل جي دعوت، پنهنجي جاءِ تي وڏي قدر ۽ قيمت واري شيءِ آهي. ديوان ڏيارام گدومل، جي سلوڪن جي مهاڳ ۾ سچ لکيو آهي ته:

”هن جهان ۾ اسانجا پنج دشمن آهن جن جهڙا ٻلوان دشمن ٻيا ڪي ڪينهن. سندن نالا مشهور آهن، پر سندن نشان ڪن ٿورن کي معلوم آهي. ڪو آدمي ڪونهي، جو انهنکي ظاهري طرح ڦٽ لعنت لـ ڏ-و ڪري، پر ڪو ورلي آهي، جو انهن مان هڪڙي نه ٻئي کي اندر ۾ نه ٿو سانڍي. انهن دشمنن سان اڪثر جيترو اسان جو پيار آهي، تيترو پنهنجي ٻارن ٻچن سان به نه آهي، ان هوندي به جيڪڏهن اسان ڪان ڪو ٻچي

ته اهي توهان جا دشمن آهن يا نه ته جيڪر ڪڏهن به انڪار نه ڪريون. انهن دشمن بابت چاڻ به اٿئون پر تڏهن به اڄاڻ آهيون. سمجهه به اٿئون پر تڏهن به آ سمجهه آهيون“

انسان جا آهي ڪهڙا پنج ويري آهن، آهي بقول ديوان ڏيارام، سڀ ڪي معلوم آهن. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه ۽ اهنڪار. اهي سيئي اهڙيون قوتون آهن، جي اسانجي تندرستي ۽ توت جو فائدو وٺي، اسان ڪي پنهنجي فاني جنسار سان موهيندا رهن ٿا ۽ هڪ جادوگر وانگر پنهنجي جادو ۾ اهڙي ريت قابو ۽ پختو ڪري ڇڏين ٿا، جو باطني طرح جو هو زيان ڪندا رهن ٿا، اُن جي ڪابه خبر نه ٿي پوي. جئن آڌهي اندرڏي اندر ڪاٺي جي ڳر (طاقت) کي کائيندي رهي ٿي ۽ فقط ٻاهريان ڇوڏا باقي ڇڏي ٿي، اهڙي ريت، هيءُ به انساني عظمت کي اندرڏي اندر پامال ڪندا رهن ٿا، تانجو منجهائس انساني خصلتون موڪلائي وڃن ٿيون ۽ وٽس حيواني خصلتون نمودار ٿي پون ٿيون. انهن ويرين جي تقليد ڪرڻ واري جي آک اُن وقت کلي ٿي، جڏهن سندس حياتي جو خاتمو قريب ٿئي ٿو ۽ موت سندس سر تي اچي پهچي ٿو. اُن وقت سندس عمل سندس آڏو اچي ٿو. گذريل حياتي جي غلط ڪارنامن تي سوچي ٿو، مگر:

ڪايا ۽ مايا ڪوڙي — سڀ ڪلپت جي،
جئن ڦوڏو جل ۾، درخت جي ڇايا،
جيڪي جڳ آيا، سي ساڀي رهيا ڪينڪي.

انهن ويرين جي بابت، سامي پنهنجي سلوڪن، ۾ جا شرح ڪئي آهي، اُها ايتري قدر ته دليل ۽ دلائل سان پر آهي، جنهن جو ڪوبه سمجهه ۽ انديشي وارو انسان انڪار ڪري نه ٿو سگهي، مان هتي سندس ڪلام مان اهڙا اشارا، ثبوت جي طور تي پيش ڪري رهيو آهيان.

ڪام:-

جنهن ڪي ڏني ٽيڪ، ستگر پوري سچ جي،
سر محڪم رکي من ڪي، ڇوڙي ڇڏي نہ ڇيڪ.
سامي ڇوي سنسار ۾، ورتي ساڻ وويڪ،
توڙي پوڳي پوڳ انيڪ، تہ بہ نيارو رهي نپ جان.

مذڪوره بيت جي پوئين سٽ، شاه ڀٽائي جي هن قول "توڙي چورين ڏنا چال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا" سان: ڪيڏي نہ موافقت ٿي ڏيکاري.

ڪروڌ:-

محبت مٺائي، مِلي مَلهه، آپار سان،
وڃي پڇو تن ڪان، ڏني جن ڪاٽي،
چڙهيا آنهي ۾ آڳ تي، وڃائي وائي،
سامي سدائي، سنمک ڏسن سورين،

شاه ڀٽائي جي تلقين آهي:-

هو چوني تون مَ چوءِ، واتڻون ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي.

موه:-

جو ڳيسر ڇڳت، ڪنهن سان رکن ڪينڪي،
جاڳي جن اکين سان، ڏٺو آتم تت
ڪنهن سان رکن ڪينڪي، سامي موه ممت،
سدائي ورڪت، رهن پنهنجي حال سان.

لوڀ:-

مورک ڪوه نري، تو لڳي ڪوڙي لوڀ سان
ساڻ ڪڍندين ڪينڪي، هتان بار پري،
سمجهي ڏس سامي چئي، سڌ ويچار ڪري،
لاهي چو نہ ڌري، آوديا پنڊ مٿي تان.

اهنڪار:-

مورک ڪوه پڇن، تو اوديا جي اهنڪار ۾،
ملي ساڌ سنگت سان، رنگ ۾ چو نه رچن،
اهڙو داءُ آچن، سوني پٺندي ڪينڪي.

سامي جتي نفس اماره جي غلط ڪارين کي هڪ هڪ ڪري ڏيکاريو آهي، آئي هن، انساني اوديا جو نجات، مرشد ۽ ساڌ سنگت ۾ ڏٺو آهي. جنهن حقيقت جو جا بجا ذڪر ڪندو رهي ٿو. ساڌ سنگت جي ساراهه هئن ٿو ڪري:-

پيا سپ ڪم ڪوڙا، ساڌ سنگت هر پگ ري،
سامي سمجهن ڪينڪي، مورک مت موڙها،
ڪي گرنک گهوڙها، پرچا پاڻ ڪڍي ڪري.

مرشد جي تعريف هئن ٿو ڪري:-

ستگر جهڙو شاه، ڪونه ڏٺو سين ڪاڻهن،
پرچي ڏنو جنهن پوربي، آتم ڌن آٿاه،
نڪي پڇيائين جات پات، نڪي پڇيائين راه
ڪري من اڇاه، سامي ڇڏيائون چن ۾.

سامي انساني حيات جي دک کي جاڻي ٿو. ڪيس دنيا ذري مان بي ثباتي ۽ بي وفائي جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا، ان ڪري هو ثبات شين ڪان دل برداشت ٿي، ڪي اهڙي راه جو گهولهائو آهي، جو ڪيس هن جي ثبات عالم ۾ اطمينان قلب جو باعث ٿي سگهي. هر عمل ۾ هو خلوص جي جستجو ڪري ٿو. سندس هي بيت، ڪيڏو نه حقيقت سان همڪنار آهي:-

مک سان رام چئي، سانت نه اچي جيءَ کي،
ان پاڻي جي ناڻ سان، بک، اڄ ڪون لهي،
ننگر پهچي ڪونه ڪو، بنا پنڌ ڪئي،
گر ڪم رهت رهي ته سکي ٿئي سنسار ۾.

ڪيڏو نه هيءُ سادو خيال، پر ان ۾ جا صداقت آهي، ان کان ڪنهن کي انڪار ڪرڻ جي جرأت پيدا ٿي نه ٿي سگهي

مک سان رام چوندي، دل کي سالت ۾ سر نئي نهايت مشڪل آهي، رومي به ان قبيل ۾ فرمايو آهي:-

بر زبان الله در دل گاؤ خر
اين چنين تسبيح کي دارد اثر

زبان تي الله جو نالو ۽ دل ۾ دليائي ڳالهين جو جوڙ توڙ اهڙي تسبيح ۾ ڪٿان اثر پيدا ٿي سگهي ٿو. هو سائين جي نالي وٺڻ لاءِ، دل جي صداقت ۽ صفائي جو قائل آهي ۽ هن فاني دنيا ۾ خوشحال زندگي جي بسر ڪرڻ جو واحد طريقو، خدا جي ياد کي وٺي ٿو ۽ اهي اوگڻ جي انساني حيات کي داغدار بڻائن ٿا، انهن کان پرهيز ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو. دنيا جي جهنجهٽن کي نفرت سان ڏسي ٿو ۽ مايا کي سڀني خرابين جو بنياد تصور ڪري ٿو. هن حقيقت کي ڪهڙي نه پر اثر ۽ خوشنما طريقي سان بيان ڪري ٿو:-

ڇا کي ميڙين مال، سان هلندو ڪينڪي،
ڪنهين نڌو ڪينڪي، مٺن مان مثقال،
پرتنهو حال، جن جو ليکو پيو لکن سان.

آها شيءِ جا فاني آهي، ان جي انتها به فاني آهي! سامي هن مايا جي هر فريب نقش ۽ نگار کي ڇاڻي ٿو. پاڪيزه زندگي جي گذارڻ لاءِ دنيا جي مڪروهات کان پري ٿي گذارڻ جو مشورو ڏئي ٿو. اهڙي شاعري، حقيقي معنيٰ ۾ پيغامي شاعري آهي ۽ اهڙو شاعر ئي مفڪر سڏائڻ جو صحيح معنيٰ ۾ مفڪر سڏائڻ جو حقدار آهي. زندگي جي حقائق کي هن زنده دل شاعر بيخوف ۽ پڌري پٽ پڌرايو آهي، مگر افسوس آهي، جو سنڌ وارن ان جي شاعري ڏي ٿورو ڌيان ڏنو آهي.

سامي جي شاعري، فڪر ۽ خيال جي نسبت جيتري قدر بلند آهي، ايتري قدر، سنڌس زبان به فصاحت ۽ بلاغت ’سان پرپل آهي. جتي هو عربي ۽ فارسي لفظن کي بنا ڪنهن تور ۽ تڪ جي استعمال ڪري ٿو، اتي هو سنسڪرت ۽ هندي لفظن کي به ساڳي ريت ڪم آڻي ٿو. جنهن ته هو صحيح معنيٰ ۾ سلوڪ جي طريقي جو سالڪ هو، ان ڪري ونس ٻوليءَ جو به ڪو پيڇ ۽ پاؤ موجود نه هو. ائين به آهي ته ڪٿي ڪٿي، سنسڪرت جي دق لفظن جي آڻڻ ڪري، سلامت گهٽجي وڃي ٿي، مگر سنڌس شعر جي رواني ۽ شگفتگي ۾ ڪابه گهٽتائي ڪانهِ آهي. سنڌس شعر سري جي ٻولي جو حاصل آهي، جنهن کي سنڌ جي طبقاتي ٻولين ۾ وڌيڪ شيرين شمار ڪيو وڃي ٿو. سنڌس بيتن جي ترتيب به انفرادي آهي. اڪثر سنڌس بيت ڇهن سٽن وارو آهي، ڪي ٿورا ٽن سٽن وارا آهن. بيتن جي هيءَ ترتيب ڇڻ ته سنڌس هڪ نئين ايجاد ٿي معلوم ٿئي. جنهن چيو وڃي ٿو ته سامي، ڪي ڪانيون به چيون آهن، هيءَ رڳو اهايو افواه آهي، جنهن کي ڪوبه بنياد نه آهي. هن پنهنجو سڄو توجهه بيتن ڏي ڏنو آهي، ۽ سنڌي شعر جي ڪنهن ٻي صنف تي طبع آزمائي نه ڪئي آهي.

سنڌس شعر ۾ تجنيس حرفي، جو اڪث خزانو موجود آهي. ان ڪانسواءِ اصطلاحن جي اها ته ڪثرت آهي، جو انهن کي ڪي ڏسي حيراني ٿئي ٿي ته ڪيس پنهنجي مادري زبان تي ڪيڏي نه قدرت حاصل هئي. هيٺين هڪ بيت تي نظر ڪريو، ته ان ۾ ڪيڏي نه اصطلاحي زبان ڪم آندل آهي:-

جيءَ ڳري ٿو جٽ، ٻلي پنهنجو پاڻ سان،
جنهن ڦاهي ۾ ڦاسي، پري پولو مٽ
ڏيئي ويٺو ٻٽ، سامي جئي سروپ کي.

جٽ ڪرڻ، ڦاهيءَ ۾ ڦاسڻ، مٽ پرڻ ۽ پٽ ڏيئي ويهڻ
هڪ ئي بيت ۾ گڏ آهن. ان ڪانسواءِ استعارا ۽ تشبيهون
پنهنجي جاءِ تي، سندس شعر ۾ جا بجا نظر اچن ٿيون. مثال طور:-

(١) جيئن گهاگهر لوڻ جي پاڻيءَ منجهه پيئي.
(٢) جئن بازيگر بانـــدر ڪـــي در در نچائي

## انتخاب

١ - اهڙي ڪير ڪري، سامي بنا ستگرو،
پڪت جوڳ ويراڳ جا، ڏي پنڊار پري،
اپنيءَ جوت اندر ۾، ستهه سڌ ڀري،
پلڪ ٽئي نه پري، رمتا رام اکين ڪان.

٢ - ستگر مڻ ٺاريو، تتو ڪوٺ جنم جو،
ڏيو باري گهر ۾، ٺاڪر ڏيکاريو،
سامي نواريو- اوديا روڳ اندر جو.

٣ - مهاپتڪڻ وهه ٿي، اوديا سنڌ جو،
رکي چاهه اندر ۾، سامي مور نه سه،
محبتي ملاح ڪي تـو سان لوڙي له،
ته پار لنگهڻ جو په، پر جي ڏيئي پل ۾.

٤ - ڪوه ڪريان صدقي، ستگر مرد ملاح تان،
جنهن پار لنگهايو پل ۾، پرجي پور پڪي،
سامي سپ چڏيائين، عيب ثواب يڪي،
موني ڪمن نکي، واٽ جڳاتي ڌرم راه.

٥ - صبر ۾ ٿي ويهه، چپ ٿوني تون چپ ڪر،
پرائي ڳلي نکري پنهنجي ڳچيءَ پيهه،
سڄڻ جو سنيهه، من منجهوئي ملپئي.

٦ - پنڊت ڪي پاون، سامي ڪمو ستگرو،
پرچي ڏنائين پانهنجو لج لرمل درسن

ٽيڙو سَنُ آمنُ- اوديا ڪلپت نہ رهي.

٧- ست گر ڏيکاري هيرو ڏنو هٿ ۾
ميائين چيتن ٿي نئڙي نهاري
ٻرڪائي ٻورن ڪان تن من سڀ ٺاري
سامي سنياري رکي دل دهلي ۾.

٨- ٻاري جنهن ڏيو سهي ڪيو گهر پانهنجو
سو در در ديوانن جان پائي ڪين ليو
سدائي ڪيو- سامي رهي سباڳ ۾.

٩- ڪنهن جوڳي جٽارٽ- سمجهي ڳالهہ سروپ جي
جنهن تي رکيو- ستگرو ٻرچي ٻورو هٿ
ممتا مٽائي من جي سامي ٿيو سمرٿ
ڪٿي ڪين آکٿ- ورتي وڏو وچار سان.

١٠- فارسي ۽ هندي- سخت ڇون ٿا ڳالهہ هڪ
سمجهي ڪو سامي ڇوي پيائي ٻنان پنڌي
چڙهي انيءَ آڇَ تي ولي راهہ رنڌي
پائي گيان گنڌي- سمهي سکپت سيج تي.

١١- عجائب عقل- سالڪ ڏنو سڪ سان
سمجهي روح راضي ٿيو ڇڏي هنگامو هل
چڙهي نور محل ۾ ڪيائين حق حاصل
وحدت ۾ واصل- پرچي ٿيو پريم سان.

١٢- سڏين سودائي- تنهنکي جيءَ جهان جا
جنهن ستهہ ساڌ سنگت جي رج مستڪ لائي
چڙهو انيءَ اچ تي وڃائي واٽي
سامي سدائين- سنمک ڏسي سهرين.

١٣- ڪو عاشق جَنُ آهي، مٽن جي مجلس ۾
ڪنهو خلاصو ڪري جنهنکي سڪ سچي
پتنگ جٽن پاڻ کي ڏسي مچ مچي
"سامي" رنگ رچي- ستهہ سهرين جي.

١۴- آٽ ني ڀھر وڃي، ني مرلي مَنَ موھن جي
ڀڃي ھن ڪنن سان ”سامي“ ڪھن رڃي
توڙي پران تجي- تان بي ڏن ڏيان ۾.
١٥- ڪيو جنھن قبول جيئن مرڻ جڳ ۾
سو سوکم ٿيو ”سامي“ چئي ڇڏي انگ اسٿول
ڇڙھي ھوھاري ۾ معلوم ڪيائين مول
سدائين مشغول- رھي پنھنجي حال ۾.
١٦- پيا سڀ ڏيئي ھن ڪجي سنگ ساڌن جو
جي آئي ڪي آڌر سان ۾ جي پنھنجو ڪن
جات ورن، ڪُلَ، ڪرم ڏي ”سامي“ ڪھن ڌسن
ڪڍي ڪڍِ ڇڏن- ستھ سڌ سروپ سان.
١٧- پير پرجھي پاھ مَن جي مجلس ۾
جي توکي پياس پسڻ جي تہ جيئندي پاڻ جلاھ
چنتا سڀ چڪاھ- تہ ڪئي خاص خلوتي.
١٨- مک سان رام چئي سانت نہ اچي جيءَ کي
ان پاڻي جي لَنانوَ سان ٻک اڃِ ڪين لھي
اگر ڀھچي ڪونہ ڪو ننا پنڌ ڪئي
گرگر رھت رھي، تہ سکي ٿئي ”سامي“ چئي.
١٩- سودا سيئي، ڪري ڌنر رام ري
ڪنھن ڪنيو ڪينڪي ڪيپ ڪٽي پيئي
”سامي“ ساڌ سنگت سان ملپس من ڏيئي
ستھ سڌ پيئي- وئي ڪوٽ خواري نڪري.
٢٠- پنھنجي پوک سنڀار- ھرائي پيھي تي چڙھي
ڪميا ڪانياڻي سان ڪڍي ڪلپت جھار
ڏيئي واڙ ويساھ جي تون سامي پرم نوار
تان ڪٽين بيحد ٻار- انيءِ اکٽ آناج جي.
٢١- ”سامي“ چئي ستت جيي وٺ جڳديس کي
موني ايندم ڪينڪي اھڙو ھٿ وقت

چائي جُوٽ جڳت کي ڪر سٿي جان سَتُ
پوءِ رندين رت. اکين مان عاجز ٿي.
٢٢- عجائب آهي تخت طائوسي تن ۾
سامي تنهن تي موڙين ٿو عدل چلائي
اُلٽي ڪنهن عاشق ڏنو منهن مڙهي پائي
چنتا چڪائي. نت ڪري دور درسن جو.
٢٣- سا ٻرسن جو سنگ. سيتل ڪري سڀ کي
موٽي ڏئي مسنڪ تون ور داتا جو نانگ
وچي ٻچ تنهن ڪون جنهن کي لڳو رنگ
"سامي" ٿي سرهنگ. ورتي ورتر ويچار سان
٢٤- فقيرن فضل ملي ڪيو محبوب سان
جاڳي ڪيائون من مان "سامي" سڀ خلل
اکيون اکين ۾ رکي ٻاسي ٿين نه پل
سدائي سيتل. رهن پنهنجي حال ۾.
٢٥- آچي واءُ گهلي ازغيبي عشق جي
ويئي تنهنجي تيج ۾ "تون مان" سڀ ٻلي
وسيو مينگهه مهر جو پيو چيتن چندر کلي
ميٺي کلپ ڪلي. سيتل ٿيو "سامي" چئي.
٢٦- ويا سڀ وڪامي، ويرين هٿ ويچار ري
رهن سدائون چاهه ۾ سنمک سلامي
ڪوڙين ۾ ڪو هڪڙو سنت بچيو "سامي"
جنهن کي آرامي. ٻرچي ٻرميسر ڪيو.
٢٧- داس ڪري ارداس نٿڙي نارائڻ کي
پوري ڪري ٻرچي اها منهنجي آس
تو بنا ٻي ٻاس. رهي نه رتيءَ جيتري.

# ديوان دلپت راءِ صوفي

ديوان دلپت راءِ صوفي، پنهنجي دور جو هڪ عمدو شاعر ٿي گذريو آهي. هو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي پيداوار آهي. سندس جنم سيوهڻ جي تاريخي شهر ۾ هڪ پڙي تري گهر ۾ ٿيو. سندس ڏيهاڙي جي زندگي جو ڪو به احوال ميسر ٿي نه سگهيو آهي، جيئن ته شعر، شاعر جي حياتي جي خود نوشت حقيقت آهي، ان ڪري پڙهندي معلوم ٿئي ٿو ته سندس تعليم ۽ تربيت بنيدي هوندي چڱي ٿي. هو فارسي ۽ هندي ٻولين کان چڱي ريت واقف نظر اچي ٿو.

ابتدا ۾ هو جواني جي وقت ۾ ميرن جي ملازمت ۾ داخل ٿيو ۽ سيوهڻ کي ڇڏي ٿوري وقت لاءِ حيدرآباد اچي رهيو، مگر پنهنجي وطن ڏي ايندو ويندو ٿي رهيو. سيوهڻ، لعل شهباز قلندر جو شهر آهي، جتي زائرين جو هروقت ميڙو متل ٿو رهي. قلندر جي آستاني تي ايندڙ درويشن مان ڪنهن جي محبت جي چنگاري سندس دل ۾ ڏکي. هو آهسته آهسته دنيائي تعلقات کان بيزار ٿيندو ويو، مگر سندس ملازمت جو سلسلو جاري رهندو ٿي آيو. دل سندس بيدار ٿيندي وئي، دست به ڪار، دل به يار، هڪ صحيح صوفي وانگر زندگي گذاريندو ٿي رهيو. هاڻي فقط ضرورت اها هئي ته ڪيس ڪنهن اهل دل جي صحبت نصيب ٿئي، جا ڪيس جلد ٿي ميسر ٿي وئي.

حيدرآباد ۾ ان وقت هڪ درويش ٿي رهيو، جنهن جو نالو ڀائي آسرداس هو. هو جهوڪ شريف جي درگاهه جو پانڌيڙو هو ۽ پنهنجي فقيرانه خوءِ ۽ خصلت کان شهر ۾ بيحد مقبول هو ڀائي آسرداس چڱو شاعر هو پر افسوس جو سندس ڪلام قريب قريب ناياب ٿي چڪو آهي. ڪي ٿورا بيت ۽ هڪ غزل سندس موجود آهي، جو هتي نموني طور ڏجي ٿو:-

لاغرض سان لاشڪ چائي مون نيهن لاتو
جوڏيون دعا ڪجو تان نبهي اچيم ناتو
من بحر بيحدي ۾ ڪاهي ڪنڌي پوڻ جي
ويٺي ٻ-زوڙ پا جي، جنهن ويـ-ر ٻهر پاتو
ڪڙڪا پون ڪنن جا وبرين جي وهڪرن جا
لهرين سندي لڙت ڪان ٻي سڌ نہ ڏينهن راتو
مشڪل ۾ آهہ مسڪل هي عشق هڏ اڙانگو
تنهن حال ساڻ مس مس مون تان سجهي سڃاتو
هڪ چرڪ ساڻ چوڙي ٻنڌڻ چني چڏائم
ڪ-ا-ار ۽ آڪارو ت-وٺ-ي سٽي سڃاتو

من درد جي دوا لي۾ حاذق طبيب پڇم
چيائين ڪري ڪري پوءِ ٻي وچ وري ڪرياتو
اشرف ڪيوءِ آدم ابليس ڪئن بچايءِ
چي: آهہ آزمودو رهہ عشق ۾ بلاتو
لائي برهہ ٻندي سان چو پاڻ کي چڙايءِ
چي: دل منجهان دنيتي لاهي تون ڏس لباتو
”عاشق مدام مچ ۾ منجهہ پرت تو پچن ٿا“
چي: سڪ آنيئي چاڻج هرگز نہ رهہ حجاتو
تون ٿو ڪرين ڪرئين ٻبوس جو ڏوهہ ڪهڙو
چي: نفس من نجس جي رٿ رد ڪئي نہ ڪاتو
”تون پاڪ ۽ پوتر هر رنگڊ چو سمائين؟“
بي انت جي بيان ۾ ٿي بي زبان پاتو
ناهي مجال ڪنهن کي قدرت جو ڪيل سمجهي
تو بحر ان مان ڪجهہ بي پيتو نہ آهي ڏاتو
آهي اميد تنهنجي منجهہ مهر سچ ملڻ جي
چي: ڪنب، ڪت، ادب رک آسو نہ ٿيج آتو،

مٿين شعر ۾ خبر پوي ٿي ته ڀائي آسرداس ڪهڙن عميق خيالن جو عارف هو. اهڙي صوفي جي ست سنگ ۾ وڃي دلپت شامل ٿيو ۽ ان جو شر ڏالو شيوڪ بڻيو. رفته رفته مٿس اهڙو ته اثر پيو، جو سڀ ڪجهه ڇڏي پنهنجي دائمي سڪولت وڃي سنتن جي ڪٿيا ۾ ڪيائين. ظاهر ۾ اگرچه هو دليا جي سموري له وچڙ کان آزاد ٿي چڪو هو، تڏهن به ميرن جي درٻار ۾ سندس وڏي رسائي هئي. هنجي باقي حياتي گر جي چرڻن ۾ شيوا ڪندي گذري. ڀائي آسرداس جي چالائي کان پوءِ هن پنهنجي ٽڪائي جو بنياد رکيو، جنهن کي حيدرآباد ۾ اڄ به دلپت رام جي ٽڪائي سان سڏيو ويندو آهي. هن وقت ٽڪائي جو سنڀاليندڙ ڀائي حشمت راءِ آهي.

سنڌيءَ ۾ جي تذڪره دلپت جي ياد ۾ لکيا ويا آهن*، تن مان هڪ ۾ به هن سنت ۽ ڪوي جي جنم ۽ مرتئي جي مستند تاريخ ملي نٿي سگهي. دلپت صوفي انگريزن جي صاحبي کان ٿورو اڳ چالاڻو ڪري ويو. ڪن جو خيال آهي ته هو عمر رسيده ٿي فوت ٿيو ۽ ميرن جنهن وقت حيدرآباد جو قلعو انگريزن کي سپرد ڪيو، انوقت موجود هو. پر هي روايت اڻپوري آهي هو ميرن جي آخري دور ۾ ١٨٤١ع ڌاري گذر ڪري ويو.

صوفي دلپت متوڪلانه زندگي جو مالڪ هو. ايتري قدر جو چونتا ته شام جو وٽس جو ڪجهه ٿيندو هو، الله جي نانءَ تي لٽائي ڇڏيندو هو ايتري قدر جو پيريل گهڙا به هارائي ڇڏيندو هو ۽ چوندو هو سپاٽي جا ڀاڳ سپاٽي سان.

---

* مونکي افسوس سان لکڻو ٿو پوي ته، ڪلام دلپت جو نسخو جو پروفيسر ايسرداس لکرجي جي طوفان پيش ڪيو ويو آهي، آن ۾ شاعر جي سوانح حيات کي بي اعتنائي سان ڏٺو ويو آهي. هن گهٽتائي جي ڪري ڪتاب جي اصلي قيمت گهٽجي وئي آهي.

## سنڌس شعر

ڏورا سال ٿيا، سنڌو مخزن" جي آفيس ۾ صوفي دلپت جي ڪلام جو هڪ مجموعو نظر مان گذريو هوم، جنهن ۾ سنڌس هندي ۽ سنڌي شعر موجود هو. هندي ۾ سنڌس سي حرفي ۽ ٻيون نظمون قابل قدر هيون. مگر آهي گهڻو ڪري ٻرمي رنگ ۾ لکيل هيون.

پارسي شعر به چيو اٿس، پر ڪو مڪمل ديوان نه اٿس پڻ هي£ به حقيقت آهي ته پارسي ۾ سنڌس شعر جذبات جو ممنون آهي ۽ ان ۾ ڪا ايڏي بالغ نظري ڪانه آهي، ان ڪري نظرانداز ڪرڻو پيو آهي.

"دلپت" جو سنڌي شعر وڻندڙ ۽ سوز وارو آهي . سامي صاحب جو شعر ڪڏهن ڪڏهن دق نظر ايندو، مگر دلپت جو شعر سليس ۽ سادو آهي. سامي صاحب وانگر دلپت به پنهنجي شعر ۾ "ويدانت" جي اظهار ڪئي آهي. هو به هر شي کي خدا جو مظهر سمجهي ٿو. پڻ هن ڳالهه جو قائل آهي ته عشق الاهي جي واٽ ۾ سڀ چيز جي قرباني ڪرڻي پئي ٿي. خدمت خلق کي ساڀون رکندي تعصب کي ڏڪاري ٿو ۽ پڪاري چوي ٿو:-

چاڪي وڏو پاڻ ۾ ترڪن راڻين ويڙ
جي پير ۾ پاڻ ڏٺي تان ڪرڙ ۾ ڪير
ڪڪ پڻ ۾ پڌرو آهي پريان سندو پير
انڌا ڪاٺا ڪينڪي لهن هن پوڻ جو پير
ڪو سچو پسي سير- دلپت چوي دوست جو.

هندي شاعرن ۾ ڪبير ۽ ميران جو بلند درجو آهي. ميران پريم پوڄارڻ هئي، ان جي شعر مان پريم رس بکي ٿي.

مگر ڪبير ويدانتي شاعر هو. ڪبير ۽ ميران جا مٺڙ گيت عام طرح ڳوٺاڻن ۾ ڳايا ويندا آهن. ساسي جهڙڪڙهن گرونانڪ جي تعليم کان متاثر هو ته دلپت ڪبير ۽ ميران جو پوئلڳ هو. پتنگن وارن بيتن ۾ هو ميران جي خيالات جو اظهار ڪري ٿو ۽ ويدانيت جي خيالن ۾ هو ڪبير جي واٽ وٺي ٿو شايد هو "مولانا رومي" جي مثنوي کان به واقف هو، جو هن "هاٿي ۽ انڌن" جي آکاڻي ڏني آهي، جنهن کي شاهه پڻ بيتن ۾ لکيو آهي. دلپت چوي ٿو:-

انڌن ۾ اوهٽو اچي پيل پيو
تن لائي هٿ هاٿي کي ڪي جو ڪي ٿيو
مهري چون ڏند کي آکري ٻير ٿيو
ڇڄ چون ڪن کي جهاڙو پڇ ٿيو
پانهن سڏين سونڊ کي ٿنيو ٿنڀ ٿيو
انڌڻ اهي عام ۾ ڪڏي ڪلو ڪيو
سڀڪنهن پنهنجي پڪيم کي ڇگو ٿي ڇيو
هڪ هڪ انگ کي هاٿي چون اهو
انڌن کي پيل جو ڪو نه پيو
اصل هاٿي هڪ کي پوڙا پڇهن پيو
ڪل ڪاڻ ڪاڻ ڪا نيڏا ٿڏڻ نيو
الله آکن اپ ۾ انڌن عقل ويو
هڪ ٻي سان هوڏ جي دونس ٻڌو ڏنو
انڌا ڏسن ڪينڪي روشن هڪ ڏيو
منجائي ماڻهن کي حشر ۾ هنيو
دلپت انهيءَ ڳالهه جو عجب ايهه ٿيو
سچ کان پڌرو سپرين وسرين وس ويو
سچي صحيح ڪيو، صاحب سپ ۾ هيڪڙو.

مولانا رومي، شاھ ڀٽائي ۽ دلپت جا شعر جيڪڏھن سامھون رکجن تہ منجھائن ھڪ ئي تعليم تي ملي دلپت بہ سامي وانگر ساڌن جي سنگ جو گھولھائو رھيو آھي. ھو پريم ڪي جيوت جي جوت ٿو سمجھي ۽ ان ڪي روحاني ۽ جسماني روڳ جو علاج ٿو ڄاڻي جنھن نموني سان مولانا رومي فرمائي ٿو:

شاد باش اي عشق خوش سودائي مــا
وي طبيب جملہ علتھائي ما

معني:- اي عشق خوش فڪر خوش رھہ، جو تونئي سيني مرضن جو طبيب آھين.

تون حبيب تون طبيب تون درد جي دوا
(ڀٽائي)

دلپت ٿو فرمائي:-

سڪ نہ آھي سٿري، سڪ وڏو ٿوڪ
جي ڇيريا چشمن چوڪ، سي پرين ڇيني ڇڱا ڪيا

حقيقت اِھا آھي تہ:-
عاشقا را مذھب و ملت خدا است

ھڪ مرڪز ۽ ھڪ منزل جا پانڌيئڙا، محبت جي ميدان ۾ ھڪئي قدم سان وڌن ٿا. دلپت جي شعر ۾ اسلامي تصوف جو بہ غالب عنصر آھي. جيڪڏھن ڪنھن کي اعتبار نہ اچي تہ دلپت جو شعر سامھون آھي ۽ ان کي پڙھي. ميرانپور جي ميرانشاھ جو فيض جنھن نموني پائي آسرداس تي وسيو، انجي اثر کان دلپت بہ آزاد ٿي نہ سگھيو آھي. ڌرم جي خيال سان ھندو ھو، مگر عرفاني خيال سان ھو صادق صوفي ھــو. آءُ

وڏيڪ اُپٽار ۾ وجھڻ ٺٺو چاهيان، ۽ دلپت جي شعر ڪي شاهد آڻيان ٿو. ”صلائي عام هي ياران نڪته دان ڪي لئي“. نڪته دان دوستن لاءِ عــام دعوت آهــي. دلپت، آهــو پهريون هندو شاعر آهي، جنهن ڪافي جي طرف بہ پنهنجو ڌيان ڏنو آهي ۽ ڪافين جو وڏو ذخيرو يادگار ڇڏيو اٿس.

## انتخاب

١- سامي ڪامي پرينءَ لاءِ سڙي ٿيا سياھ
ڪنهن ڪي سلن ڪينڪي اندر سندي آھ
نڪي ويهن واٽن تي نڪي گهرن گراھ
پورب آهي تنجي راتيان ڏيهان ڪاھ
جيڏانهن رند نہ راھ، دلپت تا ڏهن پسڻ پرين جو.

٢- سامين ساڙيو ساھ ڪي ٻاري عشق آگ
ڦٽيا جي فراق جا وڃيا سي ويراگ
آديسين اندر ۾ ٿا چڪن درد داگ
جي ڪاڏا ورھ واگھ، ”دلپت“ ناٿ مليو تن نيهن سان

٣- سامين ساهي، ٻڏا ساجهر سندرا
پريا پرانهين پنڌ تي ڪما حقون ڪاهي
سگيون سڪ سوز جون ويراڳي واهي
اندر اڪير الک جي آديسين آهي
هتي جي هٺ جو ناگن نيهن ناهي
نڪي اڏيائون نڪيا نڪي هليا ڏاهي
ويا وجودون نڪري نانگا نباهي
”دلپت“ جوڳي جيءَ جو لاڳاپو لاهي
وايو وڃائي- غرق ٿيا گريبان ۾.

٤- وڇن واڍوڙين جو ڪاڙهين ڪن ڪيو
حقيقت سان هڪ ٿيو هڏي تان نه پيو
پيهي ڏڻائين ٻرين جو ڏيهيءَ منجهه ڏيو
فارغ ٿيو فراق کان وصالون ويو
ڪٺن جو ڪٺن ٿيو، "دلپت" هنيون حيرت وچ ۾.

٥- ڪاڏن پون خبرون جي گجهن گهاءِ ٿيا
سي ويراڳي وهانيا خماري کيا
هڏي ساڄهر سندرا پورب پار پيا.
جمڪ ڏنهه نهايت نيهن جي حيرت منجهه هيا
داخل ٿيا "دلپت" ڇوي ڪيا ميا
وچھ ڪاٺ ويا، ٻاڻ وڃايائون وچ ۾.

٦- ويراڳي وجود جو پانڌو پرم پيچ
ڪاهي پورب پار ڏي ورهه وٺي وچ
"دلپت" درس دل کي ساڄن مٺيو سچ
جٺندي مرڻ ميچ. ته جانب ڏسين جيءَ ۾.

٧- ڪورو ڪنب تپائيو سپيرين سچر
ٻاري باهه برهه جي آديسون اپر
نون کهڙ گهائي نيهن سان سانگو ڇڏي سر
تن تپائي طلب ۾ ڪڍي من مڪر
صابڻ ڏيئي سچ جو من جي مارچ مر
اڇو ڪر اندر کي جڻن گندي کي گاڏر
هلي ٿيءُ حاضر. دلپت در دوست جي.

٨- ڪٺن ڪين وڃائيو ڇريءَ سان ۾ ڇيد
ڪاپڙي ڪن قلب جا برهه ٻڇيءَ پيد
محڪم وٺي من کي ڪر قابو ۽ قيد
"دلپت" واٽي ويد، معلوم ٿيئي من ۾.

۹- لڳي لاهوتين جي لڙهه، لهه ڳرو جو ڳس
آديسي الک جو ڏيهي ڏيني ڏس
ڪيِي ڪاپڙي اندر مان ڪوري قلبون ڪس
دلپت ڇوي دل ۾ رڙهي راڊل رس
تان جوڳي ڇوني جس- جي پهچي وڃي پاڻ ۾.

۱۰- برهه وڏيا جي ڪاپڙي سي گهايل گهوٽ گهڻ
پاڻ سڪايائون سڪ ۾ سي سڪه نه سيج سمهن
"دلپت" بنا دوست جي ڪيڏانهن ڪين اُجهن
اُو سدا لهه سيئن سامي گهارين سڪ ۾.

۱۱- جن ترڪ ڪيو طمع ڪي سنياسي سيئي
ڇڏي هليا نعمتون قيمتي ڪيئي
ويراڳين وجود مان واشنا ويئي
تن پاڻ ڀڃي پانهنجو راتول دل ريئي.
گهوڙي ويا گهٽ ۾ جيءَ جفا ڏيئي
دلپت ڏڏائون الک ڪي پاڻ ۾ پيهي
سي نانگا نيهي- ناٿ نوازيا نيهن سان.

## سسئي

۱۲- ڀيائي ڀولي ڪري ڀوري ڀرم نه ڀل
هوت تنهنجي هنج ۾ ناحق روهه نه رل
ڀڃي ڇڏ نه ڀنڀور ڪي ڪاهي ڪيچ نه چل
هيءَ هنگامون هل- دلپت هڪ حبيب جو.

۱۳- ڀڃ ڀنڀور ۾ ڀرم ڪي پيهي پاڻ سڃاڻ
رلين روهن ۾ ڪاهي ڪيچن ڪاڻ
دلپت سو سهرين سدا توئي ساڻ
تون ساڳي پنهون پاڻ- وچڙي ني واڪا ڪرين.

١٤- اندر ٻرين ٻاهر ٻرين، ٻرين مون ۾ ساهه
ويجهو آهه ونين ڪان، وڃڙيچل وٺاهه
دلپت وڃائين ويو پل پلا سندو پاهه
آسين ساڳيءَ ٻرين پاڻ- ٿي اُحق تڪيم تڪيا.

## بيت محبت

١٥- نه ڪو محبت جهڙو ماڙو نڪو سڪڻ جهڙو سور
ساڙي وڌو ساهه ڪي ٻل ٻل ٻرين ٻور
ڇيري ڇچري چيٽ ڪي ڇشمن ڪيو ڇور
دوست منهنجي دل ڪان شال دم نه ٿئي دور
دلپت هنئين حضور- شال سدا هوئي سڄڻ.

١٦- آڻي نازڪ ناتو نيهن جو ادب ۾ ني آهه
محبت جي ميدان ۾ پير پختو پاهه
آتي ناهي سڌڙين جي ڪائي جنبش جاءِ
عشق آتش مچ ۾ آپو پاڻ پچاءِ
تان رچي ايندين ريءَ سان برهه ٻاهه منجهاءِ
سڪ نه آهي سٿري لاتي ٿي تہ نپاءِ
ثابت سر سنپاءِ دلپت اڳئون دوست جي.

١٧- محبت نه آهي مسخري ڪي ڪن ريزائي راند
سانگ ڪري سر جو ٿو سڏائين ساڌ
عمر اجائي وڃي وهائي سيج سٽي برباد
آڻي آڌي رات جو ڪر الک ڪي ياد
وٺج وهائج سچ جو ڪميا غريبي ڪاڌ
دلپت لهيئي ڀانڌ- مرڻ جيئڻ جي گهر جي.

١٨- محبت جي ميدان ۾ ڪي هلن شير شتاب
ڪلهو ڏيئي ڪاتي ڪي ڪُسي ٿيا ڪباب

دلپت عشق عميق جو چکيو اُن شراب
ڪري جيئن جواب، نانگا هليا نانهن ڏي.

## ڪلال جا بيت

١٩- جي اٿئي شوق شراب جو تان وڃ ڪلالن ڪاهي
درس ڏئي دلپت چوي صرف سر لاهي
او ڪائينده ڪات سان سسي هٿ ساهي
وٺي ڏينده ورھ، جي چٽ منجهون چاهي
جي تو سڪ سچي آهي، ته نج ڪوڙيو ڪلالن ڏو

٢٠- ڊوڙي ويا دڪان ڪي متارا ميا
سر ڪٽي ملھ مٽي جو پرين پيش ٿيا
سي هٿون حبيبن جي پي خمر تيا ڪيا
دلپت در دوست جي نشي نيهن نيا
وڃ ڪاڻ ويا، پاڻ وڃايئون پرين پر.

٢١- ساقي اچي ساھ پر هڻيئن عشق آٿي
تنهن پيهي ڪيو پريت سان پرين پير پٺي
تنهن ڏني ڪلال قرب سان ڪوڙي ڪيف ڪٺي
دلپت درست دل ڪي وٺي ورھ وٺي
آڇو ڪيائين اندر صيقل سڪ هٺي
ڪولي ٿن ٿئي، جاذب مليو جيءَ پر.

٢٢- ڪري حيات هئين ڪي پي عشق آب حيات
جدا ٿي جيءَ ڪان تن جي تاڻي تات
فاني ڪر ذات ڪر تان ذات ٿئي اثبات
دلپت لاهوتين لات، سمجهه ته سڃاڻي سهرين.

## سارنگ

٢٣- اڄ پڻ اتر پار ڏي ڪڻي مينهن آچل
پئي لوچي عشق جي هنئين منجهه هلچل
دلپت باهه برهه جي ساڙيا شير سهل
ڊول نه ڪر تون ڊل. متان اکين کي اوڪي ٽئي.

٢٤- وسج وسج مهر نه مٽج ور نه لائج وير
متان ڇڏين ڇپرين هوت مٺي کي هير
در ماندو دلپت ٿيو دم نه سهي دير
ساجن آءُ سوير. ته اکين کي آرام اچي.

## پتنگ

٢٥- پتنگ جوائين پاڻ کي تان ڪوري خبر لهه
محبوبائي مچ ۾ سيڪ سيوئي سهه
دلپت ٿيو طوفان ۾ ڪو ڪري پڇه
ڪنهنکي ڪيم تون ڪهه. ته آءُ ڪي عاشق آهيان.

٢٦- مري پتنگ اڳ ني آيا گهات ڪٽي
پاڻ اڇلي آگ ۾ پچي ٿيا پٽي
دلپت پوءِ طوفان ۾ رکي عشق آٽي
شمع سر هٽي. آهي سڙي سر سرها ٿيا.

## بسنت

٢٧- آيو رَسُ رتين جو جي محبت منجهه مگون
لايو برهه چمن ۾ چيتن جو نه چمن
دلپت دائم دوست سان دل کي قائم ڪن
ساجن ڏنو جن من. ملنديون سي ماڻيندڀون.

سدا بهار تن پيو، جن آئي برهه بانس
ڪڏهن ڪٿن ڪونه ڪو هر ہنا هڪ سانس
جي رتيون دلپت دوست سان تن بسنت بارهه ماس
پيءُ جنجي پاس، منديون سي ماڻيندئون.

## ڪافيون

١

| | |
|---|---|
| جيڏيون سي جانب آيا | جنجي نهوڙيس نيهن |
| جانب ذوق مان ٿيوا ظاهر | اکئين ڏٺم اندر باهر |
| چاڪي آءٌ ساهه سڪايان | مون وٽ راتيان ڏينهن |
| عشق آڳم جيءَ جهڙ لايا | من جا محرم مينگهه ملايا |
| ويهي وصل وسايا | محبت مندا مينهن |
| جنجي ڪارڻ هيم حيراني | آهي آيم جيءَ جا جاني |
| ڇاتي ڇاءَ منجهه ڇپايا | ڏيهه ڏيڪاريان ڪيئن |
| دلپت هيءَ دل ٿي ديواني | دستون دوستن وچي وڪاڻي |
| وڪي ڪٿن ورايان | هوتن ڪان هاڻي هيئن |

٢

پوري پچ نه پنهور ڪان تون تان وچ نه هڏ وڻڪار
١ دونهان دکائي درد جا
سوز سڄڻ جو نه وسار
ويهه نه هت ٿي ويسلي
هوڙهن ڪاهون نه ڪر ڪوهيار
٢ پهه نه پچاه پيار وڃڻ جا
اندي دل اندر ديدار
شڪ شبهه اهي ساڙ سيني
ڦوڪي باهه برهه جي بار

٣ داڻهون ڪرين ڇو درد ۾ون
تـوکـان دوست نـه آهه دم ڌار
ديهه جدائي جيءَ جسي ڪان
ڏس دلـبـر در ڪـنـار.
٣ آهه هيڪو هوت هنئين ۾
تون تان گهوله، نه ٻي ڪنهن پار
هيت هت جاني هڪ آهه
ڪيو دلپت آهـه ديدار.

٣

| | |
|---|---|
| ڇو نه پسندا سي پرين | جي عشق جي ڪوري ڪتا |
| عاشقن جـي جـان تـي | خونـي خنجر چشمن ڪيتا |
| ١ سرڏنو جن سرڪ تي | ساقـي ڪري ميءَ آن متا |
| ٻي خمر مخمور ٿيا | مشتاق محـبـت ۾ متا |
| ٢ مشعل نيڻن جي مٿان | تـن ڏنا سچ ۾ مٿا |
| ڪٽي ٿيهن جا ننگ | جـانب آڇي جيءَ ۾ عطا |
| ٣ فنا فاني جي ٿيا | دلپت دلـبر جـي هٿان |
| پاڻ وڃائي پاڻ ۾ | رچي رمز رانول جي رتـا |

٤

سرتيون سهيرين سان مگ مون ڪاڏهن ڪيائون
ڪاڏهون ڪيائون نيهن سان اڏيون مون لائون.
١ وڳا ڏيئي ورهه جا سڪ سڳا ٻڌائون
اڍيون هاڻي عشق جو سونکي ڏاوڻ وڌائون.
٢ سورن سدا سات ڪري ڏک ڏاجون ڏنائون
ٻڌي هنيالو هوت سان چولي چهر چڙيائون
٣ وجهي من مامري ڪٽي گوندر گڏيائون
محبت سندي سچ ۾ منهنجو مهارو اڏيائون

٤ ڪيون هيم جيڪي ڪيچين سان سڪڻ سڪائون
هٿي هانيو هاڙهي ڏانهن تہ ڏهون مٿي سڪائون.
٥ لنگهي پيون عرش ڪان منهنجي اندر جون آهون،
روحن پڌي رُوئي ڏنو منهنجي درد سنديون داهون
٦ مٿيون ڏيئي ماڻ مونکي ۾ ڪر مناهون
دلپت طلب جني جي، آءُ ونديس اوڏاهون.

# خليفو نبي بخش ”قاسم“

خليفو نبي بخش صاحب، سنڌ جي مشهور شاعرن مان هڪ ٿي گذريو آهي. هو حمل فقير لغاري جو وڏو معاصر ۽ هم قوم يعني لغاري بلوچ هو. سندس پاڙو سير ڪاٺي ڪري سڏبو آهي. سندس ولادت جو سال محفوظ نہ آهي، آنڪري تحقيق سان چئي نہ ٿو سگهجي. سندس ولادت ڪڏهن ٿي. مگر قياسي طرح هن بزرگ جي وفات جو سال ١٢٠٠ هجري چيو وڃي ٿو. سندس والد جو نالو بالاچ خان هو، جو ميرن جي صاحبي ۾ معزز درٻارين ۾ شامل هو.

سندس ننڍپڻ ۽ جواني جو عرصو، پنهنجي اصلوڪي ڳوٺ مٽيءَ ۾ گذريو، جا ننڍي باگي تعلقہ ۾ هڪ معمولي وستي آهي. جنهن ڪري ڪيس ۽ سندس اولاد کي مٽيءَ وارا خليفا ڪري سڏبو آهي. پر پوءِ ڪن سببن جي ڪري، خليفو صاحب لڏي وڃي، نار نالي درياهہ جي پراڻي ڦاٽ تي رهيو. جنهن ڪري هي خاندان ”نار وارا خليفا“ بہ ڪري سڏبا آهن.

معلوم ٿئي ٿو تہ ننڍپڻ ۾ خليفي صاحب جي تعليم چڱي ريت ٿي. جو تہ سندس تصنيفات مان عالمانہ رنگ پيو نظر اچي. تعليم جي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، هو ميرن جي ملازمت ۾ شامل

ٿيو ۽ آهستہ آهستہ بلند مقام حاصل ڪري ورتائين. ميرپور خاص جي مشهور شاخ جي هڪ حاڪم مير ٺاري جو قريبي مصاحب ٿي رهيو. مگر پوءِ ڪن سببن جي ڪري، ميرن جي ملازمت ڇڏي وڃي گوشہ نشيني اختيار ڪيائين. اميري ’جي بجا فقيري کي پاڻ لاءِ پسند ڪيائين. حضرت محمد راشد (پير پاڳارو) رحمت الله عليہ جي مريدن ۾ داخل ٿيو. مرشد جي نگاهن ۾ پنهنجي خوش اعتقادي سبب وڏو درجو حاصل ڪيائين ۽ ”خليفي“ جو اعليٰ منصب کيس تفويض ٿيو. شايد ميرن جي ملازمت کان سبڪدوشي جو هڪ اهو بہ سبب هجي. والله اعلم بالصواب. هن منصب ملڻ بعد هو، پير سائين روضي ڌڻي جي خليفہ جي لقب سان سڏجڻ لڳو ۽ سندس پويان اڄ بہ انهيءَ سعادت کان شرف وارا آهن.

خليفي صاحب پنهنجي پوئين حياتي الله جي ياد ۾ گذاري، هو پنهنجي مرشدن جي حاضري کان هميشہ سرفراز ٿيندو رهندوهو. هن پير سائين صبغت الله شاه ۽ پير سائين علي گوهر شاهہ اصغر جو زمانو بہ ڏٺو. ميرن جي حڪومت جو زوال هن پنهنجي اکين سان ڏٺو. سندس ڪلام ۾ شاهہ شجاع ۽ ميرن جي مشهور جنگ ڪرڙي (سکر) جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن ۾ هن ميرن جي شجاعت ۾ مدافعانہ جنگ ’جو احوال واضع طور ڏنو آهي. انهن بيتن جو عنوان ئي سر ڪيڏارو رکيو اٿس. هن انگريزن جو ابتدائي دور بہ ڏٺو. هن انقلاب مٿس بيحد اثر ڪيو هوندو، ڇو تہ جو شخص پٺاڻن جي مقابلي ۾ ميرن جي هار کي، ملڪ لاءِ مصيبت ٿو سمجهي، اهو انگريزن جي غير حڪومت کي ڪئن چڱو سمجهندو هوندو. اُن وقت جي انقلاب آيا ۽ ملڪي تڪليفون پيدا ٿيون، انهن کي صبر سان سٺائين.

خليفي صاحب وڏي ڄمار ۾ وفات ڪئي. هڪ روايت موجب سندس عمر ٩٥ ورهيه هئي. جيڪڏهن هي روايت قياس جي قريب آهي ته سندس وفات سال ١٢٩٥ هجري ۾ ٿي هوندي[1]. هي مشهور حقيقت آهي ته خليفي صاحب حضرت پير حزب الله شاه جي زماني ۾ وفات ڪئي.

## خليفي صاحب جو ڪلام

خليفي صاحب جي ڪلام لاءِ، مون کي سندس انتخاب تي نظر ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، جو سندس سموري ڪلام جو عشر عشير آهي. ظاهر آهي ته انتخاب جي پڙهڻ وارو، سموري ڪلام تي جامع نظر ڪئي نه ٿو وجهي سگهي. خليفي صاحب جون ٻه تصنيفون مشهور آهن، هڪ سسئي پنهون، ٻيو رسالو. سسئي پنهون سرائڪي يا ملتاني زبان جو هڪ غير فاني شاهڪار آهي، هي مثنوي جي قسم ۾ لکيو ويو آهي. خليفي صاحب هن کي سنه ١٢٥٠ هجري ڌاري تيار ڪيو هو ۽ بمبئي ۾ ڇپجي چڪو هو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته خليفي صاحب جو سرائڪي ڪلام نهايت اثر ۽ سوز و گداز سان ڀريل آهي. پنهنجي همعصر حمل فقير وانگر، فراق ۽ وصال، محبت جي شڪوه ۽ شڪايت سان ڀريل آهي. هير رانجهو جي قصي کي جيئن حمل فقير سي حرفي ۾ لکيو آهي، تيئن خليفي صاحب به لکيو آهي. هيءَ حقيت آهي ته ٻنهي باڪمال شاعرن، تخيل جي پروازي ۾ ڪمال ڪيو آهي.

---

1- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو خط ١٥-١١-٦٤ع

سنڌي بيتن جو رسالو، شاه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي کان قدري ننڍو آهي. ۽ سرن جي ترتيب سان رٿيل آهي. منجهس عموماً اهيئي سر اهي وڃن ٿا، جي شاه جي رسالي ۾ موجود آهن. منهنجي نظر ۾، هن شاهه ڀٽائي جي ڪلام جو گهڻو تتبعو ڪيو آهي ۽ انهن ساڳي خيالن کي دهرايو اٿس، جي شاه جي ڪلام ۾ جابجا موجود آهن "سر ڪلياڻ" ۾ شاه ڀٽائي جي تقليد هئن ڏو ڪري:-

پرين جي پچن، ڪاتي ڪچي تن کي
عاشق ڪري ڪترا، ٻيا وجهي ٻن
وڍائي وهسن، جي ڪوڻي ڪٽا سڄڻن.

هي تخيل شاه صاحب جي ڪلام ۾ اڳ ۾ موجود آهي. ٻي هنڌ خليفو صاحب فرمائي ٿو:-

مٿا مانيءَ وَٽ، ڪالهه ڪلالن ڪانيا،
ڪلالئي ڪات کي، ڪهندي ڇڙهي نہ ڪَٽ،
قاسم ان ڪوه جو گهٽ گهٽي نو گهٽ،
اصل سريءَ سٽ، آهي عاشقن جي.

مٿا مانيءَ مٽ وٽ، هي ترتيب شاه جي ڪلام جي تقليد آهي. آن هوندي بہ سندس ڪلام ۾ عجيب رواني ۽ شستگي آهي، جنهن مان سندس فڪر رسان جي خبر پوي ٿي. مارئي ۾ فرمائي ٿو:-

وَطن ويڙهيچن جي، سون وٽ وڏو مال
ڪٿي ڳنڍيان ڏينهڙا، سات پايان سال
ايندم اڄ کي ڪال، ويٺي واٽ نهاريان.

ٻي هنڌ مارئي جي انتظار جي ڪيفيت هئن ڏو ڪڍي:-

پره ڦٽندي ڦار، وڏم ويڙهيچن لاءِ
لا تقنطوا من رحمة الله، ڏنو ملڪ ستار
اِن آيت جي آڌار، پٺي پڄان ٿي پيڙا.

”پره ڦٽندي ڦار، وڏم ويڙهيچن لاءِ“ ڪيتري قدر نه پنهنجي اندر، سوز ۽ ساز ٿي رکي. سومل پنهنجي حقيقت، ڪهڙي نه سهاڄهي نموني پيش ڪئي آهي:

سدي جي سيري، آءٌ اوهانجي آهيان،
قائم ڪنڙوچ ۾ وڏو ڪنهن ويري،
گوندر آءٌ گهيري، سگهو موٽج سپرين.

خليفي صاحب جي حب الوطني ۽ وطن دوستي جا جذبات، اسان کي سنڌس سر ڪيڏارو مان معلوم ٿين ٿا. هن سر ۾ شاعر، ڪرڙي جي جنگ جو مفصل احوال ڏنو آهي ۽ سنڌي شهيدن جي ياد کي قائم رکيو آهي- هي مشهور لڙائي، سکر پراڻي جي لزديڪي ۾ لڳي هئي. افغانستان جو حاڪم شاهه شجاع الملڪ جڏهن امير دوست محمد کان شڪست کائي، پنهنجو تخت تاج وڃائي، انگريزن ۽ راجا رنجيت سنگهه وٽ پناهه گزين ٿيو، تڏهن انگريزن جي مشوره سان هن، آئنده جنگ جي لاءِ پيسو گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. هو ان مقصد سان سنڌ ۾ آيو. شڪارپور جا افغاني سيادت هيٺ هئي، ان تي قبضو ڪرڻ گهريائين. مگر حيدرآباد جي ميرن جي نائب مير ڪاظم شاهه قبضي ڏيڻ کان انڪار ڪيو، جنهن ڪري لڙائي لڳي حيدرآباد جي ميرن جي امداد خيرپور جي ميرن به ڪئي. مگر فتح شاهه شجاع کي حاصل ٿي. ڪاظم شاهه ۽ ميان گولي شاهه، خيرپور جي ميرن جو سالار هن لڙائي ۾ مارجي ويا. شاهه شجاع پوءِ ميرن کان ڏهه لک روپيا حاصل ڪري وڃي لڏيائي پهتو- خليفي صاحب جو هيءُ

سُر تاريخي اهميت رکانسواءِ، جنهن مٿي ڏيکاريو اٿم، حب الوطني سان پريل آهي. فرمائي ٿو:-

پره جهلندا پَسَ، علم طوق امير جا
ڏڙ ڏرتي ڪَڏيا، لوڻون لڄن لَس
جويون پائي هَسَ، اڇي ويٺيون اوڏوڙو.

سنڌين جي بهادري کي هئن ٿو ساراهي:-

مٿي آرڻ اڇ، ڪونڌ ڪڏندي آئيا،
اڙ ۾ پهلوانن کي لڏڻ ڏني نه لڄ،
پيٺو وجن پڄ، ساڻو تين سامهان.

بهرحال، خليفي صاحب جي ڪلام تي هيءَ سرسري نظر آهي، جنهن کي آءٌ سندس انتخاب جي پڙهڻ بعد پيش ڪري سگهيو آهيان. جڏهن سندس سمورو ڪلام شايع ٿيو ته سنڌي ادب ۾، هڪ بيش بها اضافو سمجهيو ويندو.

## انتخاب

## سر ڪلياڻ

١

پرين جي پچن، ڪاتي پچي تن کي
عاشق ڪري ڪترا، پيا وجهي ين
وڊيائي وهسن، جي ڪوٺي ڪنا سڄڻين.

٢

مٿان مائيءَ وٽ، ڪالهه ڪلالن ڪانيا،
ڪلالڻي ڪات کي، کهندي چڙهي نه ڪٽ
قاسم آن ڪکوه جو، گهٽ، گهٽي تو گهٽ.

---

هن انتخاب لاءِ، آءٌ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ٿورائتو آهيان، جنهن ڪوشش وٺي، مون کي ميسر ڪري ڏنو.

٣

سوئي سمجهائون، مٿو مٽ ڏٽي ڪي،
قاسم سنت شيرٽي، آءٌ تون آچيائون
وڍي وڏائون، هٿن سندا هٿڙا.

٤

سوريءَ مٿي سيجڙي، آڏيءَ مٿي انگ
ديکي ڪڙهن دڳڙا، منجهه ڪڙاهه ڪرنگ
قاسم ڪيسر رنگ، وه پيتائون وٽين.

٥

ڪٺا جي ڪلياڻ، وڏا طالع تن جا
مُوئو قبل آن تموتو، مري لڌائون مان
صوفي سي سلطان، لاحد، حد ۾ آئيا.

**سر ڪلياڻ**

١

وَرُ سا ڪاري رات، جنهن ۾ ڏٺم پرين ڪي
چنڊ تنهنجي تات، هڏ نه وٽي هاڻ مون.

٢

نڪو نڪ نه اڪڙيون، توهہ چنڊ نه چٽيو
پاٽان وجهين ڊرپ، آچيو عاشقن ڪي.

٣

اڌ لک اکيون چنڊڙا، نولک نک سندا
حسن سا حبيب جي، جهت جاء نه ڪا
آيي پرين اکيان، ناڇ ڪنڌ نياز مون

٤

ايري آين آءٌ، ڪر سهائو سيگهه مان

ڪندو، سا ڪري چڪو اوّل ڪـــان الله
اکيون منجهہ اُهاءِ، مرجان پسن پرينءَ کي

## سر ساھوندي

( ١ )

سڙهہ کنيائون سنبهيا، هليا ڏنهن هـالارِ
رات پرٽا رب کـــي، پاليوين پتار
"قاسم" ڪارونيار، الله تن اڪارئين

( ٢ )

تڙ تنوارون پون، گهندگڙندا مون سٽا
مـانَ مونکي چون، تـو وٽجارا آئيا

( ٣ )

زورق وجهان زيريون، پڳهہ پايان ويهہ
کوءِ سودو بن پيڙيون، هاڻ منڊ نہ هيءَ
سـودو هت سيهہ، سفـروح ۾ سپرين

( ٤ )

وريـا وٽجارا، وَٽهن گهر واڏائيـون
اچـــي سڙهن اوچتــو، ڏنـــا ڏيکارا
کاري ڪيڏارا، ڪتي موٽيا خير سان۔

## سر سريراڳ

جهوني پيڙي جهاجهہ گهڻي، ويرون وچ وڙهن،
نند گنوائي ناڪوئين، سک نــہ سڪائيــن،
"قاسم" ڪارونيارئين، سي موتي مس مڙن،

واهُ سڻائو وارئين، ساجو تن سڙهن،
گهيڙان جنهن گهڙن، آن تڙائيين آئيين.

( ٢ )

جهوني ٻيڙي جهاجهه گهٽي، رب پرتيا تو،
پير خضر پاڻيءَ ۾، ساٿي ٿيندو سو،
”قاسم“ غم نه ڪو، اولو احمد هٿ ۾.

( ٣ )

سون وهائج سڦرو، ڪج ۾ ڪم نه ڪوءِ
پيدا پورو نه ٿئي، لاکو منجهان لوهه
”قاسم“ سودو سندوءِ، پار پسندا پارکو.

( ۴ )

پرين پالو پات، وکر وڌائين ٻيڙئين
پڙهي پگهه ڇوڙيا، ساموندين صلوات
نظر ناخوين جي آهي منجهه عرفات
ميسر ڪيائون ميم ۾ مالڪ ملاقات
سروين سا سوغات، جنهن قاسم قيمت ناهه ڪا.

## سر سورٺ

( ١ )

ڪلهي پايو ڪينرا، ويئا وڄائين
ڍاڙي ڏياچ ڪي، سائل سدائين
سوڌو سڻائين، لن ترائي تن ڪي.

( ٢ )

سهسين مڙيا سارنگيا، ڪوڙين لک قوال
ويهي تن وڄائيا، طمع ڪرڻ تال
تيلهه وڏي تن ڪي، وڄان وٽ وصال
رسي منجهه رومال، لن ترائي تن ڪي.

٣

راڳائي راضي ٿيو، ڏنو سر ڏياچ
ڪاتي، ڪنڌ ڪاچ، ٽيئي پرنا پاڻ ۾،

٤

هر دوئي هيڪ ٿيا، وڃيو دوئي دنگ
نہ ماري نہ مڱڻو نڪو ڪات ڪرنگ
ٻه رنگي ۾ رنگ، هردوئي هيڪ ٿيا.

## سر سسئي

١

مهند آهي پياس، پوءِ سنيوڙا سپرين
سڌر سورن وچ ۾، هوند نہ هئن هياس
جيلهہ نڪ ۾ ناس، تيلهہ جيان جيڏيون.

٢

مهند ۾ مرڻ هوءِ - پوءِ ۾ جان پرين ريءَ
سبب گهران سوءِ، جئن هلڻ هيڪاندو ٿئي.

٣

وو يا وو ۾ ويڙا نڪري، هاڻي مٽ هٿان
پٻ ۾ پنهونءَ چام جا، ڪنڌوئو پٻر ڪٿان
گهڙي سور ڪهٿا، مونڏي سڪا سچين.

٤

الله آهين تون - اوڻن تان ايءَ ڪيو
جيئن گهوريو جن ري، مرڻ وس نہ مون
پهڙي ڪري پون، وت نہ هاڙهي هليا

٥

ڏک نہ ڏڏڙيون، سگ سگهيڙيون جيڏيون
اڏ مان اڏڙيون، مون ڪان ڇني موڙيون

٦

سسئي سک ستائيا، ڏکن تي ڏيئي
جئن زليخان زوال ڪئي سورهائين سيئي
وڃن ڪي ويئي، منڌ نہ موني ٻوٿي.

٧

ليهن شينهاه آگرو، شينهن ماري هيڪار
ساعت ۾ سو وارو، معذور مرڻ آئيو.

## سر مارئي

١

مون سان مارُئڙن جا ڏورا نہ ڏورا
آهه ڪڻن ڪيان ڪنن سان ڏاڏاڻا ڏورا
سان ٿيي سدورا، منڌ رُنندي ميڙئين.

٢

پرهہ ڦٽندي ڦار، وڏم وڙهيڇن لاه
لاتقنطو من رحمة الله، ڏنو سڏ ستار
آنَ آيت جي آڌار، ويئي پڇان پُڙا

٣

ڏنگ وڙنگا وٺ، اڳ نہ سڏا آجڙي
ڏوڙ ان تجارن ڪي، سانگي ڪن نہ سوڻ
ٿهن سيرڻن نيڻ، جي پسان منهن پنهوار جو.

٤

وڃل ويڙهيڇن جي، مون وٽ وڏو مال
ڪٿي ڳڻيان ڏينهڙا، ساعت پانيان سال
ايندم اڄ ڪي ڪال ويئي وات نهاريان.

٥

جنڊ ڳاري ۾ ڳم، ساڳ سلوڻا راڄڙين
گندم سان غريب جو قاسم ڪونهي ڪم
داور منهنجو دم، پرتو هت پنهوار سان.

## سر مومل راڻو

١

راڻا پاره م راڻ . هي سگ سورن ڪاڻون
سسي نيزي پاند- ڏڙ ڏڙن تي ڪڏيا.

٢

مومل موهيو مينڌرو، آيو آنڻ پاس
ويٺو ڪالهه وٺن ۾ ڪري لعل لباس
قاسم ڪج تواس- ايءُ منڊ ماڻدي ڪيڙيو.

٣

آتڻ ڪوڏيو آئيو، ڍولئو ڏيڻ آجار
آيون استقبال تي، مومل جون مختيار
آندا آردا بيگون، تحفا طعام تيار
اٿو غم غبار، قاسم آئي آنجي.



# قصہ گو شاعر حفيظ.

سنڌ ۾ منظوم قصن جو راتين جو وندر واري وقت ۾ ڳائڻ جو رواج قديمي آهي، جي اڪثر چارڻ ڳائيندا هئا. شاهه ڀٽائي جهڙي بلند پايه شاعر به انهن ئي قصن ڪهاڻين ڪان متاثر ٿي، محبت جي حقيقتن کي انهن جي ذڪر بيان فرمايو آهي، جنهن جي تقليد پوءِ ٻيا شاعر به ڪندا آيا. ۽ سنڌي زبان ۾ پهريون قصو جو باقاعده شعر ۾ لکيو ويو سو "مومل راڻي" جو قصو هو ۽ ان جو لکندڙ "حفيظ" هو.

حفيظ جي حياتي جو احوال مڪمل طرح ڪٿان به ملي نه ڏي سگهي، پر فقط ايترو ته سندس نالو "لعلو" هو ۽ ذات جو ٽيوڻو هو. مگر سينه به سينه روايتن مان معلوم ٿيو آهي ته هو لاڙڪاڻي جي پاسي جو رهندڙ هو ۽ ميرن جي صاحبي ۾ ٿي گذريو. سندس مشهور تصنيف "مومل راڻي" جو جامع شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم هو. مرزا صاحب ان قصي جي تمهيد ۾ لکي ٿو ته:-

"هو اڻ پڙهيل ۽ اکين کان انڌو هو، پر سندس شعر ۾ ڏاڍي لساني ۽ ميٺاج".

حقيقتاً هو چارڻ هو ۽ سرندي وڄائڻ ۾ ڪمال حاصل هوس. سندس اوائل حياتي نهايت تڪليف ۾ گذري، مگر پوءِ پنهنجي سهنجي وارو ٿيو. راڳ به نهايت عمدو ڪندو هو. اها موسيقي جي برڪت هيس، سندس ڏکي زندگي پوءِ آرام سان

گذرڻ لڳي. قصہ گوئي جي فن ۾ بيحد ماهر هو. اهوئي سبب آهي جو سندس تصنيف ”مومل راڻو“ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ شاهڪار ڪري ڄڻجي ته به بجا آهي.

## مومل راڻي جو قصو

”مومل راڻي“ جو قصو ڪنهن نہ پڙهيو هوندو؟ ”عورت ۽ مرد“ جي ڪرت جو هڪ غير فاني يادگار آهي. اگرچہ تاريخي نقطہ نگاہ کان ان جو ڪوبہ صحيح احوال ميسر ٿي نہ سگهيو آهي، مگر ”تاريخ تحفتہ الڪرام“ ۾ ان جو مختصر اشارو ڏنل آهي. گهوٽڪي تعلقہ ۾ ماٿيلي جي هڪ وستي آهي. اتان جي ماڻهن کان معلوم ٿيو تہ ان مٿي جي کنڊرن ۾ اڄ بہ راجا نند جي محلات جا نيشان موجود آهن. اڄ اُن ماڙي کي صديون گذريون، مگر معصوم ڳوٺاڻن جون پشت بہ پشت ياد ڪيل روايتون غلط ٿي نہ ٿيون سگهن - ميرپور ماٿيلي کي جون ٿي ”مومل جو ملڪ“.

”مومل راڻي“ جو قصو نهايت درد انگيز آهي. اُن ۾ ڏيکاريل آهي تہ عورت جيڪڏهن وفاداري تي اچي ٿي تہ ان جو مٽ ملي نٿو سگهي. يورپ جي مشهور تمثيل نگار ”شيڪسپيئر“ ”اٿيلو ۽ ڊيسڊيمونا“ جي آکاڻي لکي آهي، جنهنجي مطابقت گهڻي قدر ”مومل راڻي“ سان ٿي سگهي ٿي؟ آئگو ۽ سومل جي فريب ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ ڊيسڊيمونا ۽ مومل، اٿيلو ۽ راڻي جي پڇاڻي ۾ ڪهڙو ڦير آهي؟ جيڪڏهن تفاوت آهي تہ آکاڻين جي مختلف روايتن جو. هي ٻئي الميہ آکاڻيون (ٽريجيڊيز) نهايت دردناڪ آهن.

حفيظ اندو هو، مگر جڏهن سندس تصنيف تي نظر ڪجي ٿي، تڏهن حيرت ٿي لڳي تہ هڪ انڌي رڻ پٽ ۽ باغ جي نظارن، بهار ۽ خزان، چانڊوڪي ۽ اونداهي کي ڪيئن نہ جدا جدا، طرح ويهي لپايو آهي. هن قصي کي شعرن ۾ اهڙي

ريت نڀايو آهي جو واهه واهه ٿيو وڃي. هر واقعو تفصيل سان ڏئي ٿو ۽ ساڳي وقت ان ۾ حقيقي روح پيدا ڪرڻ جي به ڪوشش ڪري ٿو. درد ۽ اثر جي سبب ته هنڪي ممتاز درجو حاصل آهي. ڪالنس پوءِ ڪيترن شاعرن ساڳيو قصو نظم ۾ لکيو آهي، پر حفيظ سان مٽ پنهنجي ڪونه سگهيا آهن. ڪاڪ جنهن کي سومل جي ماڙي به چون ٿا، ان جي بناوت ۽ اصليت تي لکي ٿو:

بازيگر بڻايا طرح گهڻيري تار
شيشي تي شعور سان جڙيائين جنسار
کهڻي گهوڙي سوار جي هئي وٽ آناهون وڌ
اميون هزار. ٿي هليا آيا ڪاڪ تي.

شاهه ڀٽائي پنهنجي صوفيانه انداز ۾ ڪاڪ جي مشهور ماڙيءَ لاءِ فرمائي ٿو:-

ڪوري ڪاڪ ڪهي، راڻا پاڻهه مرت
سودا اي ۽ شربت، نسوروئي نينهن جو.

پر حفيظ ان ساڳي ماڙي کي ٻي طرح ڳائي ٿو، جنهن کي پڙهندي ان ظلم جي هيبت دل تي ويهو وڃي. چوي ٿو:-

ڏسيو هرڪوئي ڏريو ٿي عذر جو اسرار
ڪوري ڪاڪ وهي نينهن سندي نروار
پاڻي سر ڪنڌ ڪاڏئون هو قاتل ڪيف قهار
گهوڙو ۽ هسوار- ٿي ڪنوايائين ڪار ۾.

مٿين بيتن پڙهندي شاعر جي خيالي قوت جو پتو پوي ٿو. جيتوڻيڪ هي قصو اڳ به عام هوندو، مگر حفيظ جنهن سچ ڏڄ سان ان کي لکيو آهي. ان جو قدر واجب اهي. واقعات نگاري

۾ حفيظ کي ڪمال حاصل هو. سومرن جو حاڪم حمير جڏهن پنهنجي وزيرن سميت ڪاڪ وٽ پهچي ٿو، تڏهن "مومل" جي ڇالاڪ ٻانهي "ناتر" انهن کي ڪيڪاڻ اچي ٿي. هنجي نگاهه راڻي تي پوي ٿي. هنجون حقيقت شناس اکيون هڪدم سمجهي وڃن ٿيون ته هي شخص آهي جو "مومل" جي امتحان ۾ شايد پورو لهي. جڏهن سومل وٽ پهچي ٿي، تڏهن ڪيس سموري حقيقت ٻڌائي ٿي. حفيظ ان واقعي کي نهايت عمدي ريت ادا ڪيو آهي . ڇي:-

ٻسي سوني پوشتي هي ناتر نظارو
هلي هٽ ڇڙا ڪري ڦرائي ڦارو
تنهن ٻانهي ٻاڻي سان ڪيو هئن وجي اظهارو
ته ماڻي مهمان سان چلي ٿئو چارو
ويٺا ٿي سي باغ ۾ نر هئي نعرو
آئي سڀ ٿي سهٽا مچ ٿي موچارو
ٻانڪا پرن ٻاه جا ڪوند منجهن ڪارو
هيرو هٿيارن تي جوهر جڙيارو
تن سونا ڇٽ مٿي تي جنڊين جنسارو
ماڙڪ ۾ موتين جو پوي ڇولين چمڪارو
چند وانگر چمڪا ڏئي تنجو تجارو
پر چوئون آهي چئن ۾ هڪ مرد موهارو
جوان وڏي جلوي سان سهڻو سوڀارو
ان لکو آهير ڪو اڪ ۾ فائق ڦلهارو
واهه ٿهي وينگس جو تنهين سان تارو
سو ڪيئن رهنده ڪاڪ سان هاڙيو هاڪارو
ڪري نا ٻيو نغارو- ڪوئر ڇوندينده ڪاڪ جا

ڪيتري قدر نه فطري بيان آهي . شعر جي رواني کي ڇڏي واقع نگاري کي ڏسجي ٿو ته شاعر جي لاهه آفرين نڪري

ٿي وڃي. حمير سومرو ۽ سندس ساٿي هڪ هڪ ٿي "مومل" جي ماڙي جي سير تي ٿا وڃن. شاعر هرهڪ مسافر جي جاهه وجلال جو جدا ذڪر ٿو ڪري. حمير جي گهوڙي کي ساموندي ٿو سڏي ته ڏونر جي گهوڙي کي پيو نالو ٿــو ڏئي. شنهڙي جي گهوڙي جي ساراهه نهايت دل آويز انداز ۾ ٿو ڪري. چوي:-

وجهي سنج سنجاف تي آيو جڙي جوان جوهر
گهوڙو گهٽي مان ڪاهي هليو ڪاريگر
هسندو، هاهرندو وڃي ڪڏندو ڪبوتر.

گهوڙو نه عاليٰ درجي جو بيان آهي. گهوڙو هسندو، هاهرندو ۽ ڪبوتر وانگر ڪڏندو ٿو وڃي. تنو مند گهوڙي جي تعريف ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي. سيئي سيار مومل جي ماڙي تان شڪست کائي موٽن ٿا باقي راڻو وڃي رهي ٿو. راڻي ڪانسواءِ سيئي موٽڻ جي رٿ ٿا ڪن. راڻي کي شينهڙو هئن ٿو سمجهائي:-

"سوري پلي سرنگهه ڪان قبر قيامت
ڪشِ آئي اٿو ڪهڙي آن رن منجهون راحت
ڪڏ ۾ ڪاٺي جي پوي سوپيا ۽ صورت
چڙر چتي چا ڪبي زال جهڙي زحمت
اِنهون آتر اسان کي سوديو ملن ست"

هڪ تمثيل نگار ئي هن گفتگو جو قدر ڪري ٿو سگهي. مگر راڻو موٽڻ جي نٿو ڪري. هنکي همت ٿو ڏياري:-

ورڻ واڌ وڙين جو ڪرڻ ناءُ خوار
پوءِ موٽڻ جي پاڻ تي مرد نه ڏين ميار
آهين سدائين سهي سويون هٿ ستار

کيس وري ٻه سيٺي سمجهائين ٿا. کهڙي نه ظريفانه طريقا نه محبت واري انداز ۾ چئي:-

ڀهرين پٿيرا ٿيا ڪتاريون ڪبيري
سڏي سوڏي ڪي چون هٿ ڪنبو هرهر
آٿي هل اسان سان ٿا ٻولايون ڀيهر
راتا ٽڪ ۾ رڻ ۾ سچ جا چوڙ سفر
مرون مارينده مينڌاترا بن هٿي باندر
ماس ڪائينده بي متيا نانگ لٿي ناهر
ڪاٿا مڙين ٿو ڪينڪي پر ياد ڪندين- سو وير
هاٿي الله توهر- آٿي اسانجي ايتري.

کهڙو نه محبت ڀريل ۽ مزيدار بحث هو. پڙهندڙ ائين محسوس ٿو ڪري جڻ آن چوياري ۾ حاضر ويٺو آهي. هي آهي اصليت ۽ واقعات نگاري. هن فن ۾ حفيظ داد جي لائق آهي. راڻو ضد ڪري رهي پيو ٿو، "مومل" جي طلسم ۾ وڃي ٿو. شاعر آن ذڪر جي تهميد ڏاڍي مزيدار لکي آهي. جنهن ۾ همت، توڪل، مردانگي، دعا ۽ قضا ۽ قدر جو فيصلو گڏجي ٿو وڃي:-

تڏهن سوڍو آٿيو سنبري ڪوپو ساهي ڪر
سنڀالي سبحان ڪي تو پاڪ مڱي پا ڪر
نه مهت ڏيارج مون ڏٿي آهيان تو آڌار
هاٿي هڪجيڏن ۾ منهنجي پت رکج پرور
لکي نيهن نصيب جي اهي ڪان ڪنهين کي ڪر
پر لکيا هٿا حفيظ چوي آڳي انگ اکر.

سچ لکيو آهي حفيظ، نينهن ۽ نصيب جي ڪنهن کي خبر آهي؟ قضا ۽ قدر مومل ۽ راڻي جي محبت جو انگ اڳيئي

لکيو آهي. شاعر اُن کان بيحد متاثر ٿو ٿئي. راڻو ڪاڪ جي طلسم کي جيتي ڪامياب ٿئي ٿو. مومل محبت جو شڪار ٿئي ٿي ۽ هنجون ملاقاتون ٿين ٿيون. حفيظ اُن وصال جي راتين جو عمدو ذڪر ڏنو آهي. مومل جي فريب کان راڻو ڏڪائجي ڪاڪ کان الوداع ٿو ڪري. ”مومل“ ان فراق کان ڪيتري قدر متاثر ٿئي ٿي، اُن جو شاعر هئن ٿو بيان ڪري:

موتي ويو مينڌرو هليو ڀڄي هير
نازڪ جاڳي ننڊ مان ساجهر وير سوير
ڪلام لڏائين ڪانڌ جي منجهه اوندھ منهن مير
منڌ اٿي محلات ۾ ٻاري شمع چڳير
اتي ڏٺائين اٺ جا پٽ ۾ متاهون پير
پوءِ ڍرڪي مٿي ڍير- داڻهن ڪري ڏرتي ڪري.

مومل راڻي کي پرچائڻ لاءِ ڇا ڇا ڪيو، انجو جواب حفيظ جو شعر آهي. سندس راتيون ۽ ڏينهن ڪئن ٿي گذريا، هي محبت جو المناڪ داستان آهي. حفيظ سچي درد کي سادي ريت، پر جامع بيان ڪيو آهي، چي:-

جي زر ڏني زاري اڳهي منهنجي توسان مير
ته سوين ورهايان سفرا سڏي سيّد فقير
حال في الحال حفيظ چوي- ڀهرايان پير.

مگر افسوس جو راڻي جي پٿر دل نه ريجهي. مومل آخر استقلال سان محبت جي موت کي منهن ڏيڻ سعادت سمجهي. شاعر ان درد انگيز ڪيفيت کي هئن ٿو ڏئي:-

ڪين گهٽيائين ڪانڌ سان ڏئي ته ٽڪي
ڪيائين سا ڪانه لڳي، ڦٽيءَ پوءِ ڦڪي
تڏهن چڙهي ڏاگهه تي ڏسي ڏوھ ڏڪي

هر ڪنهن جي حفيظ چوي رکي ڏول ڏکي
ات ميندڙو مقابلي ٿيو شرم ۾ شڪي
چيائين مومل کي سک منجهان سڏکي
تہ آءٌ پرچون پاڻ ۾ مون بدي سڀ بخشي
تڏهن مومل اٿي مچ ۾ اها بات بکي
تہ مس مس منهنجي توسان پرڻن پريت پڪي
هاڻي هيڪاري هلڪي- ڪريان تان ڪچي ٿيان.

مومل سڙي غير فاني ٿي چڪي. راڻو بہ نہ رهيو افسانہ جيري قدر درد انگيز آهي، انڪي اهڙوئي درد سان حفيظ لکيو آهي. هو انڌو هو، مگر قدرت جا ڪيس ڏات ڏني هئي ان کي هن پوري ريت نباهيو آهي. منهنجي نظر ۾ حفيظ شاعر نہ هو، مگر اهل دل بہ هو سندس تصنيف سنڌي ٻولي ۾ هڪ غير فاني شاهڪار آهي- مومل راڻي ڪان سواءِ، ساڻس کي ڪافيون ۽ بيت بہ منسوب ڪيا وڃن ٿا. سهڻي ۽ مبهار مان سندس کي بيت ڏنا وڃن ٿا.

(١)

پيهي ويس پرت مان، ڪا لنو لنو منجهہ لغار،
لڳس ڪس قلوب تان، ڪا چمڪندي چشڪار،
ڏنائين ڏاتار جا، کي آلسي اسرار،
آتاهون عشق جو، وڪوڙي ويس ويچار،
ڦهڪي لڳس فڪر جا، هو چارئي چوڪيدار،
برهہ بيهڻ نہ ڏي، تنهن ويچاريءَ کي وار،
ڪجهہ ڪنهن کي ڪين ڏي، اندر جي آپتار،
آڌيءَ رات اُٿي وڃي، منجهون پير پتار،
لالو چوي لوڪ جي، ڪنٿي منڌ ميار،
چڱا چارئي ٻار، شل سياڻي ٿيندس سير ۾.

حفيظ سهڻي ۽ سندس سس جو گفتگو بہ ڏنو آهي، جنهن کي هتي نقل ڪريان ٿو:-

سَسُ

مُنڌ ڇهليندين مهڻا، تون آڇا تائين توڙ،
توسر لهندا سهڻي، ڪئن آڻ جڙندا جوڙ،
مانگر مڇ، سيسر سوين، خواجي اندر ڪوڙ،
ٻوهي ٿي نہ ٻوڙ، نهن پرائي ننگ تي.

سهڻي

جيڪي نيهن نهوڙيون، سي ڪئن سانگا ڪن،
عشق مجازي مامرو، جيءَ سان لڳو جن،
رکي مصلحت لوڪ جي، سي ويڳاڻيون نہ وتن،
توڙي طعنا ڏين، اهي سڪنديون ڪينڪي.

سَسُ

اهو ساهڙ سهڻي، ڪاڻئون ڪن لڳوءِ،
لائن ۽ لعلو چوي يا پيڪن پڪ پڇوءِ
چوري لاڪون چٽڙن يا نيهن نينديئي هرءِ،
هاري حق پڳوءِ، سو ڪاڻ ڏيندءِ ڪانڌ جو.

سهڻي

سر هيٺن سڪيا، ناحق رک بہ يم
ساهڙ سهڻي سڱ هيو، اڳي ڪان آدم
اڪيو لوح ميثاق جو، لاڪون لوح قلم،
پڙهيو نڪاح منهنجو، هادي ساڻ حڪم،
ڇاڻي پڇاڻان جم، ڏاڍن ڏنو ڏم ڪي.

مٿيان بيت حفيظ سان ته منسوب آهن، پر اُنهن ۾ موسل ۽ راڻي جي بيتن جهڙي نه رواني آهي نه شريني. اُنڪري اهي بيت مشڪل سان، حفيظ جا چئي سگهون ٿا. خدا بهتر ڄاڻي.

# خليفو حاجي عبدالله

سنڌ جي آوائلي قصہ گو شاعرن مان حفيظ ڪانپوء، خليفي حاجي عبدالله جو نالو ٿو اچي. خليفو صاحب، ڪڙيہ گنهور تعلقي گوني جو وينل هو. سندس والد بزرگوار جو اسم گرامي خليفو محمود نظاماڻي هو، جو پنهنجي دور جي هڪ ڪامل شخصيت ٿي گذريو آهي. جئن روايت آهي ته پنهنجي عمر جي ابتدائي حصي ۾، هو دولت مند انسان هو، پر آهستي آهستي سندس دل جو لاڙو، طلب الاهي ڏي مائل ٿيندو ويو ۽ هڪ ڏينهن سيڪجهہ ڇڏي، حضرت محمد راشد عليہالرحمت جي مريدن ۾ وڃي داخل ٿيو. ڪامل مرشد جي فيض واري نظر ڪان، خلافت جي درجي تي پهتو. خليفو محمود عليہالرحمت سفر ۽ حضر ۾ هميشہ پنهنجي مرشد سان گڏ ٿي رهيو ۽ حضرت محمد راشد جي ملفوظات کي جمع ڪيو آئس، جنهن ۾ تصوف ۽ سلوڪ جي نڪتن کي دلڪش پيرايہ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. سندس ٻي تصنيف آزاد نظم جي صورت ۾ آهي، جنهن ۾ "حقيقت محمدي کي نهايت وضاحت سان بيان ڪيو ويو آهي. اُنجي ابتدائي حصي کي نقل ڪيو وڃي ٿو:-

اسم سائ الله جي سڀئي ٿوڪ ٿيا
آگو خالص آزل ڪان، آجو انتها
فعال لمايُريد، قادر قصد ڪيا
جئن ڪئن گهري مون ڏٺي اُصل آهوئي آ

وَيقول لهُ ڪن فيكون، لَبَ، اڪيون آنڏن لاءِ
ڪُن ۾ قصد ڪلام جو زينت تڪليما
صاحب سائل نه ٿئي. سوران محتاجا
عالم سڀ عجز ۾، مالڪ مختارا
واحد خالص وحدت سان دوئي ضلالت آ
ڪائي آڪ ڪشف جي، انڌو اِدراڪا
محمد معجز آ سي ۾، آحد احمد لاءِ
مرسل منتظر معراج لئي، موسيٰ طور سينا
رب نزاهت نبوت ڪان، حاصل وحي ڪيا
نه ڪو در درجات ڪي، جهت جاءِ نه ڪا
ولي سڪن وات ڪي. عجب اِسرارا
احمد سوئي احد ٿيو، ويو ميم وچا
ڪم ڪاريندڙ هيڪ ٿيو، فاعل مفعولا
ڪُلُ جو قيد نفي ٿيو، جزي جاءِ نه ڪا
الانسان سِرّي وانا سِره، سيو سر وچا
توڪي ڪشف ڪرامتن، هت آهي يقينا
ڏسُ ڏسڻ ڪان ڏور ٿي، آڪ آئيني پا
مُبصر بصر ۾ آئيو، اونڌو ابصارا
روشن آب حيات جو منجهه تاريڪي غارا

حضرت خليفي مٿين آزاد نظم ۾، حقيقت محمدي ڪي، ”وحدت‌الوجود“ جي نظريه جي روشني ۾ لکيو آهي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه و سلم ڪي هن ڪائنات جي تخليق جو باعث لکيو آهي. فرمائي ٿو:-

مَنَ رَآ ني، فقد رائي‌الحق رک هنئين حد يٺا
پرين ڳول نه پري، وڃين اوڏو اوڏن ڪا
اُت اوتارو سڄڻين، جتي آه نه ناهه

طلب نہ طالب آتهين ۽ نہ ڪو مطلوبا
ٿي صافي صفاتن کان لهہ ذاتي ذوق ضيا
ڏيو پاري ڳولئين سندو سج شعاع
متابعت محمد جي نور نبوت آ
محمد مولي موڪليو، رحمت عالم لاءِ

خليفي صاحب جئن روايتن مان معلوم ٿئي ٿو سنہ ١٢٦٧ هجري ڌاري وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس فرزند، خليفو عبدالله، فقيري جي مسند تي ويٺو. خليفي محمود رحمت‌الله عليہ جي مريدن جو حلقو نهايت وسيع هو. سندس مريدن مان هڪ مريد حامد بن حسن، شيخ عثمان انصاري جي تصنيف عشقيہ جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو، جو قوت‌العاشقين جي نالي سان مشهور آهي. خليفي عبدالله "ليلي مجنون" جي قصي کي، سنڌي بيتن ۾ لکيو. هي قصو سنہ ١٢٨٠ هجري ڌاري لکيو ويو.

"ليلي مجنون" جي محبت جو واقعو عرب جي زمين سان واسطو رکي ٿو ۽ سندن پاڪ محبت جو هڪ غيرفاني يادگار آهي........

عرب جي مشهور تذڪرن ۾ هي تاريخي واقعو، جدا جدا روايتن سان ڏنل آهي. مگر هي تحقيق ٿيل ڳالهہ آهي تہ مجنون جو اصل نالو "قيس" هو، ۽ هو بني عامر قبيلہ مان هو. ليلي پڻ هڪ پاڪباز عرب ڇوڪري هئي، جنهنجي محبت ۾ قيس ڦاٿو ۽ ليلي جي وصل کان محروم ٿي نجد جي رڻ پٽ ۾ مجنون جي نالي سان مشهور ٿيو. ابن نديم "ڪتاب الفهرست" ۾ سندس هڪ ديوان جو ذڪر ڪيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن عربي ڪتابن ۾ سندس مشهور شعر ضرب المثل طور ڏيندا آهن. هي سندس مشهور شعر آهي:-

”ٻڌو اٿم تہ عراق ۾ ليليٰ بيمار آهي ،
الاهي، عراق جي سيني مريضن کي شفا ڏي.“

”ليليٰ مجنون“ جي قصي کي پارسي نظم ۾ ڪيترن شاعرن لکيو آهي . مگر سنڌي نظم ۾ ان قصي جو رچيندڙ خليفہ صاحب عبدالله آهي .

خليفہ صاحب قصي کي نهايت وڻندڙ نموني ۾ لکيو آهي. مگر تاريخي حقيقتون جي ذيل آهن، سي البت اعتبار ڪان ڪريل آهن . ”قيس“ جي حالت ۾ جتي شاعرن سندس محبت کي غير معمولي سمجهي بلند درجو ڏنو آهي ، اتي هن جي محبت ماري جي لاءِ هن اهڙيون بہ ڳالهيون گهڙيون آهن، جي ڪڏهن بہ اعتبار ۾ نہ اچي سگهن. هڪ پارسي زبان جي شاعر فرمايو آهي تہ ”ليليٰ جي گهٽي جي ڪتي جي پيرن کي مجنون چميو ٿي، ماڻهن پڇيس هي ڇا آهي؟ وراڻيائين تہ ڪڏهن ليليٰ جي گهٽي ۾ ويندو آهي.“ هڪ مست ۽ مجنون محبت ۽ اشتياق جي جذبي کي روڪي سگهي ۽ ڪتي جا پير چمي سگهي ٿو، مگر هن روايت کي ڇا ڪجي، جو مجنون کي ڪاٺ جو بند سمجهي هڪ ڪاٺير ڪيس وڍڻ تي شروع ڪيو ، تڏهن عاشق ڪهاڙي جو ڌڪ کائي؛ بقول شاعر پڪاريو :-

محبت ڪيو محبن جي مونکي پريشان
جانب وريا جنهن جوءِ تي حاذق وريا نہ هاڻ
مونکي ڇڏي ڇپرين ڪل لڏائون ڪان....

هڪ واقعو ضروري آهي جو ٻڌائڻ گهرانٿو تہ خليفہ عبدالله صاحب پهنجي تصنيف ۾ ڏيکاريو آهي تہ مجنون جي آخير وقت ۾ جڏهن هو نجد جي رڻ پٽ ۾ ولين ۾ ويڙهجي چڪو هو،

تڏهن ليلي ونس آئي هئي ۽ محبتي سندس سامهون دم ڏنو. مگر هي حقيقت آهي ته ليلي جو موت مجنون کان اڳ ٿيو هو.

انهن عجيب روايتن جي هوندي به خليفه صاحب جو شعر ۽ محبت جي نڪتن سان معمور نظم گهڻي قدر جي لائق آهي. هڪ هنڌ محبت جي اصلي حقيقت کي هيئن بي نقاب ڪري ٿو:-

راسخ سندي راز کي پيو تان ڪير رسي
پاڻ منجهائين پاڻ تو پاڻيهي پسي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته خليفه صاحب پنهنجي دور جو پاڪيزه خيال شاعر هو. خدا جون مٿس هزارين رحمتون هجن، هڪ عمدي سوکڙي سنڌ وارن لاءِ يادگار ڇڏي اٿس.

## مدح گوءِ شاعر

تذڪره جي پهرئين جلد ۾، اسان ڏيکاريو آهي ته سنڌي ۾ مدح جو پهريون موجد ميان سرفراز خان ڪلهوڙو هو، جنهن پنهنجي قيد جي زماني ۾ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ مدح لکي هئي. اُن کان پوءِ ميان صاحبڏني جي مداحن جو ذڪر ٿو اچي، جن جو اسان مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون. هڪ مداح خليفي محمود ڪڙيه واري سان به منسوب آهي، جا هيئين ريت آهي:-

مولي سندي يا مصطفي صلوات سرتوسيّدا
ساعت بساعت جا بجا صلوات سرتو سيدا
آدمي صفي اصفيا سندي ذوالڪفل ۽ ذڪريا سندي
بي لوط ۽ يحي سندي صلوات سرتو سيّدا
يعقوب يوسف شيث جي آيوب ۽ ادريس جي
ذي النون ۽ جر جيس جي صلوات سرتو سيّدا

••• •••• •••

محبوب مدني ماه ما هـر حـال تـسي همراه ١٠
سـڪ سيڪپو سـتـ ساه ما صلوات سـرتـو سـيّدا
توڏنهن توجہ طور تي غافل سندو ڪو غـور ٿي
سـو غـور پر في الفور ٿي صلوات سرتو سيّدا
ٻانهي مٿي ٻاجهاه جي ولهڙي طـرف واجهاهٔ جي
آزار سـپ اوڄـاهٔ جـي صلوات سرتو سيّدا
ڪنهن جان جي ڪنهن جام جي، ڪنهنڪي همت حڪام جي
آءٌ سيدا تـو سـام جي صلوات سرتو سيّدا
قلبي مرض قلبون ڪٽيو بدنـي علت بدنـان پٽيو
سپ رنج سين راحت مٽيو صلوات سـرتو سيّدا

ملان صاحبڏنہ جي زماني ۾ ٻيو مشهور مدح گو شاعر "جمن چارڻ" هو. هو راڻيپور (رياست ميرپور) جي مشهور اهل الله سيد صالح شاهہ جيلاني اول* جو مريد هو. "جمن چارڻ" اکين جي تڪليف سبب جڏو ٿي پيو هو ۽ ڪيس اولاد نہ ٿيندو هو. چيو وڃي ٿو تہ اُن مداحون لکڻ شروع ڪيون. خدا جي قدرت هنجي اکين کي روشنائي حاصل ٿي. جيتوڻيڪ هي ڳالهہ عاقلن جي اڳيان وسھڻ جھڙي ڪٿي نہ بہ هجي، مگر تاريخ جـي هي حقيقت آهي تہ "علامہ نرصيري" کي فالج جي بيماري ٿي پئي؛ هن بيقراري ۾ قصيدو لکيو جنهن کي "قصيده برده" سڏجي ٿو. خدا جي قدرت هن جي سموري شڪايت دفع ٿي وئي.

"جمن" جي ٻارسي ۾ بہ هڪ مدح آهي جنهن مان انتخاب ڏيان ٿو:-

---

* سيد موصوف سچل فقير، مخدوم محمد عاقل ۽ پير محمد شاهہ صاحب بنگلي ڏٺي جو همعصر هو.

لم

رسول مرسل ڪه اوست يڪسر بملک بهتر بخلق رهبر
بعقل ڪامل بفضل شامل بلطف مڪرم اخلاق دين پرور
بجان برابر زجان خوشتر بخوانم از بر فر ستم از سر
صفات صدق بروح پاڪش بلحظ لحظ درود بر سر.

سندس سنڌي ۾ مشهور مداح آهي، حضرت سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي شان ۾ چيل، جنهن مان انتخاب هيٺ ڏيان ٿو:-

سر سبحاني توئي غوث صمداني توئي
قطب رباني توئي محبوب حقاني توئي
اين حال من دني توئي يا پير پيران بادشاه.
هن حال جي تو معلومي زردي زدم ڪر ظالمي
همراه تي هن حال ۾ يا شاه قطب العامي

يا پير پيران بادشاه.

تون اوليا الله جو اولاد علي شاه جو
مرشد مهر ۽ ماه جو ڪو نور مان ڏاهه جو

يا پير پيران بادشاه.

٣- "فتح فقير" جي مداح جو ذڪر ڪيو اٿم.

٤- پير محمد اشرف جو مدحي ڪلام به گهڻو آهي، جو قديم طرز تي لکيل آهي پير صاحب موصوف جو عربي ۾ به مدحي شعر آهي جو قصيده برده جي طرز تي چيل اٿس. مثال لاءِ:-

ذَهَبَ الحبيبُ وَ لٰڪِنْ ڪُنْتَ فِي النّوم
وَ عَلَيَّ زادَ زهابهُ ڪَثْرَةَ اَلاَ ليم.....

وَ يا مُحصّلَ الرّجا تحصّلَ رجاءَ اَشرف
بحرمتهِ النّبي وَ آلهِ اولي النّعيم

سنڌي ۾ سندس مداح مان انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:-

جن وٽان ويس وسري تن سڀاجهن سانگين
ڪر نه لڌي ڪڏهن منهنجي موٽي مارو ٽڙن
هي ڳرهيون خال ڪي ٿي رئان رت ڦڙن
جئن آءُ بنديائي بند ۾ هو پنوهر منجهه پٽن
هو ڪلي پيئن ڪير ٿا، آءُ ڪسان منجهه ڪوٽن
هو واڳيون سڀ ورن سان آءُ جڙيس زنجيرن
هو سرتيون سڀ سڪن ۾ آءُ ڏکي منجهه ڏکن
ڪرم آنديس ڪوٽ ۾ نه ته هت ڪير اچي
جفَ القلم بما هوَ ڪائن ٿا لکيا ليک پڙهن
لکيا هيم لوح ۾ نه ته هي ڪير سور سهن
جهڙو قيد قسمت جو، تهڙا ڪين سمجهن
قيد الماءِ اَشدَ من قيد الحديد ايئن ڪتاب لکن
ڏاڍا چڙي ڏاڍايون، هوتيون تان نه ڪجن
گهٽو اڪنڊي آهيان، سن عمر آباڻن
ميان ڪر ڪا مهر تون سڀاجها سين
ڀاڄهيندڙ ڀاڄهائين متي مريضن
عاصي هن اشرف ڪي، ميڙين سان محبن.

پورو ٿيو





# صاحب خان "سورھ" ميراڻي

**Cell No: 0344 - 3919786**

**Cell No: 0300 - 3404488**




ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽

واٽس ايپ گروپ